# خليفي صَاحب جو رسَالو

[خليفي نبي بخش صاحب لغاري جو رسالو ۽ متفرق ڪلام]

تحقيق ۽ تصحيح

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ



سنڌي ادبي بورڊ

# خليفي صاحب جو رسالو

[خليفي نبي بخش صاحب لغاري جو رسالو ۽ متفرقو ڪلام]


تحقيق ۽ تصحيح

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ





سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو

2005ع

[خليفي صاحب جي رسالو جو هي ٻيو ايڊيشن مؤلف جي مشوري ۽ سندس اجازت سان شايع ڪيو وڃي ٿو]

چاپو پهريون جون 1966ع تعداد هڪ هزار
چاپو ٻيو سال 2005ع تعداد هڪ هزار
(حق ۽ واسطا قائم)

قيمت: ٻه سؤ رپيا
[ Price Rs. 200 -00 ]

خريداريءَ لاءِ رابطو:
**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(فون ۽ فيڪس نمبر: 2633679 - 022)
**Email Address: sindhiab@yahoo.com**
**Website: www.sindhiab.com**

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄام شورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ انعام الله شيخ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست

—•—

# مهاڳ

خليفي نبي بخش صاحب جي سرائڪي زبان ۾ جوڙيل ’سسئي‘ آڳاٽو بمبئيءَ مان ڇپي ۽ نهايت ئي مقبول پئي ۽ مشهور ٿي. مگر خليفي صاحب جو سنڌي رسالو ۽ ٻيو ڪلام قلمي صورت ۾ باقي رهيو. جنهن جي ڄاڻ سندس اولاد ۽ جماعت جي فقيرن تائين محدود رهي، ۽ علمي حلقا عموماً هن قيمتي ڪلام جي وجود کان بي خبر رهيا. شاهه عبداللطيف رحه سنڌي شاعريءَ جي آسمان ۾ سج ٿي اُڀريو. جنهن جي پرتوي جي آب ۽ تاب کان اڪثر پويان شاعر ذرن مثل چمڪيا. مگر خليفي صاحب جو شمار اُنهن نامور شاعرن ۾ آهي، جي چنڊ ٿي اُڀريا: بلڪ خليفو صاحب پنهنجي بلند حوصلي ۽ فڪر جي يگانگت سببان چوڏهينءَ جو چنڊ ٿي چمڪيو. سندس ’سنڌي رسالو‘، ’سسئيءَ جو داستان‘ توڙي ٻيو ڪلام سندس انهيءَ بلند مرتبي تي شاهد آهن. خليفي صاحب جي سنڌي رسالي جو دستياب ٿيڻ ۽ ڇپجڻ سنڌي شاعريءَ جي سرمايي ۾ هڪ بيش بها اضافو آهي.

بندي جي عمر ڏهه ٻارنهن سال کن هئي، جو ناني مرحوم لعل بخش خان، خليفي صاحب جي ’سسئيءَ‘ سان روشناس ڪرايو. مرحوم ’سسئيءَ‘ جو هڪ ڀاڱو ۽ ياد حافظ هو ۽ سندس صحبت ۾ هن داستان جا نه فقط ڪيئي شعر ياد ٿي ويا، پر ان جي معنوي نُڪتن جي پڻ قدري پروڙ پئي. خليفي صاحب جا ڪي سنڌي بيت پڻ مرحوم ڪچهرين ۾ مثال طور چوندو هو. جن مان هڪ بيت (سر آسا، فصل- 1، بيت -1) جي هيءَ مصرع ياد ٿي وئي ته: ”گولپ جو گمان، قاسم ڪنڙ اک ۾.“ ان وقت کان وٺي خليفي صاحب جي سنڌي ڪلام بابت وڌيڪ معلومات حاصل ڪرڻ جي تمنا دامنگير ٿي، جا بالآخر 1944ع ۾ پوري ٿي، جڏهن سنڌ جي تاريخ جي مواد جي تلاش ۾ خليفي صاحب جي ڳوٺ (تعلقي ٺٽي باڳي) وڃڻ ٿيو. جتي خليفي حاجي شير محمد صاحب سان ملاقات ٿي، ۽ هن صاحب مهرباني ڪري خليفي صاحب جو رسالو ڏيکاريو ۽ ٻه ڏينهن ساڻس گڏ ويهي رسالي جو مطالعو ڪيو ويو. بندي جي بي انتها شوق کان متاثر ٿي خليفي حاجي شير محمد قلمي رسالو پڻ منهنجي حوالي ڪيو. پر جيئن ته هيءُ رسالو اصل نسخي جو نقل هو ۽ منجهس ڪيتريون ئي پڙهٽيون صاف نه هيون، انهيءَ ڪري وڌيڪ تحقيق کي ايستائين ملتوي ڪيو ويو، جيستائين ٻيا قلمي نسخا هٿ اچن.

مئي، سن1949ع ۾ آمريڪا کان واپس ورڻ بعد ٻين نسخن جي ڳولا شروع ڪئي وئي ۽ اتفاق سان ڇهن مهينن بعد ٺٽي قيصر ۾ حاجي شير محمد خان نظاماڻيءَ کان رسالي جو هڪ جهونو قلمي نسخو مليو، جنهن جي مدد سان هن قيمتي ڪلام جي اشاعت لاءِ قدري آساني ٿي. سن1950ع ۾ خليفي حاجي شير محمد صاحب ۽ حاجي شير محمد خان نظاماڻيءَ کان مليل قلمي نسخن کي پيٽي، سر ڪلياڻ، سر سارنگ ۽ سُر ڪيڏارو مرتب ڪيا ويا، جي قسطن ۾ ماهيانه مخزن ”عام راءِ“ (ماه اپريل، جون، جولاءِ ۽ نومبر 1950) ۾ شايع ٿيا. ان بعد رسالي جا چار ٻيا قلمي نسخا دستياب ٿيا: هڪ ڏيپلي مان فقير پير بخش ڪلر مرحوم جي گهران، هڪ ٺٽي باڳي تعلقي جي احمداڻي لغارين مان ۽ ٻه خليفي نبي بخش صاحب جي اولاد مان خليفي احمد صاحب لغاريءَ

وٽان. پويان ٻئي نسخا رسالي جا اصلي خانداني نسخا هئا. انهن ڇهن قلمي نسخن ملڻ بعد، قدري اطمينان ٿيو تہ خليفي صاحب جي رسالي کي صحيح نموني ۾ مرتب ڪري سگهجي ٿو. انهيءَ ڪري جڏهن سنڌي ادبي بورڊ طرفان خليفي صاحب جي رسالي کي مرتب ڪرڻ جي آڇ ٿي تہ ان کي خوشيءَ سان قبول ڪيو ويو.

## رسالي جا قلمي نسخا

رسالي جي هن ڇپيل متن جو مدار مٿين ڇهن قلمي نسخن تي آهي، جن جو تفصيل هيٺينءَ ريت آهي:

1- **نسخو خ:** هيءُ خليفي صاحب جي اولاد وٽ رکيل خانداني نسخو آهي، جو هن وقت خليفي احمد صاحب (بن خليفي احسان علي بن خليفي غلام نبي بن خليفي مراد علي بن خليفي نبي بخش صاحب) وٽ محفوظ آهي. ٿي سگهي ٿو تہ هيءُ نسخو اجا بہ ڪنهن ٻئي جهوني خانداني نسخي تان اُتاريل هجي. سواءِ نسخي ظ (نمبر 3) جي ٻيا سڀ نسخا اصولي طور هن نسخي تان نقل ڪيل آهن. هن نسخي ۾ فقط خليفي صاحب جو سنڌي رسالو ۽ ٻيو متفرقہ ڪلام قلمبند ٿيل آهي. هيءُ نسخو 'سر رامڪليءَ' سان شروع ٿي، 'بادشاهہ پير جي مداح' تي ختم ٿئي ٿو. منجهس جملي 158 ورق آهن. هرهڪ صفحي جي لکيل تختي 5½X9 انچ آهي ۽ سراسري هر صفحي تي 13 سٽون آهن.

2- **نسخو ڏ:** هيءُ نسخو غالباً هوبهو نسخي خ جو نقل آهي ۽ ڇڄڻ ڪ ساڳئي ڪاتب جو لکيل آهي. البتہ هن نسخي ۾ خليفي صاحب جي ڪلام بعد خليفي غلام نبي صاحب جو ڪلام پڻ قلمبند ٿيل آهي. خليفي نبي بخش صاحب جي رسالي ۽ ڪلام جي خاتمي تي ڪاتب طرفان هيٺين عبارت قلمبند ٿيل آهي:

> ڪاتب الحروف فقير حقير پر تقصير خاڪ پاي جاي نعلين فقير محمد ابن فقير حاجي ولي محمد ساڪن دوراجي در شهر جونہ ڳڙ، بروز 5- شنبہ بتاريخ چهارم ماہ جمادي الاول سنہ١٣٠٩هجري.

ان کان پوءِ خليفي غلام نبي صاحب (بن خليفي مراد علي بن خليفي نبي بخش صاحب) جو ڪلام شروع ٿئي ٿو، جنهن جي خاتمي تي ڪاتب طرفان هيٺين عبارت قلمبند ٿيل آهي:

> تمام شد تاليف اين رساله از دست فقير حقير فيض محمد پنجابي شاگرد مولوي ڪريم الله مرحوم دهلوي در شهر منبئي سنہ١٣٠١هہ- براي سيد حسين ميان نقل ڪرده فرستاده شد تاڪہ پيش هر اهل اسلام و علم و مسلمان ظاهر ڪند و اين را در سنہ ١٣٠٢ ماه جمادي الاول بتاريخ بيستم بوي گوندل فرستاده شد و از ڪتاب او اين فقير حقير محمد ابن حاجي ولي محمد ساڪن دهوراجي نقل ڪرده در شهر مصطفيٰ آباد يعني جونہ ڳڊ در سنہ ١٣٠٩ ماه جمادي الاول بروز يڪشنبہ بوقت اشراق در مقام عبدالغني ولد حاجي جيو در آرامگزه.

هر ڪہ خواهند دعا طمع دارم — زانڪہ من بنده گنہ گارم
من نوشتم شرف ڪردم روزگار — من نباشم اين بماند يادگار
الاهي هران ڪس ڪہ اين خط نوشت — عفو ڪن گناهش عطا ڪن بهشت
هر چه هست عشق است ديگر هرچہ هست لا — والسلام عليڪ عليٰ من اتبع الهديٰ

هيءُ نسخو خليفي احمد صاحب کي سنہ1944ع ۾ 'ڌوراجي' شهر (ڪاٺياواڙ) مان سيد عبدالقادر جي ڏوهٽي سيد حسين ميان وٽان مليو. اسان کي هيءُ نسخو خليفي احمد صاحب وٽان تڏهن مليو، جڏهن رسالي جي

ڇپائيءَ جو ڪم ڪافي اڳتي وڌي چڪو هو، مگر جيئن تہ هن نسخي جو اصل 'نسخو خ' اسان وٽ موجود هو، انهيءَ ڪري ترتيب يا تصحيح تي ڪو اثر ڪونہ پيو. هن نسخي مان ڪي جزوي اختلافي پڙهڻيون آخري سرن جي حاشين ۾ درج ڪيون ويون آهن.

**3- نسخو ظ:** هيءُ نسخو ٺٽ تنڊي قيصر مان محترم حاجي ميان شير محمد خان (بن نور محمد خان بن سائينداد بن عبدالله خان) نظاماڻيءَ کان 28 سيپٽمبر 1949ع تي دستياب ٿيو. بقول حاجي شير محمد خان، هيءُ نسخو سندن ڏاڏي عبدالله خان جو هٿ لکيل آهي. عبدالله خان جو پٽ سائينداد خان سنه١٢٥٩ھ ۾ ڄائو ۽ عبدالله خان ان سال کان پوءِ وفات ڪئي. حاجي شير محمد خان جي راءِ موجب هيءُ نسخو سن١٢٥٩ھ کان اڳ جو لکيل آهي. سائينداد خان، خليفي محمود نظاماڻي صاحب عرف 'ڪڙيي واري خليفي' جو مريد هو ۽ خليفو محمود صاحب ۽ خليفو نبي بخش صاحب ٻئي حضرت روضي ڌڻي رحہ جا خليفا هئا، انهيءَ ڪري ميان سائينداد جي عقيدت ۽ اشتياق سببان هيءُ نسخو خاندان ۾ محفوظ رهيو. مرحوم عبدالله خان جا هٿ لکيل ڪتاب ١٢٥٣ھ کان وٺي ١٢٦٢ھ واري عرصي تائين ملن ٿا ۽ ٿي سگهي ٿو تہ خليفي صاحب جو رسالو پڻ هن انهيءَ عرصي ۾ نقل ڪيو هجي.

جيڪڏهن ائين تسليم ڪجي تہ پوءِ قدامت جي لحاظ سان هيءُ نسخو پڻ 'خ' وانگر اهم آهي، ڇاڪاڻ تہ عبدالله خان بهرحال خليفي نبي بخش صاحب جو همعصر هو ۽ بلڪل ممڪن آهي تہ ساڻس محبت ۽ عقيدت سببان ڪيس خليفي صاحب جي رسالي کي گڏ ڪري قلمبند ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو هجي. هن نسخي جي اندروني ترتيب مان البتہ اهڙو گمان نڪري ٿو، ڇاڪاڻ تہ هن نسخي جي ترتيب ٻين سڀني نسخن کان نرالي آهي: نسخو خ ۽ ٻيا مڙيئي نسخا 'سر رامڪلي' سان شروع ٿي 'سر ڪنيات' يا 'سر توڏيءَ' تي ختم ٿين ٿا، مگر نسخو ظ 'سر ڪلياڻ' کان شروع ٿي 'سر آسا' تي ختم ٿئي ٿو. ازان سواءِ متن جي پڙهڻين ۾ پڻ اختلافات آهن. ان مان ظاهر آهي تہ هيءُ نسخو خليفي صاحب جي اولاد وٽ محفوظ خانداني نسخن ('خ' وغيره) مان ڪنهن جو بہ نقل نہ آهي: هن جو نہ فقط لکندڙ مگر گڏ ڪندڙ ۽ ترتيب ڏيندڙ ٺي ڪو ٻيو ٻاهريون شخص آهي. جيڪڏهن حاجي شير محمد خان جي راءِ صحيح آهي تہ هن نسخي جو ڪاتب عبدالله خان آهي تہ پوءِ غالباً هن نسخي ۾ شامل ڪلام جو گڏ ڪندڙ ۽ ترتيب ڏيندڙ پڻ عبدالله خان ئي آهي، ڇاڪاڻ تہ هو خود خليفي صاحب جو همعصر آهي: البتہ عبدالله خان خليفي صاحب جو ڪلام خود خليفي صاحب کان نہ، پر ٻين فقيرن کان ٻڌو ۽ سهيڙي گڏ ڪيو ۽ انهيءَ ڪري هن نسخي جي پڙهڻين ۾ پڻ قدري غلطيون آهن، حالانڪ ڪي پڙهڻيون صحت جي لحاظ کان وڏيڪ معتبر آهن.

هيءُ نسخو سهڻي خط ۾ لکيل آهي، مگر ناقص حالت ۾ محفوظ رهيو آهي ۽ ان جا ڪافي ورق، بلڪ ڪن سرن جا حصا، غائب ٿي چڪا آهن. ڪتابت جي تختي 4X7 انچ آهي ۽ هر صفحي تي سراسري طور 13 سٽون آهن.

**4- نسخو ڪ:** هيءُ نسخو فقير محمد هاشم شيخ وينل 'مني' (خليفي صاحب وارن جي) بمبئيءَ ۾ لکيو ۽ غالباً اُبريي فقير ڪلر (وينل ڏيپلي) پنهنجي لاءِ لکارايو.[1] ابريي فقير کان پوءِ هيءُ نسخو سندس پٽ فقير پير بخش ڪلر جي ملڪيت ٿي رهيو، جيئن آخر ۾ هڪ ورق تي ڇاٽايل آهي تہ: "مالڪ فقير پير بخش ولد مرحوم مغفور فقير صاحب فقير اُبريو.... تاريخ ١- ماه رجب ١٣٤٠ھ، جلد ٻڌندڙ علي بخش (پٽ) پليڏنو ڪلر

---

[1] ابريي = اُبريي

ڏيپلو... تاريخ 28 فيبروري 1922ع برابر 1- ڦڳڻ سنبت 1979." ڪيترين ئي پڙهڻين جي ٻين نسخن ۾ مبهم آهن، سي هن نسخي ۾ صحيح لکيل آهن ۽ پڻ ڪن نون بيتن جو اضافو ٿيل آهي. مجموعي لحاظ سان هن نسخي جون پڙهڻيون صحيح آهن، جن جي ذريعي ڪن خاص جاين تي متن کي درست ڪري لکڻ ۾ وڏي مدد ملي. افسوس جو فقير پير بخش جي وفات (اندازاً 1948ع) بعد هيءُ نسخو سلامت نہ رهيو ۽ اڏوهيءَ جو شڪار ٿيو. سن1955ع ۾ بندي جو ڏيپلي وڃڻ ٿيو تہ فقير خدا بخش ڪلر کان هن نسخي جو ڏس مليو ۽ جڏهن سندس وساطت سان اندران گهر وارن هيءُ نسخو بندي جي حوالي ڪيو، تڏهن اڏوهي چنڊبي وئي، پر ايستائين سڄي ڪتاب مان اڏوهي آرپار سوراخ ڪري ڇڏيا هئا.

هن نسخي ۾ جملي 128 ورق آهن. ڪتابت جي تختي 5X9½ انچ آهي ۽ هر صفحي تي سراسري طور 14 سٽون آهن.

**5- نسخو د:** هيءُ نسخو مرحوم حاجي اسماعيل فقير احمداڻيءَ جي ڪوشش سان دستياب ٿيو. حاجي اسماعيل فقير، جو هڪ جهانديده ۽ چاڻو سالڪ هو، تنهن چيو تہ: هيءُ نسخو مرحوم جمال فقير ولد حيدر فقير احمداڻيءَ، وينل ڳوٺ امام بخش احمداڻيءَ، تعلقي ٽنڊو باگي، جو آهي. جمال فقير درگاهہ جو سچو مريد ۽ خليفي صاحب جو صحبتي هو ۽ ساڻس همسفر رهيو. هيءُ نسخو خليفي صاحب جي حياتيءَ ۾ لکيو ويو. پهريائين خليفي صاحب جو ڪلام جدا جدا جزن ۾ لکيل هو ۽ پوءِ جڏهن سڀ جزون نقل ڪري گڏي ڪتاب ڪيائون تہ پهريون هيءُ نسخو تيار ٿيو، جنهن کان پوءِ ٻيا اُتاريا ويا. جمال فقير هيءُ نسخو پاڻ وٽ رکيو. ڪيس خليفي صاحب جو اڪثر رسالو ياد هو. جمال فقير 1915-1920ع ڌاري 85-90 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي. ا.هہ.

هن روايت موجب هيءُ نسخو ٻين سڀني کان آڳاٽو سمجهڻ گهرجي: مگر افسوس جو زماني جي دستبرد سببان هن نسخي جو اڌ ڪن ضايع ٿي ويو ۽ باقي ٽيهٽ ورقن مان ڪي ثابت ۽ ڪي ناقص ٽڪرن جي صورت ۾ سلامت بچيا، جو هي نسخو اسان تائين پهتو. هي نسخو سهڻي خط ۾ لکيل آهي. ڪتابت جي تختي 5½X8½ انچ آهي ۽ هر صفحي تي سراسري طور 15 سٽون آهن.

**6- نسخو ش:** هيءُ خليفي حاجي شير محمد صاحب جو ذاتي نسخو آهي، جو 'فقير محمد هاشم هيڊ ماستر اسڪول دينار خان ٽالپور' ۽ 'علي محمد ولد خليفي عثمان منڌري وينل لڳ ڀهڊ مي تعلقي بدين'، تاريخ 8 جولاءِ 1932ع تي لکي پورو ڪيو. هيءُ نسخو موجوده سنڌي صورتخطيءَ ۾ لکيل آهي، جنهنڪري متن پڙهڻ ۾ ڪافي آساني ٿئي ٿي، البتہ ڪاتبن کي اصلي نسخن جون ڪي پڙهڻيون سمجهہ ۾ نہ آيون آهن. هيءُ نسخو جملي 162 صفحن (81 ورقن) تي مشتمل آهي. ڪتابت جي تختي 6X12½ انچ آهي ۽ هر صفحي تي سراسري 22 سٽون آهن.

سواءِ نسخي 'ڏ' جي، جنهن کي آخري سُرن ۾ استعمال ڪيو ويو، ٻيا پنجئي نسخا پيٽي شروع کان آخر تائين، حتي المقدور صحيح متن قائم ڪيو ويو آهي ۽ جدا جدا نسخن جون اختلافي پڙهڻيون حاشين ۾ نروار ڪيون ويون آهن.

## ڪلام جي ترتيب

رسالي جي موجوده متن کي مرتب ڪرڻ ۾ اسان جملي سُرن توڙي هرهڪ سر هيٺ بيتن ۽ واين جي ترتيب ٽنهين سر قائم ڪئي آهي. هيٺين جدول مان معلوم ٿيندو تہ خ، ڏ، ڪ، د ۽ ش نسخن ۾ سرن جي ترتيب

گهڻو ڪري ساڳي آهي[1] ، مگر ظ جي ترتيب نرالي ۽ 'شاه جي رسالي' (بمبئي ڇاپي) جي سرن جي ترتيب سان ملندڙ جلندڙ آهي.

| | خ ڏ ڪ د ش | ظ | شاهه جو رسالو |
|---|---|---|---|
| 1 | رامڪلي | ڪليان | ڪليان |
| 2 | بروو هندي- بهر وقت | ڪنڀات | يمن |
| 3 | جهنگلو- بهر وقت | سُر راڳ | سُر راڳ |
| 4 | گهاتو- وقت بعد از نيم شب | سامونڊي | سامونڊي |
| 5 | مارو ڍولو- وقت بعد از نيم شب | سهڻي | سهڻي |
| 6 | ڏهر- بوقت سحر | سارنگ- بهر وقت | ڪنڀات |
| 7 | رپ- بوقت سحر | ڪيڏارو- وقت صبح | سارنگ |
| 8 | ڪاهوڙي- بوقت سحر | سسئي- بهر وقت | سسئي (پنج سر) |
| 9 | مارئي - بوقت صبح صادق | سورٺ - بعد عشا | سورٺ |
| 10 | ڪيڏارو- بوقت صبح | بيراڳ هندي - بهر وقت | بروو سنڌي |
| 11 | ڌناسري- وقت بعد از برآمدن آفتاب | جوڳ- وقت بعد از عشا | مومل راڻو |
| 12 | بلاول وقت بعد از يڪپاس روز برآمدن | جهنگلو- بهر وقت | ڪاهوڙي |
| 13 | رانو - بوقت برآمدن آفتاب | بروو سنڌي | رامڪلي |
| 14 | آسا - وقت بعد از بر آمدن آفتاب | راڻو - بوقت برآمدن آفتاب | رپ |
| 15 | سارنگ - بهر وقت | ڪاهوڙي - وقت سحر | ليلان چنيسر |
| 16 | بروو سنڌي - بهر وقت | رامڪلي - بعد از نيم شب | بلاول |
| 17[2] | سسئي - بهر وقت | رپ - وقت سحر | ڏهر |
| 18[3] | ڪونرو و ليلان و چنسر | بلاول - وقت يڪپاس روز | ڪاپاتي |
| 19 | پورب - وقت درميان پيشين و عصر | ڏهر - بوقت سحر | پرڀاتي |
| 20 | ڪارايل- بعد از عصر | مارئي - وقت صبح صادق | گهاتو |
| 21 | ڪاموڏ- بوقت بعد از غروب آفتاب | ڌناسري | آسا |
| 22 | سامونڊي - وقت بعد عشا | پورب - درميان پيشين و عصر | مارئي |
| 23 | سر راڳ - وقت بعد از عشا | ڪارايل | پورب |
| 24 | ڪليان - بوقت عشا | ڪاموڏ - بعد از غروب آفتاب | ڪاموڏ |
| 25 | جوڳ - وقت بعد از عشا | ڏهر | ڪارايل |

---

[1] سواءِ هن جي جو خ ۾ 'سر ڪونرو و ليلان و چنيسر' جي عنوان سان هڪ بيت زائد آهي، جو ٻين نسخن ۾ ڪونهي، ۽ ش ۾ سر ڪنڀات پهريائين ۽ پوءِ سر توڏي قلمبند ٿيل آهي.

[2] 17- هن سر جي پڇاڙي وارا بيت، د ۾ 'سر معذور' جي عنوان سان ۽ ش ۾ جدا 'سر آبڙي' جي عنوان سان ڏنل آهن. اهي بيت موجوده متن ۾ 'سر پورب' جي فصل- 2 هيٺ ڏنا ويا آهن.

[3] 18- هن سر جو هڪ بيت فقط خ ۾ آهي. ان کي ڇڏيندي، 19 کان 26 تائين باقي سرن جي ترتيب سڀني نسخن ۾ ساڳي آهي.

26 سورٺ – وقت بعد از عشا      گهاتو – بعد نيم شب

27[1] توڏي -بعد از يکپاس شب گذشته      آسا

28 کنيات – بوقت نيم شب

متن ۾ اسان ظ واري ترتيب قائم ڪئي آهي. ۽ ٻين نسخن وارا ٽي زائد سُر ان ۾ شاهه جي رسالي جي سرن واري عام ترتيب جي لحاظ سان داخل ڪيا آهن. مثلا 'سر ليلان چنيسر' کي 'سر رپ' بعد رکيو آهي، ۽ 'سر ڪاپائتيءَ' کي 'سر ڏهر' بعد رکيو آهي. 'سر گهاتو' ۽ 'سر آسا'، جي ظ ۾ بلڪل آخر ۾ ڏنل آهي، تن مان 'سر گهاتو' کي 'سر ڪاپائتي' بعد ۽ 'سر آسا' کي 'سر پورب' کان پوءِ رکيو ويوآهي. اها ترتيب محض آسانيءَ خاطر قلمي نسخي ظ مطابق اختيار ڪئي وئي آهي، ورنه معنوي نڪته نظر سان خواه موسيقيءَ جي لحاظ سان سرن جي ترتيب جي نوعيت ٻيءَ طرح ٿئي ها . خ ڏ ڪ د ش نسخن جي شروعات 'سر رامڪليءَ' سان ٿئي ٿي، جنهن جي مدنظر خليفي صاحب جي خاندان ۾ هيءَ روايت عام آهي ته، "شاه صاحب جو رسالو سنجهي کان شروع ٿئي ٿو ۽ خليفي صاحب جو رسالو پرهه سان شروع ٿئي ٿو"[2] مگر غور ڪرڻ سان ڏسبو ته نڪي خليفي صاحب جي رسالي جي موجود نسخن ۾ سرن واري سچي ترتيب، ته نڪي شاه صاحب جي رسالي (بمبئي ڇاپي) جي سرن جي سربستي ترتيب موسيقيءَ جي روايتي وقتن مطابق آهي.

سرن جي سلسليوار ترتيب کان سواءِ هر سر هيٺ بيتن ۽ واين جي ترتيب پڻ نئين سر قائم وئي آهي. مضمون جي لحاظ سان، هر سر هيٺ بيت جي نئين سر ترتيب ڏئي فصلن ۾ ورڇيو ويو آهي. اصل قلمي نسخن ۾ 'فصل' ڏنل ڪين آهن. بيتن جي ترتيب پڻ خ ڏ ڪ د ش نسخن ۾ مجموعي طور ساڳي ته نسخي ظ ۾ نرالي آهي. سيني نسخن ۾ 'سر ڪاپائتي' جا مضمون وار بيت 'سر ڏهر' هيٺ لکيل آهن، جن کي جدا ڪري 'سر ڪاپائتي' قائم ڪيو ويو آهي. مضمون جي لحاظ سان 'سر راڳ' جا ٻه بيت ٽپائي 'سر ساموندي' جي فصل 1 هيٺ ۽ يارهن بيت ٽپائي فصل-2 هيٺ رکيا ويا آهن.[3] 'ڪُتي' جي مضمون وارا بيت مڙني نسخن ۾ 'سر سسئيءَ' هيٺ ڏنل هئا،[4] جي مجازي مضمون جي لحاظ سان، ٽپائي 'سر بروي سنڌي' فصل-2 هيٺ مرتب ڪيا ويا آهن.[5] 'ڪانگل جي مضمون جا ٽي بيت جي 'سر پورب' هيٺ ڏنل هئا، سي جدا ڪري 'سر بروي سنڌي' جي 'فصل-3' ۾ رکياويا آهن.[6] اهڙيءَ طرح قلمي نسخن ۾ 'وايون' پڻ مختلف سرن هيٺ مضمون جي لحاظ سان رکيل نه آهن ۽ اسان اهي ٽپائي متن ۾ مضمون جي لحاظ سان مختلف سرن هيٺ جدا جدا فصلن پويان رکيون آهن. البت ٿي سگهي ٿو ته قلمي نسخن ۾ وايون موسيقيءَ (راڳڻين) جي لحاظ سان جدا جدا سرن هيٺ ڏنل هجن. انهيءَ ڪري اسان جتي ٻه ڪنهن سر هيٺ ٻئي سر مان وائي ٽپائي آندي آهي ته اصل سر جو حوالو ڏنو آهي، انهيءَ لاءِ ته ڳائڻ جي لحاظ سان 'وائيءَ' جو اصل سر به معلوم ٿي سگهي.

مختلف قلمي نسخن ۾ ڪٿي 'سر'، ڪٿي 'روپ' ته ڪٿي 'راڳ' عنوان طور لکيل آهي، پر اسان متن ۾ يکسان طور 'سر' جو لفظ قائم رکيو آهي. اهڙيءَ طرح خ ڏ ڪ د ش نسخن ۾ عنوان 'ڪافي' آهي ته ظ ۾

---

[1] 27-28- ش ۾ اول 'کنيات' ۽ پوءِ 'توڏي' آهي.

[2] زباني خليفو حاجي شير محمد.

[3] ڏسو 'سر ساموندي'، فصل-1 (ص20) ۽ فصل-2 (ص 21-23)

[4] د ۾ 'سر معذور' جي جدا عنوان هيٺ ۽ ش ۾ جدا 'سر آبڙي' جي عنوان هيٺ.

[5] ڏسو 'سر بروو سنڌي' فصل-2 (ص118)

[6] ايضاً. فصل-3 بيت 10، 11 ۽ 12 (ص134-135)



**خليفي صاحب مرحوم جي تربت**

(کبي کان سڄي سندس اولاد مان خليفو حاجي شير محمد، خليفو محمد هاشم ۽ خليفو احمد صاحب)

’وائي‘ آهي، اسان متن ۾ ظ مطابق يڪسان طور ’وائي‘ جو عنوان قائم ڪيو آهي.

رسالي جي متن جي آخر ۾، خليفي صاحب جو باقي شعر ’متفرقه ڪلام‘ جي عنوان هيٺ مرتب ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪلام جي متن جو مدار خصوصاً نسخي خ تي آهي، جنهن کي ڏ، ڪ ۽ ش سان پيٽيو ويو آهي. البت سيني نسخن ۾ اردو ڪلام سنڌي صورتخطيءَ ۾ لکيل آهي ۽ لکندڙ جي اردوءَ سان نا آشنائي سببان ان ۾ ڪافي غلطيون رهجي ويون آهن، جن کي حتي المقدور درست ڪيو ويو آهي. تنهن هوندي بہ لکندڙن جي اصلي غلط فهميءَ سببان ان ۾ ’وزن‘ جون غلطيون رهجي ويون آهن. البت ڪن صحيح لکيل غزلن جا ’وزن‘ بلڪل پورا آهن، جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ خليفي صاحب اهو ڪلام صحيح ۽ سهڻو چيو، پر پوءِ جي راوين ۽ لکندڙن جي اڻ ڄاڻائيءَ سببان ان ۾ سقم رهجي ويا. بهرحال هن ’متفرقه ڪلام‘ جي شموليت سان، سواءِ سرائڪي مثنوي ’سئي پنهونءَ‘ جي، خليفي صاحب جو بيو جملي ڪلام، جو هن وقت تائين معلوم ٿي سگهيو آهي، سو هن رسالي سان گڏ شايع ٿي رهيو آهي.

’متفرقه ڪلام‘ جي آخر ۾، رسالي جي هرهڪ سر جي مقصد ۽ مضمون جي پس منظر تي مختصر طورروشني وڌي وئي آهي ۽ پڻ بيتن ۾ استعمال ٿيل ڪن انوکن لفظن ۽ محاورن جي معنيٰ ڏني وئي آهي، انهيءَ لاءِ تہ پڙهندڙ کي مجموعي طور سر جي مقصد ۽ مضمون توڙي بيتن جي لفظي معنيٰ سمجهڻ ۾ آساني ٿئي.

هن غير مطبوعہ ۽ قيمتي ڪلام کي سهيڙڻ توڙي سمجهڻ ۾ گهڻن ئي مهربانن ۽ دوستن بندي جي مدد ڪئي آهي. خليفي صاحب جي اولاد مان خليفي حاجي شير محمد صاحب ۽ جناب خليفي احمد صاحب مهرباني ڪري رسالي جا قلمي نسخا بندي جي حوالي ڪيا ۽ پڻ خليفي صاحب جي خاندان توڙي سوانح بابت حتي الامڪان تفصيلي حالات مهيا ڪيا. خليفي حاجي شير محمد صاحب بيتن جي صحيح پڙهڻين ۽ لفظن ۽ محاورن جي معنائن سمجهڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. جناب حاجي شير محمد خان نظاماڻيءَ (ساڪن ٽنڊي قيصر)، مهرباني ڪري خليفي صاحب جي رسالي جو قلمي نسخو بندي جي حوالي ڪيو. فقير خدابخش ڪلر (ساڪن ڏيپلو) جي مهربانيءَ سان فقير پير بخش مرحوم وارو قلمي نسخو دستاب ٿيو، ۽ فقير مرحوم حاجي اسماعيل احمداڻيءَ جي ڪوشش سان مرحوم جمال فقير احمداڻيءَ وارو قلمي نسخو مليو. بندو انهن سيني بزرگن جو شڪر گذار آهي. سندن مدد ۽ معاونت ڪان سواءِ هي ڪم هرگز راس نہ ٿئي ها.

جن مخلص ساٿين هن رسالي کي مرتب ڪرڻ لاءِ ميدان هموار ڪيو، تن مان استاد محمد يعقوب ميمڻ، ممتاز مرزا، استاد محمد اسماعيل شيخ ۽ ميان محمد طالب لوهار جا نالا قابل ذڪر آهن. استاد محمد يعقوب نسخي خ تان پهريون نقل اتاريو ۽ هن صاحب توڙي ميان محمد طالب ان نقل کي ٻين نسخن جي پڙهڻين سان پيٽڻ ۾ مدد ڪئي. ممتاز مرزا صاحب ڪافي محنت سان آخري صاف ڪاپي لکڻ ۽ پريس ۾ ڇپائيءَ جي نگراني ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. استاد محمد اسماعيل شيخ آخري پروفن پڙهڻ ۾ مدد ڪئي. سنڌ يونيورسٽي جي پريس مئنيجر محترم اعجاز محمد صديقيءَ ۽ سڄاڻ ڪمپازيٽر محترم محمد حسن بلوچ ۽ سندس ساٿين سهڻي ڪمپوزنگ ۽ ڇپائيءَ جو بار کنيو. آءٌ انهن سيني مخلص ساٿين ۽ ڪارڪنن جو شڪرگذار آهيان.

خادم العلم

**نبي بخش بلوچ**

سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد

6- شوال 1385هه

(28 جنوري 1966ع)

## مقدمو

# خليفي صاحب جي سوانح حيات ۽ سندس ڪلام

## (الف) سوانح حيات [1]

### خاندان:

خليفو نبي بخش صاحب، بلوچن جي 'لغاري' قبيلي جي 'سيرڪاڻي' شاخ مان 'بالاچي' پاڙي جو نامور فرد هو. سيرڪاڻي لغاري ڪلهوڙن جي حڪومت جي آخري ۽ ٽالپورن جي اوائلي دور واري عرصي ۾ ديري غازي خان جي 'لغاري تُمن' مان سنڌ ۾ آيا، ۽ خليفي صاحب جا وڏا اچي تعلقي بدين ۾ سڪونت پذير ٿيا.[2] خليفي نبي بخش صاحب ڪان اڳ جو شجرو هن ريت آهي: نبي بخش بن بالاچ خان بن مرزا علي خان بن پاهڙدين[3] . مرزا-علي خان ڪلهوڙن جي دور ۾ هڪ اثر رسوخ وارو سردار هو. سندس سڪونت تعلقي بدين ۾ ڊوري پراڻ جي ڪپ تي ڳوٺ مــنيءَ ۾ هئي،[4] ۽ مني، نوتيار ۽ ستيارو ديهون سندس جاگير ۾ هيون. مرزا علي خان جي فرزند بالاچ خان جي وقت ۾ حڪومت جي واڳ ڪلهوڙن ڪان ڦري ٽالپور اميرن جي هٿ ۾ آئي، اهو سنہ۱۱۹۷ھ جو واقعو آهي. فتح بعد ٽالپور اميرن ملڪ کي انتظامي لحاظ سان ٽن حصن ۾ تقسيم ڪيو. جنهن موجب ميرپور وارو علائقو ڏکڻ طرف ويندي علي واه ۽ شير واه جي پراڻ وارين ڪيٽين ۽ مني وغيره ديهن سميت مير ٺاري خان جي حوالي ٿيو. مير صاحب، مرزا علي خان واريون جاگيرون بالاچ خان کي بحال ڪري ڏنيون ۽ بالاچ خان مير صاحب جي مکيہ سردارن ۾ شمار ٿيو.

---

[1] سوانح حيات بابت اڪثر مواد خليفي حاجي شير محمد ۽ خليفي احمد صاحب ڪان مليو، ۽ قدري مرحوم حاجي اسماعيل احمداڻيءَ ۽ مولف جي ناني مرحوم لعل بخش خان ڪان دستياب ٿيو. خانداني روايتن ڪان سواءِ، خليفي صاحب بابت ٻيا حالات مرحوم احمد فقير حضوريءَ (ويٺل خليفن جو ڳوٺ)، مرحوم پاندي ٽالپور (ويٺل طرف رپ تعلقي بدين) ۽ مرحوم جمال فقير احمداڻي (ڳوٺ احمداڻي تعلقي ٽنڊي باگي) جي زباني خليفي حاجي شير محمد ۽ ٻين ٽائين پهتا، جي اسان 6 رمضان 1363ھ / 25 سيپٽمبر 1944ع تي خليفي حاجي شير محمد جي زباني قلمبند ڪيا، ۽ بعد ۾ ٻين ڪان پڻ انهن روايتن جي تصديق ٿي. انهن ٽنهي بزرگن وڏي عمر ۾ وفات ڪئي ۽ ٽنهي خليفي نبي بخش صاحب کي ڏٺو هو، ۽ پڻ سندس ساٿارين سان سندن صحبتون ٿيون. انهيءَ ڪري سوانح حيات بابت جملي روايتون معاصرانہ ۽ مستند آهن.

[2] سيرڪاڻي لغارين مان ڪي پاڙا ٽالپوري دور ۾ اُتر سنڌ ۾ خيرپور لڳ اچي ويٺا ۽ ڪي اتان پوءِ سڪرنڊ لڳ لڏي آيا. انهن مان 'بـَـهلولاڻي' پاڙي مان مشهور شاعر حمل فقير لغاري ٿيو. ٻيا اڪثر سيرڪاڻي پاڙا هيٺ لاڙ ۾ اچي ويٺا، جن مان خليفي صاحب جي خاندان ڪان سواءِ ٻيا هن وقت هيٺين ڳوٺن ۾ مقيم آهن: 1- روشن آباد اسٽيشن لڳ ڦانڊ وارا (هن وقت دودو خان ۽ ٻيا) 2- ديهہ ڪارياڻي تعلقي ٽنڊي باگي وارا، جن مان ميرن جي ڏينهن ۾ سرمست خان نالي مشهور ٿيو. 3- ڳوٺ بالاچ خان لغاري (ٽنڊي الهيار ڪان 10-12 ميل ڏکڻ طرف) 4- ڳوٺ حسين خان لغاري، لڳ ڪنگورو، تعلقو ڊگهڙي. 5- ڳوٺ هسو خان لغاري، لڳ ٽنڊو غلام علي، تعلقو ماتلي. 6- ڳوٺ ڄام خان لغاري، لڳ ڏندو، تعلقو ماتلي. 7- ڳوٺ حاجي جهندو خان لغاري، لڳ ترائي، تعلقو ٽندو محمد خان 8- ڳوٺ عالي خان لغاري، لڳ جڪنير، تعلقو ٽنڊو محمد خان 9- ڳوٺ پاهڙ خان، لغاري لڳ ساجن سوائي، تعلقو ٽنڊو باگو. 10- ڳوٺ پنيو لغاري، ۽ 11- ڳوٺ دولت لغاري، لڳ تلهار، تعلقو بدين.

[3] پاهڙدين ڪان وٺي سيرڪاڻي شاخ جي وڏي ڏاڏي 'سيرڪ' ٽائين شجرو ناپيد آهي. 'سيرڪ' ڪان پوءِ جو شجرو 'ڪليات حمل' (مطبوعہ سنڌي ادبي بورڊ) جي مقدمي جي شروع ۾ ڏسڻ گهرجي.

[4] بدين ڪان تقريباً 25 ميل ۽ ڪيڻ ڪان 4 ميل ڏکڻ. اوير طرف، ڊوري پراڻ لڳ.

## ولادت ۽ زندگيءَ جو پهريون دور

نبي بخش جي ولادت اباڻي ڳوٺ 'مٺيءَ' ۾ سن۱۱۹۰هجري (1776ع) ڌاري ٿي. جڏهن ٽالپورن ڪلهوڙن کان سنڌ فتح ڪئي، تڏهن سندس عمر 7 سال کن هئي. سندس ننڍپڻ بابت ڪوبہ تصديق جهڙو احوال ڪونہ ٿو ملي، پر سندس پرورش اباڻي ڳوٺ 'مٺيءَ' واري ماحول ۾ ٿي ۽ وقت جي رواج موجب سندس والد کيس فارسي جي تعليم ڏياري. نصابي تعليم مطابق جيتوڻيڪ هو هڪ 'منتهي' واري درجي کي ڪونہ پهتو، مگر جيئن تہ فطري طور سندس ذهن تيز ۽ ذوق سليم هو، انهيءَ ڪري درسي تعليم بعد هن پنهنجي مطالعي کي وسيع ڪيو ۽ فارسي زبان ۽ ادب مان چڱو حظ حاصل ڪيائين. سرائيڪي زبان ۾ جوڙيل داستان 'سسئي- پنهون' ۾ خليفي صاحب ڪي شعر فارسيءَ ۾ چيا آهن، جي سندس مطالعي ۽ ذوق تي شاهد آهن. مثلاً:

پدر مادر نہ ترسند از خداوند | طفل را در قفس کردند پابند

ڪن فصلن جي شروعات ۾ گاهي بگاهي ساقي نامه طور فارسي آميز اشعار چيا اٿس، جيئن تہ:

بيا ساقي شراب پُر خماري | بده مارا خوريم ما مي دوباري
شرابي خور شتابي مرد غازي | اسپ آيد دويم با زين تازي
اسپ ابلق سيه برکن سواري | شود حاصل ترا جنگ فتح داري

مولانا جاميءَ جي 'يوسف زليخا' سان خليفي صاحب جو گهڻو انس هو، ۽ غالباً ان کان ئي متاثر ٿي 'سسئي پنهون' جوڙيائين. هڪ شعر ۾ جاميءَ کي نالي سان ياد ڪيو اٿس تہ:

لڙن جي نال مشتاقين مدامي
پَلين تنهن کون ميان مخدوم جامي!

فردوسي ۽ نقد انعام لاءِ سندس شاهنامو تصنيف ڪرڻ واري پس منظر کان پڻ خليفو صاحب واقف هو، جنهن ڏانهن هيٺئين شعر ۾ اشارو ڪيو اٿس تہ:

نسي رکدي کتان صد نفس دا سوس
نہ مئن بولي نقد مانند فردوس

ڪتابي علم کان نوجوان نبي بخش جو طبعي شعور ۽ ذاتي فکر بهرحال ڪٿر هو. جهڙو هو پاڻ سهڻو جوان، تهڙو ئي هو سندس عقل جوان. ان سان گڏ سندس حوصلو بلند ۽ بخت بيدار هو. انهيءَ ڪري جيئن هي نوجوان ساماڻو تہ راڄن ۾ سندس نيڪي ۽ ناموس، رهائي ۽ رسائي حد درجي کي وڃي پهتي. مير ٺاري خان کيس پنهنجو خاص درباري ڪري چونڊيو. سندس علمي لياقت، ذهني قابليت، بلند همت ۽ رعبدار شخصيت سببان کيس هڪ سؤ سواريءَ جو پروانو مليو، جنهن کيس جملي سردارن ۾ ممتاز بنائي ڇڏيو.

نبي بخش خان جي قوهہ جواني هئي، جو سندس زندگيءَ ۾ انقلاب آيو. اندازاً سن۱۲۱۵ھ ڌاري جڏهن سندس عمر 25 سال کن هئي، تڏهن مجازي عشق جي شهباز کيس اُڏائي کنيو، ۽ هو محبت جي ماحول ۾ ايترو تہ محو ٿي ويو، جو مير ٺاري خان جي ڪچهريءَ ۽ سلام کي بلڪل وساري ڇڏيائين. مير ٺاري خان کي شڪ جاڳيو تہ شايد هن سردار خودسري اختيار ڪئي آهي، سو ڏانهس حاضر ٿيڻ لاءِ تاڪيدناما موڪليائين. نبي بخش خان نوڪري ۽ نمڪ حلاليءَ جو حق محسوس ڪندي، آخرڪار وڃي مير صاحب جي دربار ۾ حاضر ٿيو. مير صاحب چيس تہ: نبي بخش تو جهڙي داناءَ سردار کان ايتري ڪوتاهي؟ جواب ڏنائين تہ: 'مير صاحب! عقل گدڙ وانگر پنهنجي ڏر تي محڪم وينو هو، پر جڏهن عشق جي شينهن اچي گجگوڙ ڪئي، تڏهن ويچارو گدڙ پڇي ويو.'

مير صاحب وڏيڪ ڪين ڪڇيو ۽ ڪيس واپس ورڻ جي اجازت ڏنائين.

ان بعد سن۱۲۱۷ھ ۾ اتفاق سان ميرٿاري خان جو لغارين سان تصادم ٿيو، جنهن سببان حيدرآباد طرفان موڪليل لشڪر سان سندس جنگ ٿي، جنهن ۾ مير ٿارو خان زخمي ٿي پيو. حيدرآباد جي ميرن صاحبن طرفان انهيءَ صدمي جي تلافي ڪئي وئي، پر مير ٿاري خان ۽ لغارين جي وچ ۾ وٿي پئجي وئي. نبي بخش خان، مير ٿاري خان جي حد جو سربرآورده لغاري سردار هو، سندس آڏو هڪ طرف قبيلي جي ناموس جو سوال هو ته ٻئي طرف مير ٿاري خان جي نوڪري ۽ نمڪ حلاليءَ جو خيال هو. انهيءَ ڪري بهتر ائين سمجهيائين ته بدگمانين جي ماحول کان نڪري ٻاهر ٽپڻ گهرجي. مير باگو خان، جنهن محبت کي حڪومت تي ترجيح ڏني هئي ۽ ملڪ جو حصو ڇڏي 'سنڌ راڻي' سان شادي ڪئي هئي[1] ، تنهن کي نبي بخش خان جي عشق ۽ محبت جو داستان معلوم هو ۽ ساڻس ڪيس همدردي هئي. سندس دعوت تي، نبي بخش خان پنهنجي اباڻي ڳوٺ مِنيءَ مان لڏي اچي مير باگي خان جي جاگير ۾ 'بدامر' جا نوان پَـڊ وسايا.[2]

هنن نوَن پڊن تي نبي بخش خان زندگيءَ جا ڪي سال خوشيءَ ۽ محبت واري ماحول ۾ گذاريا. جنهن خاتون جي عشق ۾ هن اميري ترڪ ڪئي، سا هينئر سندس رفيق حيات هئي. مائيءَ جو نالو 'صابل' هو، جا صورت توڙي سيرت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئي. نبي بخش خان سان سندس نينهن هو. هڪ ٻئي کان گهڙيءَ جي جدائي به ڇڻ سندن واسطي سال برابر هئي. نبي بخش خان جو ماسات 'قاسم' شروع کان ئي هن محبت جي داستان جو راوي ۽ رازدان هو. هو نبي بخش خان کان ننڍو هو، پر ٻئي هڪ ٻئي جا ساٿي هئا ۽ سندن ياريءَ جو ناتو سندن عزازت کان به رتيون ڪثر هو. گهر ۾ سڄڻن سان ماڻائتيون محبتون ته ٻاهر قاسم سان گڏ ڪوڏائتيون ڪچهريون: نبي بخش خان لاءِ هن عرصي واري دم قدم ۾ سکن جا ساٺ سمايل هئا.

پر زماني جا رنگ نرالا آهن. اتفاق اهڙو ٿيو، جو سکن جي بدران سورن اچي نبي بخش جو ساٿ ڏنو. هڪ ڏينهن نبي بخش خان صبح جو گهران نڪتو ۽ جڏهن موٽي آيو ته ڏسي ته سندس من جو مٽيو پکو پيو آهي: جنهن کان سواءِ سندس ساعت نٿي سري، سا هينئر ڪانئس هميشہ لاءِ موڪلائي وئي!

بس خوشين جا در پوري ويا ۽ دردن جا دروازا کلي پيا. نبي بخش کي وڇوڙو ورونهن ٿي آيو ۽ ڪي ٻه چار سال هو ائين بيوس ۽ بي حال رهيو. قاسم، جو سندس حال پائي هو، تنهن ساڻس همدردي ڪئي ۽ حيلا ڪيا، پر نبي بخش تي غم غالب رهيو.

ان وقت سنڌ جي برگزيدي ۽ باشرع عالم، ۽ سنڌ ۾ قادري طريقي جي علمبردار ۽ اهل دل ولي، جناب حضرت پير صاحب محمد راشد رحہ عرف "روضي ڌڻيءَ" جي فيض جي پالوٽ هئي. هزارين ماڻهو سندس مريديءَ جي حلقي ۾ داخل ٿي رهيا هئا، سوين سندس تلقين سان شرع اسلام جي رنگ ۾ رڱجي ويا هئا ۽ ڪيترائي عالم ۽ درويش سندس خلافت جو خرقو ڍڪي صاحبِ فيض بنجي چڪا هئا. قاسم جو والد، جو اصل مياڻوال طريقي جو هو، تنهن کي پڻ هن فيض جي ورڇ مان ملي ۽ هو جناب پير صاحب محمد راشد رحہ جو مريد ٿيو. ان بعد پنهنجي پٽ قاسم کي حضرت پير صاحب جن وٽ وٺي ويو. قاسم پير صاحب جن جي تلقين کان ايترو ته متاثر ٿيو، جو دل ۾ سوچيائين ته نبي بخش جي بي حال زندگيءَ کي حضرت پير صاحب جن جي نظر فيض اثر ئي نئين

---

(1) تنصيل لاءِ ڏسو لوڪ ادب سلسلي جو ڪتاب نمبر 29: سنڌ جا عشقيه داستان-1

(2) 'بدامر' جا پڊ موجوده ٽنڊي باگي تعلقي ۾ (شهر ٽنڊي باگي کان 8 ميل ڪن اتر) نصير واهہ جي اُتر طرف موجوده ڳوٺ 'ٻانيڏيو دل' لڳ هئا، جتي 'بدامر جو مقام' اڃا تائين موجود ۽ مشهور آهي. ڪن روايتن موجب 'بدامر' واري اراضي حيدرآباد جي ميرن جي حد حڪومت ۾ هئي.

سر اجاري حال وارو بنائي سگهي ٿي.

قاسم جيئڻ ئي موٽيو تہ نبي بخش وٽ آيو ۽ اچي ساڻس حال اوريائين. نبي بخش کي ڏردن ايترو تہ ڏوڙيو هو، جو سندس طبيعت دنيا جي بي ثباتيءَ کان وڌيڪ حق ۽ حقيقت ڏانهن مائل ٿي چڪي هئي. انهيءَ ڪري قاسم جي نيڪ صلاح قبول ڪري ساڻس گڏجي جناب حضرت پير صاحب جن ڏانهن روانو ٿيو.

## زندگيءَ جو ٻيو دور

خانداني روايت موجب، نبي بخش جيئڻ ئي قاسم سان گڏجي روانو ٿيو تہ حضرت پير صاحب جن جي فيض مان بهرور ٿي مريد بنجڻ جو پنڌ ۾ ئي سندس ارادو پختو ٿيندو ويو. هي اندازاً ١٢٣٠هہ هو، ۽ نبي بخش جي عمر ان وقت چاليهہ سال کن هئي. روحاني فيض لاءِ عمر جو هي سال هڪ نيڪ فال هو ۽ جيئڻ ئي حضرت پير صاحب جن جي نظر تي چڙهيو تہ هن عارف سڃاڻي ورتو تہ هن مرد ۾ مٽيا آهي ۽ ڪيس سهاري جي ضرورت آهي. پاڻ ڪيس ڀرهاڻي ڏئي ويهاريائون ۽ ذڪر جي تلقين ڏئي فرمايائون تہ: 'تياري ڪريو تہ فقير کي خلافت جي پڳ ٻڌايون.' نبي بخش عرض ڪيو تہ: 'قبلا! آءٌ ڏٽيءَ جو نانءُ پڇڻ ۽ مريد ٿيڻ آيو آهيان ۽ خلافت جي بار ڪڻڻ جهڙو ناهيان. سنڌ ۾ اوهان جي نامور خليفن ڪا جاءِ فيض کان خالي ڪانہ ڇڏي آهي.' پير صاحب جن جواب ڏنو تہ: 'نبي بخش! تنهنجي رسائي اتي ٿيندي، جتي ٻيا اجا نہ پهتا آهن.' ائين چئي بروقت ڪيس خلافت جي پڳ ٻڌائي، سندس حق ۾ دعا گهريائون. انهيءَ قرب ۽ دعا نبي بخش کي گرويدو بنائي ڇڏيو. حضرت پير صاحب جن سان سندس دلي ارادت ۽ عقيدت مضبوط ٿي ۽ هن خلافت جي فيض کي دور دراز خِطن تائين پهچائڻ جو پڪو پهہ ڪيو.

**رياضت ۽ عبادت:** حضرت پير صاحب جن جي فيض ۽ تلقين سان خليفي صاحب جا غم ميٽجي ويا ۽ روحاني خوشيءَ جا دروازا کُلي پيا. پنهنجي ماسات قاسم سان سندس دلي محبت جا پيوند ويتر پختا ٿي ويا، جو هن نيڪ صلاح ڏئي ڪيس مرشد ڪامل تائين پهچايو. هن الاهي محبت سان سرشار ٿي موٽڻ بعد دنيا جا وهنوار ترڪ ڪري اچي رياضت شروع ڪيائين ۽ ڏها ۽ چاليها ڪڍيائين. خليفي صاحب جي مرشد سان سچي محبت ۽ دلي عقيدت، ڪانئن جدا فراق واري حالت، زيارت جي ڪشش ۽ بار بار حاضري ۽ خدمت، ۽ مرشد جي راض ۽ روحاني فيض جي نعمت جون مقالون حضرت روضي ڏٽيءَ جي جماعت ۾ سگهوئي مشهور ٿي ويون. ڪيترائي درگاه جا مريد ۽ سچا فقير گهر ٻار ڇڏي تارڪ بنجي اچي خليفي صاحب جي خدمت ۽ صحبت ۾ گذارڻ لڳا، جن کي خليفي صاحب نفس جي پاڪائيءَ خاطر عبادت ۽ رياضت جي تلقين ڏني، ۽ پاڻ سان گڏ ساڳئي وقت ڏهن ۽ چاليهن ۾ ويهاريو. سندس هڪ چلو، جو چاليهن ڏينهن جي رياضت جو هو، سو جماعت جي فقيرن ۾ ڪافي مشهور آهي. اهو چلو خليفي صاحب، پراڻ جي اپرندي ڪنڌيءَ تي 'ونگي' لڳ هڪ ٻڙ جي هيٺان ڪڍيو ۽ انهيءَ ڪري 'ٻڙ وارو چلو' سڏجي ٿو. انهيءَ موقعي تي سندس طالبن مان جيڪي تارڪ فقير هن رياضت ۾ شامل ٿيا ۽ چلن ۾ وينا، سي هيءُ هئا: 1- گولو فقير لوهار، 2- هاشم فقير پُنو ٻَنيءَ (ڪڇ) جو، 3- جان محمد فقير (پَڇَم جو؟)، 4- نارو فقير قَـڙڪارو، 5- گولو فقير ڪانائي، موهنہ (لڳ نـدو شهر) جو. هن چاليهن ڏينهن جي چلي ۾، خليفو صاحب ۽ ٻيا سڀيئي فقير هڪ ڪارڪ تي روزو رکندا هئا ۽ هڪ ڪارڪ تي چوڙيندا هئا ۽ ڪوزن مان پاڻي ڍڪ پيئندا هئا. ٻيو کاڌو پيتو بند هو ۽ سندن سڄو توجهہ عبادت ۽ ذڪر فڪر ڏانهن هو.

مريديءَ ۽ خلافت جي فيض ڪان پوءِ ٽي سال ڪن رياضت جو سلسلو جاري رهيو. جنهن خليفي صاحب جو اندر اجاري اڇو ڪيو. حضرت پير صاحب جن جي محبت ۽ تلقين سان خليفو صاحب ٿوري ئي عرصي ۾ رڇي لال ٿيو. هن وقت قدرت طرفان خليفي صاحب لاءِ هڪ روحاني صدمو منظور هو. رمضان سن۱۲۳۳ھ ۾ سندس مرشد ۽ رهبر جناب حضرت پير صاحب محمد راشد رحہ وفات ڪئي. هڪ سچي طالب لاءِ هيءُ هڪ وڏو صدمو هو. پر خليفي صاحب جو حوصلو بلند هو ۽ همت ۽ توڪل سندس سرشت ۾ سمايل هيون. روحاني فيض سبيان ڌڻيءَ تي توڪل ۽ سندس رضا جي تمنا مٿس غالب رهي، انهيءَ ڪري هن فراق کي رضا الاهي ڄاڻي، حضرت روضي ڌڻيءَ جي ذڪر ۽ تلقين کي عام ڪرڻ جو عزم ڪيائين. خلافت جي امانت، جا مرشد ڪامل ڪيس سونپي هئي، ان جي جوابداري محسوس ڪري، درگاهہ جي خدمت ۽ خلق خدا سان محبت کي زندگيءَ جو شيوو بنايائين.

جناب حضرت روضي ڌڻيءَ بعد سندن فرزند حضرت صبغت الله شاهہ رحہ سجاده نشين ٿيو. جنهن هڪ طرف سنڌ ۽ ان سان لاڳو علائقن جي عوام ۾ اسلامي تبليغ ۽ تلقين جي سلسلي کي وسيع ڪيو تہ ٻئي طرف هن برصغير ۾ اسلام جي اقتدار ۽ مسلمانن جي آزاديءَ ۽ وقار وارين تحريڪن سان پاڻ کي وابستہ ڪيو. سيد احمد شهيد رحہ بريلوي سنڌ ۾ آيو تہ پير صاحب صبغت الله شاهہ ئي سندس دلي مرحبا ڪئي ۽ سندس جهاد واري تحريڪ جي پوري پٺڀرائي ڪئي: بين با عمل عالمن ۽ صالحن کي پڻ سيد صاحب جي حمايت لاءِ آماده ڪيائون. پنهنجن مريدن مجاهدن جا دستا سيد صاحب سان گڏي موڪليائون. ۽ پويان مسلسل رسد ۽ امداد جو انتظام ڪيائون. پير صاحب جن جي جماعت ۾ آزاديءَ جي علمبردارن **”حرن“**جو بنياد اُن ڏينهن ڪان پيو. خليفو نبي بخش صاحب همت، جرأت ۽ صداقت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو ۽ جهاد لاءِ جهڙس ڪارگر ڪمانڊر پيو ڪونہ ٿئي ها، پر حضرت روضي ڌڻيءَ جن ڪيس خاص طرح روحاني فيض جي تبليغ خاطر خلافت جي پڳ ٻڌائي هئي، انهيءَ ڪري غالباً حضرت صبغت الله شاهہ طرفان پڻ ڪيس حضرت روضي ڌڻيءَ جي ارشاد جي تعميل ۽ تڪميل لاءِ تاڪيد ٿيو. حضرت صبغت الله شاهہ جي تيرهن سالن واري دور (۱۲۳۳-۱۲۴۶ھ) ۾ خليفو صاحب رات ڏينهن انهيءَ ڌُن ۾ رهيو ۽ سنڌ ڪان وٺي ڪاٺياواڙ ۽ گجرات طرف عابدن، صالحن ۽ عقيدتمندن جو هڪ وڏو گروهہ پيدا ڪيائين.

سندس هن تبليغ ۽ تلقين جي شروعات سنڌ ۾ موجوده ٽنڊي باگي، بدين ۽ ڏيپلي تعلقن وارين اراضين سان ٿي، جتي پنج ڇهہ هزار ماڻهو خليفي صاحب جي صحبت ۾ حضرت پير صاحب پاڳاري جي جماعت جي دائري ۾ داخل ٿيا، جن مان ڪي خاص گروه هي هئا: علياڻي ۽ احمداڻي لغاري تعلقي ٽنڊي باگي جا، ٽالپور ۽ خاصخيلي ولاسيي جا، ٽيبا ڪيڏڻ جا، ڪپري بلوچ ونگي جا، چانڊيا ۽ نهڙيا ڪاڪ جا، ساند مورَ هڏيءَ جا، ڪيريا ۽ ڳاها لير (لڳ خيرپور گنبي) جا، ڪاٺائي نندي شهر جا، ڪوسا ’ويءَ بهادر‘ جا وغيره. سنڌ کان ٻاهر خليفي صاحب ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات طرف پنهنجي تبليغ جي دائري کي وسيع ڪيو ۽ اتي پڻ ڪي هزار ماڻهو جماعت جي زُمري ۾ داخل ٿيا. ڪڇ ۾ ’ٻنيءَ‘ واري پرڳڻي ۾ گام مُتوا ۽ ٻين ڳوٺن وارا مريد ٿيا. ڪاٺياواڙ ۽ گجرات طرف هڪ وڏو تعداد جماعت ۾ شامل ٿيو. جن مان هيٺيان ماڻهو خليفي صاهب جا خاص صحبتي ۽ تبليغ ۽ تلقين ۾ سندس خاص خليفا ٿيا: 1- ڪٽي ابا جمال، ڪٽي آدم ۽ ڪٽي جان محمد شهر ڪوٽ رامود (رياست ڪوٽڙو سانگهاڻي، گوندل ڪان ڏهہ ميل ڪن اوپر) جا. ڪٽي ابا جمال، خليفي صاحب جي آمد ۽ منزل لاءِ ’خليفي صاحب جو اوتارو‘ قائم ڪيو. 2- سيد عبدالقادر، شهر ڏوراجي جو. سيد صاحب پاڻ وقت جو عالم، وڏي اثر رسوخ ۽ پيري مريديءَ وارو هو. خليفي صاحب جي صحبت جو مٿس وڏو اثر پيو ۽ آخر عمر ۾

خود جناب پير صاحب حزب الله شاه کان روبرو ذکر ورتائين. سيد عبدالقادر جي مسجد سندس مرشد جي نالي پويان "سائينءَ واري مسجد" (يعني پير سائينءَ واري مسجد) سڏجڻ لڳي ۽ اڄا تائين انهيءَ نالي سان مشهور آهي. سيد عبدالقادر جو روضو، ڏوراجي جي 'ٻاهڙپوره' پاڙي ۾ زيارت گاه عام و خاص آهي. 3- مولوي محمد صاحب ڏوراجي جو ۽ کانئس پوءِ سندس پٽ مولوي ابو. 4- حاجي موسيٰ موتي والا شهر ڏوراجي جو. 5- راڻي راڄ- بختو، جهونا ڳڙهه جي نواب بهادر خان جي گهر واري، خليفي صاحب جي معتقد ٿي ۽ وڏا خير جا ڪم ڪيائين. 6- جمعدار اسحاق ۽ جمعدار جامين (يامين)، ڏونگر گام (پائونگر) جا. 7- بيگ محمد شهر پاليتانا جو. 8- جمعدار الله رکا ۽ سندس پٽ عبدالله، جمعدار ڪامل ۽ جمعدار موجو 'تانيا' (رياست پائونگر) جا. 9- جمعدار لعل محمد 'پاڻ وَڙ' (رياست پائونگر) جو. 10- يوسف زري والا، شهر ليمبڙي (رياست ليمبڙي) جو. 11- عثمان بن تار محمد شهر موربي (رياست موربي) جو. 12- نور محمد مومنا، شهر واڪانير (رياست واڪانير) جو. 13- جلا پڳت شهر ويرپور (رياست ويرپور) جو، جيڪو خليفي صاحب جي صحبت ۾ مسلمان ٿيو. 14- امُو ميان ۽ جمو ميان ذات جا دل 'ڪيرالو' (رياست بڙودي) جا. 15- هڪ ميمڻ سيٺ 'امل سار' (لڳ بمبئيءَ) جو، جنهن جي اولاد مان پوءِ موسيٰ ميمڻ ٿيو. انهن کان سواءِ راجڪوٽ، پوربندر، منگرول ۽ رياست پائونگر جا ڪيئي ڳوٺ (خصوصاً ڏونگرگام، تاتنيا، آسراٽا ننڍا ۽ آسراٽا وڏا، چاپريون، ٻيڙا، ليڪاڙا، مَوا، وڪڙ بندر) توڙي پاليتانا ۽ رياست بڙودي جا ڪيترائي ڳوٺ سربستا مريد ٿي جماعت ۾ شامل ٿيا. خليفي صاحب پنهنجي مڙني معتقدن کي قادري سلسلي جو ذڪر ڏنو ۽ درگاه حضرت پير صاحب پاڳاري ڏانهن متوجه ڪيو. باوجود وڏي اثر رسوخ جي پاڻ پير ڪونه بڻيو ۽ پاڻ کي هميشه درگاه جو خادم ۽ روضي ڌڻيءَ جو خليفو سڏايائين. ان جماعت جي استدعا تي جناب شمس العلماءِ پير صاحب شاه مردان شاه (ڪوٽ ڌڻي) ڪاٺياواڙ ۽ گجرات طرف سفر ڪيا ۽ ورهاڱي پاڪستان جي قيام تائين پير صاحب پاڳاري جي جماعت جو اهو سلسلو ۽ نظام اتي جاري رهيو.[1]

ڪاٺياواڙ ۽ گجرات طرف خليفي صاحب جو تبليغي سلسلو جناب حضرت روضي ڌڻي رحه جي وفات (١٢٣٣هه) بعد شروع ٿيو ۽ اندازاً 25 سال جاري رهيو. جناب پير صاحب صبغت الله شاه جي عملي ۽ مجاهدانه زندگيءَ واري نظريي خليفي صاحب جي هن ڪوشش کي ڪامياب بنايو ۽ جناب پير صاحب جن جي سجاده نشينيءَ واري تيرهن سالن جي عرصي (١٢٣٣-١٢٤٦هه) ۾ ڪاٺياواڙ ۽ گجرات طرف انهيءَ تبليغ ۽ تلقين جا بنياد پختا ٿيا.

## زندگيءَ جو ٽيون دور

رمضان ١٢٤٦هه ۾ مجاهد اول پير صاحب صبغت الله شاه وفات ڪئي ۽ کانئن پوءِ سندن فرزند جناب پير صاحب علي گوهر شاه صاحب سجاده نشين ٿيو، جو پنهنجي علم ۽ فضل سان گڏ محبت ۽ درد ڀري دل رکندڙ ۽ فقيري حال ڏانهن مائل هو. 'اصغر' جي تخلص سان پنهنجي حال جو اظهار ڪافين ۾ ڪيائين، جي سنڌي ڪافيءَ جي صنف ۾ معياري حيثيت رکن ٿيون.[2] سندن سجاده نشينيءَ وقت خليفي صاحب جي عمر پنجاه سالن

---

[1] طالب علميءَ جي زماني ۾ منهنجو بهاؤ الدين ڪاليج جهوناڳڙهه ۾ چار سال 1937-1941ع رهڻ ٿيو. ان عرصي ۾ بعضي جڏهن ڪاٺياواڙ جي ڪن شهرن ۾ وڃڻ پئي ٿيو ته اتي جا ڪي ماڻهو سنڌي سمجهي وڏي محبت سان ملندا هئا ۽ چوندا هئا ته اسين اصل روهڙيءَ واري پير جا مريد آهيون.

[2] پير صاحب علي گوهر شاهه 'اصغر' جو ڪلام "اصغر سائينءَ جو ڪلام" عنوان سان پروفيسر شيخ محمد فاضل 1999ع ۾ ترتيب ڏني، سڪندريه جماعت، پير ڳوٺ پاران ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. (ادارو)

کان متي هئي ۽ فقيريءَ جي مٿس موج هئي. خليفو صاحب پنهنجي صورت ۽ سيرت، همت ۽ جرأت، توڪل ۽ صداقت سببان جماعت ۾ برک هو ۽ انهيءَ ڪري حضرت پير صاحب جن جو بہ مٿس خاص راض رهيو. حضرت اصغر صاحب جن جي صحبت جي فيض، سندن محبت پريءَ دل ۽ شاعرانہ ذوق کان خليفو صاحب گهڻو متاثر ٿيو ۽ حضرت پير صاحب جن جي سجاده نشينيءَ واري دور (١٢٤٦-١٢٦٣ھ) ۾ ئي خليفي صاحب پنهنجي ڪلام جو وڏو حصو چيو ۽ شاعريءَ جي سلسلي کي اوج تي پهچايو. ١٢٤٩ھ ۾ افغانن جي لشڪر شڪارپور ۽ سکر کان سنڌ تي چڙهائي ڪئي ۽ آخر ڪرڙيءَ ۾ سنڌ جي دفاعي لشڪر تي اوچتو حملو ڪيو. جنهن ۾ سنڌ جا ڪيئي ڪونڌر ڪُسي ويا. همت ۽ جرأت، وطن جي حب ۽ مردانگي خليفي صاحب جي سرشت ۾ سمايل هيون. هن حادثي سندس طبيعت تي ايڏو اثر ڪيو، جو وطن جي انهن سرويچ سورهين کي جسن ڏيڻ لاءِ 'سر ڪيڏارو' جوڙيائين. اُن بعد سن١٢٥٤ھ ۾ 'سسئي پنهونءَ جو داستان' سرائڪي زبان ۾ جوڙي راس ڪيائين. هن عرصي ۾ ڪانياواڙ ۽ گجرات طرف سندس سفر جاري رهيا ۽ خود سسئيءَ جو داستان شهر ڪوٽ رامود (رياست ڪوٽڙو سانگهاٽي، ڪانياواڙ) ۾ ٢٥- ذوالقعده سنہ١٢٥٤ھ ۾ پورو ڪيائين.

سنہ١٢٥٩ھ ۾ سنڌ تي انگريزن غاصباڻو قبضو ڪيو. وطن جي آزاديءَ جي خاتمي هن وطن دوست جي عملي زندگيءَ تي پڻ وڏو اثر وڌو. سنڌ جي اندروني حالتن سببان في الحال سندس ڪانياواڙ ۽ گجرات طرف وارين مسافرين تي اثر پيو ۽ خليفي صاحب جو اڪثر وقت سنڌ ۾ پنهنجي اهل و عيال ۽ فقيرن درويشن جي صحبت ۽ حضرت پير صاحب جن جي زيارت ۽ خدمت ۾ گذرڻ لڳو.

پنهنجي مربي ۽ دوست مير باگي خان جي وفات کان پوءِ خليفي صاحب کي بدام وارن پدن ۾ رهڻ ذرا ڏکيو ٿي پيو هو. انگريزن جي قبضي بعد ٽالپور اميرن جو اڳيون اوج باقي نہ رهيو ۽ انگريزن پڻ پنهنجي رٽيل منصوبي سببان کين خانداني جهيڙن جهڳڙن ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. انهيءَ ڪري انگريزن جي قبضي بعد، خليفي صاحب بدام وارا پد ڇڏي اچي ٽنڊي باگي شهر کان 6 ميل اوير طرف باگي واه جي اترئين ڪپ تي موجوده ڳوٺ (تعلقو ٽنڊو باگو) ٻڌو. سندس فرزند مراد علي ۽ احسان علي ان وقت زنده هئا. اصل ڳوٺ 'منيءَ' جي نالي سان هن نئين ڳوٺ جو نالو پڻ "منيءَ وارا خليفا" مشهور ٿيو.[1] جو خليفي صاحب ڳوٺ تي پنهنجو نالو رکڻ مناسب نہ سمجهيو.

سن١٢٦٤ھ ۾ جناب پيرَ صاحب علي گوهر شاه صاحب "اصغر" وفات ڪئي ۽ مرشد مربيءَ جي قرب ۽ محبت وارين صحبتن کان محرومي خليفي صاحب لاءِ هڪ وڏو روحاني صدمو بني. جناب پير صاحب 'اصغر' جن کان پوءِ سندنَ فرزند پير صاحب حزب الله شاه (تخت ڌڻي) سجاده نشين ٿيو. سجاده نشينيءَ وقت سندن عمر اجا پورا پنج سال بہ ڪانہ هئي. خليفي صاحب جي عمر ان وقت 73 سال کن هئي. جناب حزب الله شاه جن جي تربيت ۽ تعليم جي باري ۾ خليفي نبي بخش صاحب وڏو بهرو ورتو. هڪ ڀيري خليفو صاحب درگاه تي ويو تہ ڏٺائين تہ نوازيو نالي ڪامي (خادم) ۽ بيا، بلبلين ڦاسائڻ خاطر پيا پير صاحب جن سان گڏ ڊپ اڏارائين. خليفي صاحب کين زبردست تنبيهہ ڪئي تہ: 'اڙي نمڪحرام! اوهان بہ ڪامي ٿيا آهيو، جو اهڙا ڪم پيا ڪريو، اوهان تہ هن کي پيرَ جو پٽ سمجهي پيا راند ڪرايو، پر هن صاحبزادي ۾ اها مٽيا آهي، جو جيڪي جيئرا هوندا سي ڏسندا.

---

[1] پڻ "ڳوٺ، نار وارا خليفا" سڏجڻ لڳو. 'نار'، درياءَ جو هڪ اڳوڻو ڦاٽ هو، جنهن جي وهڪري واري پيٽ جا نشان اجا تائين خليفن جي ڳوٺ جي اتر اولهہ طرف موجود آهن. سنہ1876ع واري سيٽلمينٽ بعد هن ڳوٺ جو نالو خليفي علي بخش (بن خليفي احسان علي بن خليفي نبي بخش) جي نالي پويان ڦري "ڳوٺ خليفو علي بخش" (ديهہ اُنڙڪي، تپو ٻڪو چانديو) ٿيو.

اوهان کي کو عالم کونہ ٿو ملي، جو پير صاحب جن کي سنڌس حوالي ڪريو. جيئن استاد جي اجازت کان سواءِ ڪنهن بہ ٻيءَ ڳالهہ ۾ مشغول نہ ٿئي.' ان بعد جيستائين پير صاحب جن جي تعليم جو انتظام نہ ٿيو، تيستائين خليفي صاحب درگاهہ کانہ ڇڏي.

خليفي صاحب جو وڏو فرزند مراد علي ڪجهہ اڳ ۾ لاولد فوت ٿي چڪو هو. ان بعد سنڌس ٻئي فرزند خليفي احسان علي پڻ خليفي صاحب جي آخري عمر ۾ وفات ڪئي. خليفي صاحب لاءِ هاڻي باقي سهارو سنڌس پوٽا (خليفي احسان عليءَ جا پٽ) غلام نبي ۽ علي بخش وڃي بچيا. زندگيءَ جي هن پوئين دور ۾ خليفو صاحب فقط مرشد ۽ درگاهہ جي زيارت لاءِ ويندو هو، باقي سنڌس سڄو وقت ڳوٺ ۾ ئي ٿي گذريو، جتي سنڌس ساٿارين، درگاهہ جي خليفن ۽ جماعت جي فقيرن اچي ٿي ساڻس صحبتون ڪيون. سڄي عمر جي دستور موجب آخر دم تائين عبادت ۾ مشغول رهيو. نماز جا پنجئي وقت تهجد ۽ اشراق سميت پڙهندو هو ۽ رمضان شريف جي مهيني کان سواءِ پڻ هر مهيني جا اڪثر ڏينهن روزي ۾ گذاريندو هو. پنهنجن پوٽن، غلام نبي ۽ علي بخش جي تربيت ۽ تعليم طرف آخري دم تائين سنڌس توجهہ رهيو. سنڌس وڏو پوٽو غلام نبي، عاقل، بالغ ۽ نوجوان هو، جو خليفي صاحب وفات ڪئي.

خانداني روايتن موجب خليفي نبي بخش صاحب ڪافي وڏي عمر ۾ وفات ڪئي ۽ وفات وقت سنڌس عمر ڪم از ڪم نوي سال هئي. انهيءَ اندازي موجب خليفي صاحب سنہ١٢٨٠هہ (1863ع) ڌاري وفات ڪئي. وفات واريءَ رات جي شام جو سنڌس صحبتي ۽ ساٿياري، ڳوٺ 'مور' (لڳ ڏندي) جو ميون (ذات جو ترڪ) ڪيس ملڻ لاءِ آيو. خليفو صاحب بيمار هو ۽ ٻاهر نڪرڻ جهڙو ڪونہ هو، سو پنهنجي پوٽي غلام نبيءَ کي سڏي چيائين تہ: 'ٻاهر وڃي ميين سان مل ۽ ڪچهري ڪر. منهنجو وقت پورو ٿيڻ وارو آهي، انهيءَ ڪري ميين سان اهڙي تہ سهڻي مجلس وڃي ڪر، جو ائين نہ سمجهي تہ خليفي کان پوءِ پويان ڪا پهر باقي نہ آهي. منهنجا ڪيس سلام ڏج ۽ چئج تہ هن وقت ٻاهر اچڻ جهڙو ڪونہ آهيان، باقي صبح جو ملنداسون. غلام نبيءَ کي ايتري تعليم ۽ تربيت ملي چڪي هئي، جو هن خليفي صاحب جي منشا مطابق ميين سان وڃي سهڻي ڪچهري ڪئي. خليفي صاحب رات جو وفات ڪئي ۽ صبح جو ميون سنڌس جنازي نماز ۾ شريڪ ٿيو. خليفي صاحب کي سنڌس ٻاهرين اوطاق ۽ مسجد لڳ اتر طرف دفن ڪيو ويو، جتي سنڌس مزار اڄ تائين موجود آهي.

## خليفي صاحب جو اولاد

خليفي نبي بخش صاحب کي ٻہ پٽ ٿيا: مراد علي ۽ احسان علي، جي ٻئي خليفي صاحب جي حياتيءَ ۾ فوت ٿيا. مراد علي وڏو هو ۽ لاولد فوت ٿيو. ننڍو احسان علي ١٢٥٩هہ کان پوءِ ٻہ ٽي سال زنده هو. هڪ روايت موجب خليفي صاحب سنڌس شادي ڳوٺ مير خان لغاري (تعلقي سڪرنڊ) جي 'سيرڪاٽي' لغارين مان ڪرائي ۽ اها خاتون اتان جي مشهور شاعر حمل خان جي ماسات هئي. احسان عليءَ کي ٻہ فرزند ٿيا: غلام نبي ۽ علي بخش، جن جي تربيت خود خليفي صاحب پنهنجي عمر جي آخري دور ۾ ڪئي. خليفي صاحب جا هي ٻہ پوٽا، پير صاحب پاڳاري جي جماعت ۾ وڏي نالي وارا ٿيا: خليفي غلام نبيءَ جماعت ۾ 'فرق' جو بنياد وڌو ۽ خليفو علي بخش 'سالم جماعت' ۾ نالي وارو فقير ٿي گذريو.

## خليفو غلام نبي

غلام نبي سن۱۲۵۵ھ ڄاري ڄائو. ستن اٺن سالن کن جو هو، جو سندس والد وفات ڪئي. سندس تعليم ۽ تربيت سندس ڏاڏي خليفي نبي بخش صاحب جي زير نگراني ٿي. رپ (تعلقي بدين) جي مدرسي ۾ مولوي لطف علي صاحب وٽ فارسي تعليم حاصل ڪيائين. نهايت ذهين، عقلمند ۽ انقلابي خيالات جو هو. خليفي نبي بخش صاحب جي وفات وقت سندس عمر 25 سال کن هئي. سندس ذهن ۽ ذڪاوت تي خود خليفي صاحب کي اعتماد هو، جو پنهنجي وفات واريءَ رات ڪيس 'ميين ترڪ' سان مجلس ڪرڻ لاءِ موڪليائين. [1]

**شجره**

**خليفو نبي بخش صاحب ۽ سندس اولاد**

**بالاچ خان**




(1) ڏسو مٿي ص[15]

غلام نبي نهايت ذهين ۽ عاقل هو، مگر ان سان گڏ خود خيال ۽ انقلابي جذبات وارو هو. جناب پير صاحب حزب الله شاهہ کان ٽي سال کن وڏو هو ۽ خليفي نبي بخش صاحب جي پوٽي جي حيثيت ۾ ٻالجتيءَ کان پير صاحب موصوف جن جي صحبت ۽ خدمت ۾ گذاريائين، ۽ وڏو ٿيو تہ ساڻس هڪ سچي سرويچ مريد وارو ناتو ڳنڍيائين. پير صاحب حزب الله شاہ پنهنجي وقت جو وڏو سخي مرد، سخن سنج، شاعر (تخلص 'مسڪين')[1] ۽ شاهاڻي شان شوڪت جو مالڪ هو. انهيءَ ڪري رياست جي والي مير علي مراد خان ٽوڙي پنهنجي خاندان جي ڪن فردن جون ساڻن رقابتون شروع ٿيون. خليفي غلام نبيءَ سوچ ويچار بعد جماعت کي هن اصول تي منظم ڪرڻ شروع ڪيو تہ: 'درگاه ۽ مرشد جي مدد ۽ حفاظت جي ذميواري جماعت تي آهي. انهيءَ لاءِ مرشد جي چوڻ يا ڪانئس پڇڻ جي ضرورت ڪانهي. وقت سر اهو فيصلو جماعت جي مکيہ ماڻهن کي ڪرڻو آهي، ۽ هر قرباني ڏئي ان تي قائم رهڻو آهي. ٻيو تہ جيئن خدا هڪ ۽ رسول هڪ آهي، تيئن مرشد بہ هڪ ئي تسليم ڪرڻو آهي. مرشد جي ويجهي ۾ ويجهي عزيز جي عزت ڪري سگهجي ٿي، مگر ارادت ۽ عقيدت فقط هڪ مرشد سان ئي ٿي سگهي ٿي. انهيءَ ارادت ۽ عقيدت ۾ مرشد ۽ ڪنهن ٻئي (مرشد جي ويجهي ۾ ويجهي عزيز ٽوڙي ٻئي ڪنهن رئيس، سردار يا حاڪم) جي وچ ۾ 'فرق' ڪرڻ لازمي آهي.'

انهن اصولن جي بنا تي خليفي غلام نبيءَ 'فرق' جو بنياد وڌو. جن انهن اصولن کي قبول ڪيو، تن خليفي غلام نبيءَ کي پنهنجي طريقي جو 'مُک' (مکيہ اڳواڻ) ڪري تسليم ڪيو ۽ 'فرق وارا' سڏجڻ لڳا، ۽ جن چيو تہ مرشد جي چوڻ يا ڪانئس پڇڻ کان سواءِ ڪوبہ قدم کڻڻ جائز ناهي، سي 'سالم' (صلح پسند) سڏجڻ لڳا. ارادي جي آزادي ۽ سر جي قربانيءَ ۾ 'فرق وارا' برک ٿيا ۽ مرشد جي حڪم جي پيرويءَ ۽ پرهيزگاريءَ ۾ 'سالم' سرس ٿيا. 'فرق وارن' جان جي قربانيءَ جي بناءَ تي پاڻ کي اڳين 'حر مجاهدن' جو جاءِ نشين بنايو ۽ عام طور 'حر' سڏجڻ لڳا، حالانڪ ڏارين جي غلاميءَ کان نفرت ۽ انهيءَ بناءَ تي خصوصاً انگريزن خلاف حقارت وارو جذبو مجاهد اول جناب پير صاحب صبغت الله جي تلقين بعد درگاه جي سچي جماعت (فرق خواه سالم) ۾ يڪسان طور رائج رهيو. بهرحال خليفو غلام نبي هڪ خود خيال ۽ انفرادي شخصيت جو مالڪ هو، جنهن 'فرق' جو بنياد وڌو ۽ حر تحريڪ کي 'مُکن' جي اڳواڻيءَ هيٺ نئين نظام جي بنياد تي مستحڪم ۽ مضبوط ڪيو. انهيءَ تنظيم جي بنيادن تي ئي 'حرن' انگريزن جي بي پناه طاقت سان چوٽون کاڌيون، ۽ سنڌ ۾ ڌارين جي غلاميءَ خلاف بغاوت جي جهنڊي کي جهڪڻ نہ ڏنو.

خليفي غلام نبيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ 'فرق وارن' ٻهريون پيرو پير صاحب پاڳاري جي مخالفن ۽ انگريزن جي حامين خلاف ڪارروايون شروع ڪيون، جنهنڪري کيس ست سال وطن ڇڏي وڃي حرمين شريفين رهڻو پيو. اتان هڪ 'وڻ' جي صورت نقش ڪري پنهنجي استاد مولوي لطف عليءَ ڏي موڪليائين. ان وڻ جي ٽارين ۾ پن 'ابجد' جي حساب موجب رکيل هئا، جن مان مولوي صاحب عبارت معلوم ڪئي تہ "ڪاتب غلام نبي از مدينہ." باوجود انقلابي ۽ عملي زندگيءَ جي ڪشمڪش جي، خليفي غلام نبيءَ پنهنجي ادبي ذوق ۽ شاعرانہ شعور کي قائم رکيو. سندس سرويچ ساٿين مان فقير احمد لغاري هڪ معرڪي ۾ سر ڏئي سُرهو ٿيو هو، انهيءَ ڪري سندس نالي پويان پنهنجو تخلص 'احمد' اختيار ڪيائين. سندس ڳچ جيترو ڪلام قلمي صورت ۾ سندس پوٽي خليفي احمد صاحب وٽ محفوظ آهي ۽ پڻ خليفي نبي بخش صاحب جي رسالي جي نسخي 'ڏ' جي آخر ۾ قلمبند ٿيل آهي. اهو ڪلام

---

[1] پير حزب الله 'مسڪين' جو ڪلام پڻ ڇپيل آهي. (ادارو)

هينين عنوانن تي مشتمل آهي: مناجات نبي ﷺ، مناجات حضرت علي رضي الله عنه، ابيات راڳ ڪليان (در بيان رموز عاشق و معشوق)، ڪافيون (مختلف سرن مان جملي سورهن)، حمد (هڪ)، ٻہ فرد فارسي، مثنوي (تصوف) زبان هندوي، پچن (هندي، يارهن) راسوڙا (ڏهہ)، سبد (سبد) زبان گجراتي (هڪ)، دوهو (هڪ) ۽ نظم فارسي بعنوان "عريضي عاشق در حضور معشوق". سندس ڪلام مان ڪي مثال نموني طور هيٺ ڏجن ٿا:

## ابيات در مدح حضرت پير سائين

اول الله چان اڪبر، جنهين خلقي خلق خوشتر، سين ڪان پاڪ آ پرور
وڏائي هيبت و حشمت، جڳائي نت جباريءَ ڪي،
هزارين رحمتون هردم، 'لڪياريءَ' جون 'لغاريءَ' تي...

سمند تي سوار تي آيو، رکيائين عشق جو رايو، ڪيائين دين جو سعيو،
نبي اڃي نور سان پنهنجي، اُجالو ڪيو انذاريءَ ڪي،
هزارين رحمتون، هر دم 'لڪياريءَ' جون 'لغاريءَ' تي....

مچي ميدان ۾ بيهہ تون، پاٽيءَ جان رت جگر پي تون، حسيني حال ۾ ٿي تون،
نشو وٺ نامراديءَ جو، قطع ڪر ڪامگاريءَ ڪي،
هزارين رحمتون هردم، 'لڪياريءَ' جون 'لغاريءَ' تي....!

جتي مردن سندا ميڙا، ڪرن خونيون ڪنا ڪيڙا، اتي پيڻو نہ ٿيا پيڙا،
ڪپائن سر اچي سائو، رکن هردم هوشياريءَ ڪي،
هزارين رحمتون هردم، 'لڪياريءَ' جون 'لغاريءَ' تي...!

مرڻ جي ويل جي مُرڪيا، ڪسڻ ۾ ڪينڪي ڪِرڪيا، خدا سي 'حيدري حُر' ڪيا،
پسند پريَن ڪيو آهي، تني جي جان نثاريءَ ڪي،
هزارين رحمتون هردم 'لڪياريءَ' جون 'لغاريءَ' تي....!

مڙئي مذڪور چڏ ماضي، توڪل رک سدا غازي، رضا تي رهہ ادا راضي!
خزان جي خوف کان لنگهہ تون، سدا ڏس بو بهاريءَ ڪي،
هزارين رحمتون هردم، 'لڪياري' جون 'لغاريءَ' تي!

## سي حرفي سسئي

**الف** اڪر هيڪڙو، سسئي تون ساريج، | پيون پيائيءَ جون، وهلي وساريج،
ونءُ تون پنيءَ ور جي، هت گهڙي نہ گهاريج، | پيرو پنهونءَ چام جو، نمي نهاريج،
رڻ ۾ رات رهيج، متان ويجهي وڃين وس ڪي....!

**بي ٺون** ڪيم يار، هادي هر دو جهان جو، | شافع شان وڏي سان سيني جو سردار،
وهلن سندو واهرو، اڙين جو آڌار، | 'وما ارسلناڪ الا رحمة للعالمين'، پس پنهون جا پار،

'ليس كمثله شي ۽'، مت نکو مختار،
'انا من نور الله وكل شيءِ من نوري'، ڏس جانب جا جنسار،
سچڻ جي سينگار، سوين موهيون سسيون!

## بيت سر كلياڻ

تون مالڪ ميخان جو، تون سري جو سردار،
تون موڪي مٿن جو، تون مڙني جو مهندار،
تون هي مربي مئي جو، تون مَٽُ سندو مختار،
تون ڏيندڙ تون ڏاتار، پيا سڀ پينو پڪ جا.

---

محبت جي ميدان ۾، پاهون پير م پاءِ،
ڪنڌ م ڦيرج ڪيڏهين، رک نينن منجهه نگاه،
سوريءَ مٿي سامهون، اُمالڪ تون آءُ!
قريبن جي قدم تان، صدقو ڪجا ساه،
ڪسڻ ڏاران قرب ۾، پيا سي نلا ناه،
جتي سوري سڏ ڪري، ات ڳرو تين گناه،
تون احمد ڪنڌ ڪپاءِ، چڙهه سوريءَ، تيءَ سنرو.

## بيت سر سسئي

ڪيچي رنا ڪوه، سڌ نه پيم سرتيون،
مادر! وئو مٿيءَ ڪي، ڏئي آرياڻي اندوه،
وٽيا ڪين ور ڪسي، جيڪس ڏڪيءَ ڏوه،
انگ نه مٿي اديون. جيڪي لکيو لوح،
پچٽا پيا پنهونءَ لاءِ. هن رليءَ ڪي روه،
ڪر تبارڪ! توه، ته موني ملان سچٽين.

## ڪافي سر ڪاموڏ

هو جي وڳر وڇوڙي ڪيا ويچون، والي آڻ وطن تي واري!
1- ديس ڇڏي پرديس پکي ويا، چوڻ چوڳت ڪنهن چاري...
2- سر سُجو ڏِسيو هَئي هئي هنجهن ري، هينئڙو هنجون تو هاري...
3- جني هنجهن جا تار ۾ تڪيا، سي ترن ڪيئن تانگهاري...
4- جني پکيان سان پيچ پرت جا، سا سنگت ساه تو ساري...
5- احمد آسڻ ڏسيو اُن جا، جيءُ جهڄي جهونگاري...

## ڪافي سر پاؤڙي

آءُ مل جاني! تون مشتاقن سان، وو عشاقن سان!

1- رسڻ ريتيون يار پيارا، دلبر نہ ڪر تون ديوانن سان...

2- ڪرن سان هر دم خوش ڪلين تو، ڪڏهن مرڪين نا مستانن سان...

3- سڪڻ سوري يار سڄڻ لئي، اندر پريو آزارن سان...

4- آ پيرِ پري تون ڏس ڏکيءَ ڪي، جا نذر ماريئي وو نظارن سان...

5- احمد عاشقُ جي تون آهين، رکج سچ تون سچارن سان...

## ڪافي سر (؟)

مديون ڪيائون مباح، پرين اڄ پرتا، سڄڻ اڄ سرتا!

1- اڄ مڙيئي معافي ٿيڙا، گوليءَ جا بہ گناهہ، دلبر جي در تا...

2- ڪرم ڪري ڪيائون ڏاه ڏکيءَ جي، ڪٺي نين نگاه، گهوري ان نظر تا...

3- پاڻ پلائي پرين اڄ آيا، جنهن لاءِ سڪيو ٿي ساه، وري آيو ور تا!...

4- لٿو فرق فراق جو، اکين ۾ ارواح، ڪٿيو آزار اندر تا...

5- اگڻ آيم عيدان ٿيڙون، وصل ٿيو وه واه، ڪامي ويا ڪر تا...

6- احمد عاشق جي تون آهين، وٺ رندن جي راه، محب اڳيان مر تا...

## فرد فارسي

تا سر و پا غرق ام در چاه نفسي مرسلا!

دست گيرد لطفِ تو تا من شوم بيرون زبير

## دوهو

جس پارس سين سونا ڀئيا، وه پارس ڪچا،

حس پارس سين پارس ڀيئا، وه پارس سچا.

مقصد تہ خليفي صاحب جي پوٽن مان خليفي غلام نبيءَ رنديءَ، سورهيائيءَ ۽ سرويچيءَ جي راه اختيار ڪري 'فرق جماعت' جو بنياد وڌو، ۽ خليفي علي بخش 'سالم جماعت' جي سلسلي ۾ صلح پسنديءَ ۽ فقيريءَ کي پنهنجو شيوو بنايو. منجهائن هرهڪ جي اولاد تي پڻ اهو رنگ غالب رهيو. خليفي علي بخش جو اولاد 'سالم جماعت' جي روايات تي قائم رهيو. ڪانئس پوءِ سندس وڏو پٽ مرحوم فيض محمد (وفات 1940ع) خليفو ٿيو. ۽ هن وقت سندس ننڍو فرزند حاجي شير محمد صاحب سيني ۾ وڏو (عمر ستر ورهيہ). جهان ديده ۽ ڪچهريءَ جو مور آهي. ذاتي ورونهن خاطر 'عمر- مارئي مثنوي' جوڙي شاعريءَ جي روايات کي زنده رکڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. خليفي فيض محمد جو پٽ خليفو محمد هاشم جماعت جو هڪ باهمت ڪارڪن آهي.

خليفي غلام نبيءَ جي اولاد مان 'فرق جماعت' جا سورهيہ ۽ سرويچ مرد پيدا ٿيا، جن انگريزن جي حڪومت جي غلاميءَ واري دور ۾ وڏيون سختيون سنيون. خليفي جي ٿنهي پٽن انهن سختين سببان ڪو وقت وطن ڇڏي وڃي ڪانياواڙ ڪي وسايو ۽ ٿنهي وفات بہ اُتي ڪئي. سندس ننڍي پٽ احمد سن۱۳۱۰ھ ۾ شهر

ڏوراجيءَ ۾ وفات ڪئي ۽ سيد عبدالقادر جي روضي ۾ مدفون ٿيو. ان ڪان وڏي مراد علي سنہ1931ع ۾ وفات ڪئي ۽ شهر گوندل جي "نوان پير مقام" ۾ سندس مامي خان محمد سان گڏ مدفون ٿيو. سيني ڪان وڏي فرزند احسان عليءَ کي انگريزن سن 1932ع ۾ سنڌ مان جلاوطن ڪري شهر ڏوليا (خانديش) جي 'حر ڪئمپ'[1] ۾ موڪليو، جتي سنہ1936ع ۾ انگريزن جي نظر بند قيديءَ جي حيثيت ۾ وفات ڪيائين ۽ 'ننڍي نديءَ' جي ڪناري تي، 'مومن واڙي' جي سامهون مدفون ٿيو. جتي سندس قبر تي پٿر جو قبو آهي.

خليفي غلام نبيءَ جي اولاد مان هن وقت خليفو احمد صاحب (عمر 58 ورهيہ) سيني ۾ وڏو آهي. جوانيءَ کان وٺي مجاهد ثاني پير صاحب صبغت الله شاه شهيد جي خدمت ۽ انگريزن خلاف نفرت ۽ بغاوت جي جدوجهد ۾ مشغول رهيو. جنهنڪري ڇهہ سال سنڌ کان جلاوطن ٿي انگريزن جي ڪئمپن ۾ نظر بند رهيو. جنوري 1930ع ۾ کيس جلاوطن ڪري بيجاپور ڪئمپ ۾ موڪليائون. جتان سندس باغيانہ پرچار سببان ڇهن مهينن بعد کيس 'ود ڪئمپ' ڏانهن موڪليائون. ڇهن مهينن بعد اتان ڪڍي کيس 'دوهد ڪئمپ' ڏانهن اُماڻيائون. جتي ٽي سال نظر بند رهيو. جڏهن اتي پڻ انگريزن خلاف نفرت جو جذبو جاڳايائين تہ کيس منتقل ڪري 'چارا نگر' ڪئمپ ۾ نظر بند ڪيائون. جتان ٻن سالن بعد آزاد ٿي 1936ع ۾ واپس سنڌ آيو. جناب پير صاحب صبغت الله شاه ثانيءَ جي شهادت بعد انگريزن پير صاحب پاڳاري جي گاديءَ کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر انهيءَ مقصد پوري ٿيڻ کان اڳ کين مجبور ٿي ملڪ ڇڏڻو پيو. پاڪستان قائم ٿيڻ بعد دوباره پير صاحب پاڳاري جي گادي قائم ڪرائڻ ۾ خليفي احمد صاحب جماعت جي اڳواڻي ڪئي، سندس ڪوششون بالاخر ڪامياب ٿيون ۽ موجوده پير صاحب پاڳارو جناب سڪندر شاه صاحب عرف شاه مردان شاه ثاني گادي نشين ٿيو. هن وقت خليفو احمد صاحب انهيءَ خوشيءَ ۾ مست آهي ۽ گمناميءَ جي گوشي ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ زندگيءَ جا باقي ڏينهن بسر ڪري رهيو آهي.

# (ب) خليفي صاحب جي شاعري

## شاعريءَ جا دور

خليفي صاحب جي سوانح جي تجزيي ۽ تفصيل جي بناءَ تي سندس شاعريءَ کي مجموعي طور تي ٽن دورن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. (الف) شروعاتي دور (١٢٠١- ١٢٣٠هہ). جڏهن سندس جواني هئي ۽ کيس محبت ۽ مجاز جي چوٽ لڳي. مداحون (ص207-213) جي روايتي رنگ ۾ رچيل آهن، سي هن دور جي بلڪل شروعات ۾ ابتدائي مشق طور چيل ٿيون پائنجن. مجازي محبت جي چوٽ لڳڻ بعد ئي خليفي صاحب جي صحيح معنيٰ ۾ شاعري شروع ٿي. سندس ماسات قاسم هڪ تہ هن محبت جي داستان جو رازدان هو ۽ بيو تہ خليفي صاحب جي ساٿس دلي پريت هئي: "آوي قاسم جنهن ڪاڻ سڪان" (ص227). انهيءَ ڪري پنهنجي نالي بدران (جو اوائلي مداحن ۾ آندائين) 'قاسم' جو نالو تخلص طور چونديائين. 'هير ۽ سندس ماءُ' جي سوالن جوابن واري سي حرفي (ص22-225). جا سنئون سڌو مجازي محبت جو مڪالمو آهي، سا انهيءَ اوائلي دور جو ڪارنامو ۽ ان سان گڏ شاعرانہ فن جي ڪمال جو مظاهرو آهي. سرائڪي زبان ۾ مجازي محبت جا پيا بيت (ص232-233) ۽ ڪي

---

[1] فرق وارن حرن، انگريزن خلاف نفرت ۽ انگريزن جي قاعدي قانون کي ٽوڙڻ واري باغيانہ تحريڪ کي جاري رکيو، جنهنڪري انگريزن وقت بوقت حرن جا ٽولا سنڌ مان جلاوطن ڪري ٻاهر ڪئمپن (Hur Concentration Camps) ڏانهن پٺي روانا ڪيا، جتي منجهائن ڪيترائي سالن جا سال سختيون سهندا رهيا ۽ مرڻ کي مري ويا، پر 'فرق'، ڇڏي انگريزن جي قانون آڏو سر نہ جهڪايائون. هندوستان طرف هن قسم جون 'ڪئمپون' هيٺين شهرن ۾ هيون: 1- چارا نگر (احمد آباد کان 3 ميل، نزديڪ نروڙا) 2- دوهد (ضلع گودرا، نزديڪ بڙودا) 3- امبرناٿ (ڪلياڻ، بمبئيءَ کان 3 ميل) 4- ڌوليا (خانديش) 5- مَهود (پنڊل پور کان ڏهہ ميل) 6- بيجاپور. 7- شولاپور 8- آڪلوٽ (ضلعو احمد نگر)

ڪافيون پڻ انهيءَ دور جا تا پائنجن. (ب) وچون دور (١٢٣٠-١٢٥٠هـ) جنهن ۾ خليفي صاحب جي حضرت روضي ڌڻيءَ سان عقيدت ۽ ارادت ٿي ۽ رياضتون ڪيائين ۽ ان بعد روحاني فيض ڪي عام ڪرڻ خاطر سنڌ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات طرف سفر ڪيائين. زندگيءَ جي هن دور ۾ پڻ ڪيس قاسم ڪم آيو. جنهن ڪيس مرشد مڪمل سان ملائي خلافت جي منزل تائين پهچايو: "قاسم گهن آيا گهر هادي" (ص230). انهيءَ ڪري هن دور وارو سچو ڪلام 'قاسم' جي تخلص سان چيل آهي. رسالي جي بيتن ۽ واين وارو گهڻو ڪلام، توڙي مرشد جي صفت ۽ ساراه وارو شعر (لولي، ص226-231) ۽ ڪي ڪافيون هن دور جون آهن. مختلف صنفن تي مشتمل هندي ۽ اردوءَ واري ڪلام جو گهڻو حصو پڻ ڪاٺياواڙ- گجرات طرف صحبتن جي اثر هيٺ هن دور جو چيل آهي. 'سُر ڪيڏارو'، جو ڪرڙيءَ واري جنگ (١٢٤٩هـ) بابت چيل آهي، سو غالباً هن دور جو آخري ڪارنامو ۽ رسالي جو آخري باب آهي. (ج) ٽيون ۽ آخري دور (١٢٥٠-١٢٦٥هـ) جنهن جي شروعات ۾ توڙي قدري ان ڪان اڳ جناب مرشد مربي حضرت 'اصغر' صاحب جي صحبت جي فيض ڪان متاثر ٿي ڪافيون جوڙيائين. مثنوي 'سسئي پنهون' هن دور جو اعليٰ ڪارنامو آهي. خانداني روايت مطابق خليفي صاحب سسئي پنهون ڇئن سالن جي عرصي ۾ ڇئي پوري ڪئي.[1] ۽ انهيءَ لحاظ سان غالباً هيءَ داستان ١٢٥١-١٢٥٤هـ وارن ڇئن سالن جو ثمر ۽ ڇڻ خليفي صاحب جي زندگيءَ جو ماحصل آهي، جنهن ۾ حسن ۽ جمال جي جلوه آراين، عشق جي ڪارفرماين، محبت جي رسمن، درد جي داستانن، وڇوڙي ۽ وصال جي لذتن، مجاز ۽ حقيقت جي نُڪتن، شريعت ۽ طريقت جي راهن ڪي دلي صداقت، دلپذير انداز، بلند تخيل ۽ اعليٰ شاعريءَ ذريعي روشن ڪيو ويو آهي. تصوف بابت سنڌي ۽ اردو نظم (ص214-219) ۽ پڻ رسالي جي مختلف سرن جا ڪي معنوي بيت توڙي ڪي وايون ۽ ڪافيون جي وحدت ۽ ڪثرت جي ڳوڙهن نڪتن تي مشتمل آهن، سي پڻ غالباً هن آخري دور جو سرمايو آهن.

اسان جي خيال ۾ سواءِ 'سسئي پنهونءَ جي داستان' جي، رسالي جا بيت ۽ وايون توڙي خليفي صاحب جو بيو متفرقو ڪلام سمورو اسان تائين نه پهتو آهي. خانداني روايت موجب، خليفي صاحب سچو رسالو مسلسل جوڙي راس ڪري قلمبند ڪونه ڪرايو، بلڪ وقت بوقت بيت ۽ وايون جي پنهنجن ساٿين ۽ جماعت جي فقيرن آڏو پئي چيائين، سي هو جدا جدا قلمبند ڪندا ويا. رسالي جي ترتيب وقت غالباً اهو سچو ڪلام سهيڙجي نه سگهيو ۽ ڪي بيت ۽ وايون ڪن فقيرن وٽ رهجي ويا. ا.هـ[2] رسالي جي مختلف قلمي نسخن ۾ اهڙن ڪن جدا جدا بيتن ۽ واين جو اضافو انهيءَ روايت جي تصديق ڪري ٿو. خليفي صاحب جون ڪي ڪافيون خود بنده راقم ٻڌيون، جي رسالي جي قلمي نسخن ۾ موجود نه آهن. مثلاً حاجي اسماعيل مرحوم بداٽي مري (وينل لڳ پٽ پائٽي، تعلقو ڪپرو) خليفي صاحب جو هڪ ڪلام چوندو هو، جنهن جي آخري مصرع هئي ته:

قاسم ڪنهن ديس جا جوڳي آيا، صورت وند سيلاني وي!
چــا مــڪ مرلي آلاپ اليندا، ڪامــل صفت قرآني وي!
نچدا ناز عجائب ڪر ڪر[3]

---

[1] زباني خليفو حاجي شير محمد صاحب. پڻ چيائين ته سسئيءَ جو پهريون خطي نسخو باتصوير هو. مجاز جا ماريل ۽ ڏکن جا ڏاڍل، جن سسئيءَ جو داستان ٿي ٻڌو ته منجهائن ڪي مطمئن ۽ سَنهيان، پر گهڻا مست ۽ ديوانا ٿي ٿيا. انهيءَ ڪري خليفي صاحب اهو نسخو ڦاڙائي ڇڏيو. البت هڪ مريد پلندري (پور بندر جو) هي نسخو نقل ڪري ويو هو، جنهن پوءِ خليفي صاحب جي وفات بعد وڃي بمبئيءَ مان ڇاپرايو.

[2] ايضاً.

[3] خليفي صاحب جو هيءَ ڪلام پوين شاعرن جي طبع آزمائيءَ لاءِ هڪ نمونو بنيو. مثلاً:
جاما زر فشاني وي، مرصع تــاج مـبارڪ برسر (مصري شاهه)
جاما زعفراني وي، مرصع تاج سهيندي سرور (ڪو بيو شاعر؟)

## معاصر ۽ شاعرانہ خصوصيات

خليفو صاحب، ڀٽائي صاحب جي وفات (١١٦٥هه) کان 25 سال کن پوءِ ڄائو ۽ تاريخي لحاظ سان سندس تعلق ڀٽائي صاحب کان پوءِ واري سنڌي شاعريءَ جي دور سان آهي. اهو دور، ڀٽائي صاحب ۽ ان کان اڳ واري دور جي هڪ ڪڙي هو، جنهن ۾ شاعري اجا محض فن طور طبع آزمائيءَ جي مشق نہ بڻي هئي، بلڪ جذبات ۽ احساسات سان لبريز دلين جي حال جي فطري اظهار جو هڪ ذريعو هئي. انهيءَ ڪري هن دور جا اعليٰ شاعر اڪثر حال وارا درويش هئا، جن مان روحل، مراد، عبدالله فقير ڪاتيار، سچل ۽ فقير محمد صديق سومرو خليفي صاحب جا وڏا معاصر هئا ۽ بيدل، سيد قنبر علي شاهہ پاڏائي ۽ ٻيا همعصر هئا.[1] سچل (١١٥٢-١٢٤٢هه) جي وفات وقت خليفي صاحب جي عمر 52 سال کن هئي ۽ فقير محمد صديق جي وفات (١٢٦٥هه) وقت سندس عمر 75 سال کن هئي. هن دور جي انهن بلند پايہ شاعرن، بيتن، واين ۽ ڪافين واري ڪلاسيڪي شاعريءَ جي اعليٰ معيار کي برقرار رکيو، حالانڪ هرهڪ جي ڪلام تي سندس ماحول ۽ شخصيت جو مخصوص رنگ چڙهيو.

**شخصيت:** خليفو نبي بخش صاحب هڪ با اثر بلوچ سردار جي گهر ۾ ڄائو نپيو ۽ ٽالپوري عهد جي جوانيءَ ۾ جوان ٿيو. ان وقت حيدرآباد ۾ ٻهرين چوڀاري جي اميرن ۽ خيرپور ۽ ميرپورخاص جي سنڌن ساٿين سردارن متفق محاذ قائم ڪري سنڌ جي سرحدن کي جوڌپور، بهاولپور، ڪابل ۽ قلات جي قبضي کان بزور شمشير آزاد پئي ڪرايو ۽ سنڌ ۾ چوڌاري فتح ۽ ڪاميابيءَ جون نوبتون پئي وڳيون. ٽالپورن جو اوائلي دور همت ۽ مردانگي، حوصلي ۽ ڪاميابيءَ جو دور هو، جنهن نوجوان نبي بخش جي شخصيت تي وڏو اثر وڌو. سندس صورت ۽ سيرت، علمي لياقت ۽ فضيلت کيس سرداريءَ جي درجي تي پهچايو ۽ راڄن ۾ مقبول ڪيو. انهيءَ منزل تي کيس مجازي محبت جي مهميز آئي، جنهنڪري سرداري ڇڏيائين، پنهنجي اباڻي ڳوٺ کي الوداع چيائين، پر محبت جي ميدان ۾ قدم پوئتي نہ هٽايائين. ان بعد جڏهن مجازي محبوب کانئس هميشہ لاءِ جدائي ڪئي ۽ سندس زندگيءَ تي وڇوڙي ۽ وره جا ڪکر ڇانئجي ويا تہ خوش نصيبيءَ سان وقت جي عالم ۽ ولي حضرت روضي ڌڻيءَ سندس رهبري ڪئي ۽ خليفي صاحب جي زندگيءَ جو رخ ڦري مرشد ڏانهن ٿيو. مرشد سان دلي محبت ۽ عقيدت شرعي احڪام تي سندس قدم پختا ڪيا ۽ سندس جذباتي زندگيءَ ۾ جوابداريءَ جو احساس پيدا ڪيو. اصلاح نفس ۽ اصلاح خلق خاطر عبادت ۽ رياضت، فرض شناسي ۽ فرض بجاوري، تبليغ ۽ تلقين جي ميدان ۾ قدم رکيائين ۽ ان ۾ پڻ وڏي ڪاميابي حاصل ڪيائين. انهيءَ ڪري همت ۽ حوصلو، ڪوشش ۽ ڪاميابي خليفي صاحب جي فڪر ۽ ڪردار جا لازم ملزوم جز بڻيا، ڪامراني سندس قدم چميا، ۽ نا اميدي ۽ نامراديءَ کي ڇڻ ويجهو اچڻ ئي نہ ڏنائين. سندس شخصيت جو اهو مخصوص رنگ سندس ڪلام تي پڻ چڙهيل آهي. هيڻائي ۽ بي حاليءَ بدران همت ۽ مردانگي، نابودي ۽ نيستيءَ بدران هوش ۽ بيداري، 'آءٌ' ۽ 'مئن' واري 'خوديءَ' بدران خود اعتمادي ۽ خود داري ۽ نا اُميدي ۽ قنوطيت بدران اميد ۽ ڪاميابي، خليفي صاحب جي ڪلام جون خاص خصوصيتون آهن، جي سندس معاصرن مان ڪن ٿورن جي ڪلام ۾ ايترو نمايان نظر اچن ٿيون.

---

[1] انهن بزرگن مان عبدالله فقير ڪاتيار ۽ قنبر علي شاهہ پاڏائيءَ جي سوانح ۽ ڪلام کان علمي حلقا اجا تائين ناواقف آهن. عبدالله فقير جا بيت ڪي ٿورا رهيا آهن. البتہ ڪافيون قدري زياده انداز ۾ رائج آهن. قنبر علي شاهہ پاڏائي عرف 'شاهہ شريف' جو رسالو البتہ قلمي صورت ۾ موجود آهي.

**نوٽ:** هي رسالو پڻ ڊاڪٽر صاحب ترتيب ڏئي ڇپايو آهي (ادارو)

سـِـسيءَ لتـي سـوپ، جـي هونـد پايـان پـاند ۾،
هـي جـڳ سـوڙو لـوپ، هـو پـڻ گهوريـو گهوريـان.

---

هــڻ ڪتــارو ڪــات، ويــري ويــرم نــہ ســهي،
ميـڻ ڪـا مصلحـات، ڪـانئر وجهيئـي ڪـن تـي.
(ڪيـڏارو)

---

اڄ هيـن مـاريون مـڇ ڪـي، صبـح مـاري ڪيـر،
وٺ وهلــو ويــر، تــہ پــُـري تئيئـي پـڌري.
(گهاتو)

---

جـونءِ سِـُـرندي جـان ۾، جـڏهن پسـين جـت
تــڏهن وهــي تــت، پســي ڪــڍ پليــت ڪــي.
(آسا)

---

سٽي جـي نـہ سٽي، تـہ پـڻ ساعت سـڏ نـہ لاهيـان
جـي ڏٽـي مـون نـہ ڏُٽـي، پـر مـون تـان ڏٽـي ڏٽيـو.
(برو)

**مجاز ۽ حقيقت:** سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ مجازي عشق جي اپٽار ۽ مجازي حسن جـي ڪلـي تعريف، موجوده ڄاڻ موجب، سڀ کان اول ميين شاهہ عنايت ڪئي: 'سـُـر ڪنيات' ۾ چانگي تـي چڙهـي محبوب جي ملاقات جو مانداڻ منديائين ۽ 'سرود مومل راڻي' ۾ مومل جي مجازي حسن کي چمڪايائين.[1] ان نئين روايت جو عڪس ڀٽائي صاحب جي رسالي ۾ سر ڪنيات، سر بروي توڙي 'مومل جي مجاز' ۾ نظر اچي ٿـو، حالانڪ مجموعي طور سان ڀٽائي صاحب مجازي عشق ۽ مجازي محبوب جي حسن کـان حقيقي عشق ۽ حقيقي محبوب جي حسن کي وڌيڪ چمڪايو.[2] ڀٽائي صاحب کان پوءِ واري دور جي شاعرن حقيقي عشق جي مضمون کي 'حال' يا محض 'قال' طور ڳايو ۽ مجاز کان ڪناره ڪشي ڪئي، البتہ فقير عبدالله ڪاتيار ۽ سچل، جي خليفي صاحب جا وڏا معاصر هئا، تن مجازي حسن جي مضمون کي وري ورجايو: [3]

قريبــــن ڪمـــــان، ڏاڙي خــــاطر ڏاريــــا،
زهـــان چـــاڙهين زور جـــون، غـــازي ريءَ گمـــان،
هـن پـر برڇيـون بـره جـون، هـن پـر قهـري ڪـان،
اُڏرنــدي، عبــدالله چئـــي، نيــن چٽــن نيشــان،
طرحيــن طرحيــن تــان، گهــايو گهمــن گهــور ســين.
(عبدالله فقير)

---

(1) ڏسو، 'ميين شاهہ عنايت جو ڪلام'، مطبوعہ سنڌي ادبي بورڊ، 1965ع، مقدمه ص83
(2) جيئن تہ سر ڪنيات، سر بروو سنڌي وغيره سرن جي مضمونن مان واضح آهي.
(3) سچل جي سنڌي ڪلام ۾ اهو مضمون نسبتاً گهٽ آهي، البت سندس سرائڪي بيتن ۾ ان جو آب و تاب نظر اچي ٿو.

اکيان باز عقاب سهڻي ديان، شور گهتن شهزوريان،
مست هوون مستانيان ڏونهين، ڏاڍي کيف ککوريان.
منهن وچ ڏون مهتاب ني روشن، يا وت نور کٽوريان،
خوني خون کرينديان 'سچل'، تان پي سدا سڄوريان.
(سچل)

حسيني صاحب کي مجازي عشق موهي مهميزون ڏنيون هيون: "قاسر، پير کمند، کاکل زلف کاک جو". ۽ "نگهن وِجهي سينهن، چڙيو چُڳيرن کي." انهيءَ حال جو عکس سندس قال تي پڻ پيو ۽ 'سر بروي سنڌي' ۾ محبوب جي حسن ۽ مجازي محبت جي سمان کي جنهن تفصيل سان خليفي صاحب ويهي چٽيو آهي، سو بين معاصر شاعرن جي ڪلام ۾ ناپيد آهي. سر کنيات، مومل راڻي، جوڳ ۽ سر ڍولا مارو ۾ ساڳيو مضمون پريل آهي:

رنگ ڳوڙهو رخسار، سرو قدارا سپرين،
جانب جلوي دار، سوسي سورج جهپيا.
(کنيات)

---

قمر شمس شعاع، حاصل ڪجيو حبيب کؤن،
موهن روپ مهاءِ، ماکيءَ ميٺ پرائيو.
(بروو سنڌي)

---

کاکل کنوارين جي، ڏنو کلاهه کهڪ،
ڏکن متي ڏک، لڳم لطيفن جا.

حق ۽ حقيقت جي گفتار، خصوصاً وحدت ۽ ڪثرت واري نکتي جي اُپٽار ۾ حجت ۽ بيباڪي، رندي ۽ راستيءَ واري رسم جو بنياد سنڌيءَ ۾ غالباً پهريائين عبدالله فقير ڪاتيار وڌو، جو هن دور جو هڪ مست ۽ مجذوب شاعر هو.[1] عبدالله، پير صاحب حضرت محمد راشد (روضي ڌڻيءَ) جي فيض کان سرشار ٿي، دنيوي لاڳاپا لاهي، نيڙهي (خيرپور رياست) لڳ لوڙهو ڏئي گوشہ نشين ٿي وينو هو. هي درويش سچل جو پاڙيسري ۽ معاصر هو ۽ سچل جي ساڻس دلي محبت هئي، انهيءَ ڪري سندس حال توڙي قال جو سچل تي وڏو اثر پيو.[2] جيئن تہ عبدالله فقير حضرت روضي ڌڻيءَ جو مريد هو، انهيءَ ڪري خليفو نبي بخش صاحب پڻ سندس ڪلام ڪان متاثر ٿيو. حق جي سڃاڻپ خاطر پٽائي صاحب ۽ ڪانئس اڳ جي درويش شاعرن 'من عرف نفسه فقد عرف ربه' واري نکتي کي ورجائي 'پاڻ سڃاڻڻ' جي ترغيب ڏني. البتہ پٽائي صاحب خود شناسيءَ واري منزل کي اتي پهچايو تہ "نکا ابتدا عبد جي، نکا انتها." اها سندس معجز بياني هئي، جو هڪ نازڪ نُکتي کي ٿورن ۽ سهڻن لفظن ۾ ادا ڪري ڇڏيائين. پٽائي صاحب کان پوئين دور جي درويش شاعرن

---

[1] عبدالله فقير پير صاحب پاڳاري حضرت صبغت الله شاهہ اول جي آخري ايام ۾ اندازاً 1240-1245هہ ڌاري وفات ڪئي.

[2] سچل جي سوانح ۽ ڪلام جي هن پهلوءَ کي اڃا تائين روشن نہ ڪيو ويو آهي. سچل جي عبدالله فقير سان جا محبت هئي، ان کان خود سچل جا پويان سجاده نشين بزرگ باخبر هئا.

مان روحل ۾ مراد اڪثر 'پاڻ سڃاڻڻ' واري نُڪتي کي ورجائيندا رهيا. مگر عبدالله فقير قدم اڳتي وڌائي رندن جا اهڃاڻ ڏنا تہ:

'لا' جا لائي لنگ، موٽي ڪن نہ مسحو،
آڏوتن عبدالله چئي، دل تي پيتا دنگ،
ڪوثر نہ آيا ڪاپڙي، گر ڪي گڏيا جنگ.

وحدت ۾ ڪثرت جي حقيقت ورجائيندي چيائين تہ:

الڪ انسان اڄ يارو، آيو انسان جي چولي.

---

سر سارو اِسرار ڇپائي، صورت سانگ بنائي آئين.

---

ڇاڻ مسلماني ڪير ڇاڻي، عشق وڏو منجهہ ڪفر جي آٽي،
عبدالله عاشق محض مشرڪ، ريءَ شرڪ رب ڪير سڃاڻي.

پڻ پنهنجي مخصوص انداز ۾ عبدالله فقير 'خود شناسيءَ' کي 'خود اثباتيءَ' سان همڪنار ڪندي چيو تہ:

'عرب' 'عين' ري سمجهہ تہ ڇاهي، عبدالله ڇڏ 'عبد' کي لاهي،
ترڪ سنت طغيان.

ظاهر آهي تہ عبدالله فقير 'عبدالله' مان 'عبد' کي ڇڏي 'الله' کي اثبات ڪرڻ جي ترغيب ڏني، مگر ڪافي رمز ۾ نزاڪت سان اهو نُڪتو بيان ڪيائين. پنهنجين بين ڪافين ۾ واضح ڪيائين تہ رندي رمز جي مام پروڙڻ مشڪل آهي: 'رمز رنديءَ جو رخ ڪاڏي، آهي مشڪل پروجهڻ مام'، ۽ پڻ سچن سالڪن کي 'رندي رمز' جي 'سهٽي' طور طريقي تي پوري رهڻ جي ترغيب ڏنائين تہ:

رمزن واري سهٽي رند، سالڪ رهيا سمجهہ سان پورا
رند انهيءَ تي رمزن واري، چنديں بهوڙيا چند

سچل کي عبدالله فقير ئي 'واٽ وندر جي ڏسي' هئي، مگر سچل پنهنجي موج ۾ مستيءَ ۾ خود شناسيءَ ۽ خود اثباتيءَ کان وڌي وڃي 'آءٌ' ۽ 'مَئن' واري 'خوديءَ' جي حد تي پهتو ۽ پڻ 'عبد' بابت شوخيءَ سان چيائين تہ:

اتو عبديت عذاب، آهيوَ هزاران حجاب

خليفو نبي بخش صاحب سالڪن وانگر 'رمزن واري سهٽي رند' تي پورو رهيو ۽ شوخي ۽ شطحيات واري راهہ کانہ ورتائين. البتہ 'عبد' واري گمان لاهڻ ۾ عبدالله فقير کان متاثر ٿي، خود اثباتيءَ واري ميدان ۾ قدري اڳتي وک وڌائي چيائين تہ:

آسا ڇڏ 'الله' جي، در در پن مرَ دان،
پاڻ وڃائي پانهنجو، ثابت ڪر سبحان،
'ميم' ٻڌي سر مولهيو، 'الف' تي اڳوان،
'گولپ' جو گمان، قاسم ڪٽر اڪ ۾.

'الله' واري محض رسمي نالي کان اڳتي وڌائڻ وارو نڪتو هن دور جي شاعرن مان فقط فقير محمد صديق نروار ڪيو تہ:

'الله' اوراهون چڏي، پري پند پيا،
بنا نالي سپرين، اجا ڪي بيا،
واڪيندا ويا، صادق ٻڌيو سندرا.

**مختلف زبانن جو استعمال:** ميين شاه عنايت ۽ ڀٽائي صاحب کان اڳ جي ڪن سنڌي شاعرن سنڌي ۽ هندي- اردوءَ ۾ شعر چيو، پر بنيادي طور اهي فارسي زبان جا شاعر هئا. اهڙا بزرگ جن بنيادي طور سنڌيءَ ۾ شعر چيو هجي ۽ ان سان گڏ ٻين ٻولين ۾ پڻ شاعري ڪئي هجي، تن جا مثال ميين شاه عنات ۽ ڀٽائي صاحب کان اڳ واري دور ۾ نمايان طور نظر نٿا اچن. ڀٽائي صاحب فارسي ۽ هندي شعر سان مانوس هو، ۽ غالباً پنهنجن مجلسن ۾ فارسي توڙي هندي بيت ڳاهي بگاهي مثال طور پڙهي آنديائين. مگر پاڻ انهن زبانن ۾ شعر ڪونه چيائين. البت 'بلوچي زبان' جي ڪن لفظن ۽ فقرن ڪي فطري طور سسئيءَ جي سنڌي زبانيءَ ۾ پوتائين. ڀٽائي صاحب کان پوءِ واري دور جي شاعرن ٿي غالباً پهريون ڀيرو عمداً ۽ ارادتاً سنڌيءَ سان گڏ ٻين مقامي ٻولين ۾ شعر چيو. موجوده معلومات جي بناءَ تي چئي سگهجي ٿو ته سڀ کان اول روحل ۽ مراد سنڌيءَ سان گڏ سرائڪي، هندي ۽ مارواڙي محاوري ۾ ڪافي پختو شعر چئي، هن نئين روايت کي محڪم ۽ مضبوط ڪيو. عبدالله فقير اردو- هنديءَ جا ڪي لفظ ۽ فقرا پنهنجي ڪلامن ۾ استعمال ڪيا ۽ سرائڪي زبان ۾ پختا ۽ دلپذير ڪلام چيا. سچل سنڌيءَ سان گڏ سرائڪي ۽ اردوءَ ۾ ڪافي شعر چيو ۽ ان سان گڏ فارسي شاعريءَ جي قديم روايت کي پڻ قائم رکيو. سندس حلقي جي ناميارن شاعرن مان بيدل پڻ اها واٽ ورتي.

خليفي صاحب هن ميدان ۾ مڙني کان اڳتي وک وڌائي. جيتوڻيڪ سنڌ ۾ سرائڪي شاعريءَ جي ابتدا ڪانئس اڳ ٿي ۽ سندس وڏن معاصرن سرائڪيءَ ۾ سهڻو ۽ پختو شعر چيو، مگر سنڌ ۾ سرائڪي شاعري خليفي صاحب جي ڪلام ۾ پنهنجي پوري اوج کي پهتي. سندس رسالي ۾ 'سر جوڳ' ۽ 'سر جهنگلو' ۾ سرائڪي زبان ۾ پختي شاعريءَ جا عمدا مثال آهن. 'هير ۽ سندس ماءُ جي سوالن جوابن وارا بيت' (ص220-225) خليفي صاحب جي سرائڪي زبان ۾ قادر الڪلاميءَ جي ساک پرين ٿا. انهن بيتن سنڌ ۾ سرائڪي شاعريءَ جي هڪ نئين ۽ دلپذير اسلوب بيان جو بنياد وڌو، جنهن کان پوءِ حسين فقير ديدڙ، حمل فقير لغاري، شاه محمد ديدڙ ۽ بيا متاثر ٿيا. خليفي صاحب جي مثنوي 'سسئي- پنهون'، لطف عليءَ جي 'سيف الملوڪ' بعد سرائڪيءَ ۾ اعليٰ شاعريءَ جو هڪ شاهڪار آهي، جنهن کان پوءِ سنڌ ۾ خواه سنڌ کان ٻاهر ٻئي ڪنهن به شاعر سرائڪيءَ ۾ منظوم داستانن کي انهيءَ معيار تي نه پهچايو آهي.

ٻين مقامي ٻولين مان، روحل ۽ مراد، هندي ۽ هندي- آميز مارواڙي محاوري ۾ شبد ۽ ڀڄن وغيره چيا ۽ سچل قدم اڳتي وڌائي 'اردو' ۾ غزل چيا. خليفي صاحب نج ڍاٽڪي محاوري ۾ 'سر ڍولو- مارو' ڳايو، جو ان محاوري تي سندس ملڪي ۽ عبور تي شاهد آهي. ازان سواءِ خليفي صاحب هندي توڙي صاف اردو ٻنهي زبانن جي مختلف صنفن ۾ شاعري ڪئي. رسالي ۾ 'سر بيراڳ هندي' هندي دوهن جو معياري مثال آهي. سندس ريخته (سکهي ري مين ڪسي سنگ بهيجونگي سنديسوا، ص256)، راڳن جا ٻول (ص258)، ٽپه (ص260)، راسوڙه (ص261) سهرا ۽ ڀڄن (ص262-263) ۽ هوري (264) هنديءَ جي دلپذير رنگ ۾ رچيل آهن، ته مثنوي، مناجات ۽ غزليات (ص242-255) اردوءَ ۾ چيل آهن. نه صرف ايترو پر خليفي صاحب سنڌي وائيءَ کي پڻ پهريون ڀيرو اردوءَ جو لباس ڍڪايو (ص255). 'مثنوي در سلوڪ نڪته توحيد' (242-243) خصوصاً صاف ۽ روان اردوءَ جو هڪ سهڻو نمونو آهي. جيتوڻيڪ خليفي صاحب خالص سنڌي روايت جي پيروي ڪئي ۽ فارسي

شاعريءَ ڏانهن خاص توجه ڪونہ ڪيو، تہ بہ فارسي مصراعون سندس ڪلام ۾ جنس طور موجود آهن.[1] بهرحال ڀٽائي صاحب کان پوءِ واري دور جي شاعرن مقامي ٻولين ۾ شاعريءَ جي جيڪا نئين روايت قائم ڪئي، تنهن ۾ خليفي صاحب وک وڌائي رکي: هن سلسلي ۾ سندس معاصرن جا مڙيئي مختلف تجربا، هڪ خليفي صاحب جي ڪلام ۾ وڏيڪ ڪاميابيءَ سان چمڪندا نظر اچن ٿا.

**موسيقي ۽ شاعري:** سنڌي شعر جي ڪهني صنف 'وائي' يا 'ڪافي' سرتاپا لئي ۽ الحان آهي ۽ ترنم ان جي جان آهي. در حقيقت صحيح معنيٰ ۾، 'شاعري' ۽ موسيقي هڪ ٻئي جو لازم ملزوم جز آهن: موسيقي آواز ۾ شاعري آهي تہ شاعري الفاظ ۾ موسيقي آهي. شاعري ۽ موسيقيءَ جو اهو جوڙ شاه جي ڪلام جو لازمي جز آهي، اهو ان ڪري جو شاه صاحب فطري شاعر هو ۽ شاعرى ۽ موسيقي سندس حساس طبع جا لازم ملزوم جز هئا. شاهہ عبداللطيف شعر ناهيو ڪونہ، بلڪ شعر ڳيو. ڏيس اها پوري ڄاڻ هئي تہ شعر ڳائڻ لاءِ ئي آهي ۽ انهيءَ ڪري ئي خاص پنج تارو طنبور تجويز ڪيائين ۽ پنهنجي 'راڳ' جي مخصوص روايت جو بنياد وڌائين. شاه صاحب ڪلاسيڪي موسيقيءَ ۾ عوامي موسيقيءَ جو روح ڦوڪي، نہ صرف راڳ جي رسمي روايت ۾ هڪ انقلاب آندو، بلڪ راڳ جي هڪ نئين ۽ صحتمند نظريي جو بنياد وڌو.[2]

شاه صاحب کان پوءِ واري دور جا شاعر راڳ جي رسم کان باخبر هئا، ۽ فقير محمد صديق پنهنجي توڙي سندس حلقي جي فقراءَ جي ڪلام کي 'راڳنامي' جي نالي سان مرتب ڪيو. مگر خليفي صاحب جي ڄاڻ محض 'راڳ جي رسم' تائين محدود نہ هئي: شاعرانہ شعور، لئي ۽ ترنم سندس طبع رسا جا فطري جز هئا: "اي تن ڪيتم ساز طنبورا، پيرم راڳ رلايان ريڪان" (ص228). سنڌ ۾ توڙي ڪانياواڙ ۽ گجرات طرف خليفي صاحب وٽ هميشہ ڪچهرين جا منڊل متل هوندا هئا. بڙودي جي گائڪواڙ طرفان خليفي صاحب جي مهمانيءَ وقت راڳ جي محفلن جو خاص انتظام ٿيندو هو. خليفي صاحب جي طبعي ذوق سبحان پير صاحب پاڳاري جي جماعت ۾ 'جماعت جي راڳ' جو بنياد پيو. خليفي صاحب جي انهيءَ طبعي رجحان ۽ راڳ جي ڄاڻ جا اهڃاڻ سندس ڪلام ۾ پڻ نمايان طور نظر اچن ٿا:

سـر سـپيئي سـڦرا، پـر خـاصو سـر ڪنيـات
——— (ڪنيات)

الـــف آيـــو اڄ، گـــن گويـــو گرنـــار ۾
——— (سورٺ)

قاسم جنتر هاٿ مين لي ڪر، گائون گن ڪي گيت
(بيراڳ هندي، پڇن)

———

ايڪلتـــارو تـــال ســـان، ويهـــي هـــت وڄـــاءِ
(رامڪلي)

———

---

[1] ڏسو مٿي ص13

[2] تفصيل لاءِ ڏسو اسان جو انگريزي ۾ لکيل مضمون: Shah Abdul Latif: The founder of a New Music Tradition
مطبوعہ لطيف سالگره مخزن (59-1960ع) ص22-18

تال طنبورا تان، لڳا ڪينجهر ڪنڌيين
(ڪاموڏ)

---

ڪون باجي، ڪون بجي بجيا، ڪون ناچي تها تها تهيا،
ڪون ڳاوي تان ڳويا، ڪون قاسم! ڪون ساز!
(وائي ص255)

---

تال مول سيکهہ لي قاسم، بجتا ڪون بجاتا ڪون
(ڀهجن ص263)

’تال‘ بنا سڪڻ جي ئي فطري طور ’قاسم‘ (خليفي صاحب) جي طبع ۾ سمايل هو. ’سسئي پنهونءَ جي داستان‘ جو هيٺيون شعر جنهن ۾ مرليءَ جي تال جو ٻول شاعرانہ شعور جو جز بنيو آهي، سو انهيءَ حقيقت تي شاهد آهي:

وڄي مرلي ڏُنڪ ڏُن تال پُرتال
وڙهيا جوڳي سيہ واسينگ دي نال

سر سورٺ جي هيٺين مصرع ساک ڀري ٿي تہ خليفي صاحب کي ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي ڪافي ڄاڻ هئي. ٻيجل متعلق چيل آهي تہ:

آلاپيائين اوچتو، پيرم راڳ پياس

’پياس‘ بيشَ پيرم (پيروڻ) ناٺ جي راڳڻي آهي: ’پيروڻ‘ جا ٻہ سر ’مڌم‘ ۽ ’نکاد‘ ڪٽبا تہ پياس راڳڻي نهندي. انهن اندروني شهادتن جي علاوه، ملاري ڪانري، ججونتي ۽ دادره جا ٻول (استائي ۽ انتره سميت) جي خليفي صاحب خاص طور منظور ڪيا آهن. (ص258-259) سي موسيقيءَ جي فن بابت سندس حسن ذوق ۽ ڄاڻ تي پڌرا شاهد آهن. راڳ جو ايتري قدر عملي ذوق ۽ علمي ڄاڻ ڀٽائي صاحب بعد وري خليفي صاحب جي شعر ۾ نمايان آهي ۽ هن دور جي ٻين شاعرن وٽ نسبتاً ڇڻ ڪہ ناپيد آهي.

**وطنيت:** گذريل تاريخي دور ۾ وطن جي حب اهل سنڌ جي اخلاق ۽ ڪردار جي هڪ نمايان خصوصيت هئي، ۽ اهي سورهيہ جي سنڌ خاطر سر ڏيئي سرها ٿيا. تن کي سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن توڙي شاعرن دل کولي ڳايو. ’دودي چنيسر‘ جو رزميہ داستان انهيءَ سلسلي جو اڳاٽو آثار آهي. ميين شاه عنات ۽ خصوصاً ڀٽائي صاحب، بعد ۾ ’مارئيءَ جي داستان‘ ذريعي حب الوطنيءَ جي روايت کي نئين سر اُجاريو. ڪانئن پوءِ واري گروه جي شاعرن ٻڻ مارئيءَ جي وطن لاءِ حب ۽ محبت واري مضمون کي وري ورجايو. مگر انهيءَ مضمون جي علاوه سڌو سنئون ۽ خالص وطنيت جي جذبي هيٺ جن شعر چيو، تن مڙني ۾ خليفي صاحب جو مقام بلند آهي. ڇاڪاڻ تہ هن ’سر ڪيڏارو‘ محض سنڌ جي سورهيہ سپوتن کي جسن ڏيڻ خاطر ئي جوڙيو.

سنڌي شاعريءَ ۾ ’سر ڪيڏاري‘ جو روايتي مضمون ڪربلا جو قضيو ۽ امامن سڳورن جي شهادت آهي ۽ احسان فقير لاڳاه غالباً پهريون شاعر هو، جنهن پنهنجي ’ڪيڏاري‘ ۾ شهادت جي مضمون کي چمڪايو. بهرحال ديني جذبو ۽ روحاني عقيدت ’ڪيڏاري‘ ڳائڻ لاءِ مکيہ محرڪات بنيا.

فقير محمد صديق ۽ خليفو نبي بخش صاحب غالباً پهريان شاعر هئا، جن ڪيڏاري جي مضمون ۾ جدت پيدا ڪئي. 'شهادت' واري مرڪزي نقطي کي برقرار رکندي، هنن ٻنهي بزرگن خاص طرح سنڌ جي شهيدن کي ڳايو: فقير محمد صديق 'جهوڪ' جي عارف صوفي شاه عنايت رحه جي شهادت کي ڳايو، تہ خليفي صاحب وري سنڌ جي لشڪر جي انهن سورهيہ ۽ سرويچ سپاهين کي ڳايو، جي 'ڪرڙيءَ' جي جنگ ۾ شهيد ٿيا. البتہ فقير محمد صديق جي ڪيڏاري لاءِ محرڪ جذبو ٻنهنجي مرشد گهراڻي سان روحاني ارادت ۽ عقيدت هو، جو شهادت جي واقعي کان ڪم از ڪم پنجاه سال ڪن پوءِ[1] مرشد سان محبت ۽ عقيدت خاطر ٺئي 'ڪيڏارو' چيائين. ان جي برعڪس خليفي صاحب محض سنڌ سان محبت ۽ وطنيت جي جذبي هيٺ ڪيڏارو چيو. 'ڪرڙيءَ' جي جنگ ۱۲۴۹هہ ۾ لڳي ۽ ان وقت خليفي صاحب جي عمر 59 سال ڪن هئي. سنڌ جي اميرن حاڪمن جي سرداريءَ واري عهدي کان هو ٽيهہ سال اڳ سبڪدوش ٿي چڪو هو ۽ هن وقت دنيا جي معاملن کان دور ۽ فقيري رنگ ۾ رتل هو. ارادت ۽ عقيدت ۾ هو هينئر همہ تن پير صاحب پاڳاري جي درگاه ڏانهن منوجہ هو. باوجود انهيءَ يڪسوئيءَ ۽ يڪجهتيءَ جي، سنڌ جي محبت ۽ وطنيت جي جذبي ڪيس ڪرڙيءَ واري واقعي ڏانهن متوجهہ ڪيو ۽ اهي دلير مرد جيڪي افغانن جي حملي آور فوج سان آخري دم تائين مقابلو ڪندي شهيد ٿيا، تن جي ناموس ۽ سنڌ جي سرفرازيءَ خاطر سر ڪيڏارو جوڙيائين. هن سر جي شروعات ٺي حملي آور شاه شجاع کي تنبيهہ ۽ سنڌ جي باشندن جي سرفرازيءَ ۽ سربلنديءَ جي تصديق سان ٿئي ٿي:

شجاع! سنڌ م وِهہ. اوڏا اڏي نجهرا،
هيءَ تني جو ڏيهہ، حمي حيدر جن جو.

— —

شجاع ويهہ م سنڌ. اوڏا اڏي نجهرا،
هتي راوت رند، وتن قلعي ڪوڏيا.

سنڌ ۽ سنڌ جي عوام سان خليفي صاحب جي خاص محبت هئي. هو پاڻ هڪ ننڍڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو ۽ روحاني ترقيءَ ۽ اخلاقي بلنديءَ جي تبليغ خاطر عوام سان ڪانئ وڏي پيماني تي سندس گهاٽو تعلق رهيو، جنهنڪري ڪيس عوام جي افلاس ۽ غربت جو احساس ٿيو ابي. احساس ۽ همدرديءَ جو اظهار هينئن بيتن ۾ جيتري قدر واضح ۽ زوردار لفظن ۾ ٿيل آهي، اوترو سندس همعصر گروه جي ٻين شاعرن جي ڪلام ۾ نمايان ناهي:

آءٌ سو سارنگ ساريان، جو بکين لاهي بک،
آب پياري اُجڙيين، ڏکين سجي سک،
مٺان دلين دک، وَسن سيئي ميٺيا.
(سارنگ)

---

[1] شاه عنايت رحہ سنہ1130هہ ۾ شهيد ٿيو ۽ فقير محمد صديق سن1152هہ(؟) ڄاري ڄائو. ڪلام جي پختگيءَ مان ظاهر آهي تہ فقير صاحب 'ڪيڏارو' ڪم از ڪم ٽيهن سالن جي ڄمار بعد چيو.

صبر شڪر ميٺ، مون مورائين نه وٺي،
بڪئي جهڄهي جندڙو، ڏايل ڪنهي پيٽ،
جان هونديس پون هيٺ، جان قاسم پيڙي ڪيچئين.
(سسئي)

ٽالپوري عهد جي پوئين دور ۾ وياج خور واڻيي سنڌ جي هر وسيءَ ۾ واهڻ توڙي ڳوٺ ۾ شهر ۾ پنهنجي سرمائيداريءَ جو چار پکيڙي مزور، ڪاسبي، هاريءَ توڙي ننڍي ڪاتيدار ۾ زميندار جي اقتصادي خوشحاليءَ کي ختم ڪري ڇڏيو هو. خليفي صاحب کي انهيءَ ابتر حالت جو احساس ايتري قدر شدت سان هو، جو سرمايه دار دڪاندارن کي ڏاڙيلن کان بدتر ٿي سمجهيائين ۾ ڏاڙيلن جي سنئين سٽي ڦُر کي انهن سودخورن جي ڳجهي ڦر کان بهتر ٿي ڀانيائين: ”ڪارو منهن ڪراڙ، ساڳاين منهن سنرا.“ سر ڏهر جو فصل -2 (ص157) انهيءَ معنيٰ ۾ خاص خليفي صاحب جي انفرادي تخليق آهي. بهرحال سنڌ ۾ سنڌ جي عوام سان محبت ۾ وطنيت جي جذبي سان لبريز وطن دوست شاعر جي حيثيت ۾ خليفي صاحب جو درجو سندس مڙني معاصرن ۾ مٿيرو نظر اچي ٿو.

**حال ۾ قال جي انفراديت:** پٽائي صاحب کان پوءِ واري دور جا شاعر پٽائي صاحب کان گهڻي قدر متاثر ٿيا. پٽائي صاحب سچ ٿي اپريو ۾ روز روشن ڪري ڇڏيائين. انهيءَ ڇٽي ڏينهن ۾ ٿي پوين شاعرن اک کولي ۾ انهيءَ اهاءَ جي پرتون ۾ چانون واري جنسار ۾ جلوه گريءَ متن شعوري توڙي لاشعوري اثر وڌو. البت منجهائن هرهڪ جي زندگيءَ ۾ خيالات تي سندس مخصوص ماحول جو رنگ چڙهيو ۾ منجهائن هرهڪ جي ڪلام ۾ ڪي امتيازي خصوصيتون نمودار ٿيون. پنهنجن بين معاصرن وانگر خليفو صاحب پڻ لطيف جي سرچشمي مان سرشار ٿيو، مگر پنهنجي حال ۾ قال جي انفراديت سان هو پنهنجي معاصرن ۾ ممتاز ٿيو.

پٽائي صاحب جي خيال جي بلندي پٽائي صاحب تائين محدود ٿي ۾ پٽائي صاحب جي فصاحت ۾ بلاغت پڻ پٽائي صاحب سان ئي مخصوص ٿي. پوئين دور جي شاعرن مان هرهڪ انهيءَ پندار مان پنهنجي ٿانءَ آهر ڀاڱو ڪنيو ۾ خليفي صاحب کي البتہ ڀرپور ڀاڱو مليو. پٽائي صاحب کان اڳ ميين شاه عنات پنهنجي ڪلام ۾ نوان مضمون نروار ڪيا ۾ نهايت سهڻي سليقي سان انهن کي نباهيو. اهو پٽائي صاحب جو اعجاز هو، جو انهن مضمونن کي اجاري اڇو ڪيائين ۾ انهن ۾ نت نوان نڪات پيدا ڪيائين. انهن ساڳين مضمونن کي جڏهن ڪانئس پوئين دور جي شاعرن ورجايو تہ معنوي لحاظ سان گهڻي قدر ڇڻ محض انبا پريائون. سندن پيٽ ۾ خليفي صاحب پنهنجي ڪلام ۾ وڌيڪ ندرت ۾ نزاڪت پيدا ڪئي. پٽائي صاحب وارن سرن مثلاً ڪلياڻ، سارنگ، مومل راڻي، مارئي، رپ، گهاتو وغيره کي بين شاعرن ۾ خليفي صاحب جي چيل ساڳين سرن جي بيتن پيٽڻ سان اها حقيقت پوريءَ طرح واضح ٿئي ٿي. ٻوليءَ جي استعمال ۾ اسلوب بيان جي دلپذيريءَ جو بہ ساڳيو حال آهي. پٽائي صاحب جي بيتن ۾ لفظ بدلائڻ محال آهي. ڪانئس پوءِ واري دور جي شاعرن جي ڪلام ۾ بيان جي نزاڪت انهيءَ پايي تي پهتل نہ آهي، سندن ڪي ٿورا بيت نهايت سهڻا سٽيل آهن، پر گهڻن ۾ اصلاح جي گنجائش نمايان طور نظر اچي ٿي. نسبتاً، خليفي صاحب جي جملي ڪلام ۾ فصاحت ۾ بلاغت جي لهر يڪسان موجود آهي ۾ پڙهندڙن جو خيال اصلاح طرف ڪو ورلي ويندو. فڪر

جي انفراديت، خيال جي عبقريت ۽ موسيقيءَ ۽ ترنم جي صلاحيت سببان خليفي صاحب جو ڪلام معنيٰ توڙي اسلوب بيان جي لحاظ سان وڏيڪ چمڪندو نظر اچي ٿو.

بهرحال، قدري تفصيلي ۽ تنقيدي جائزي جي بناءَ تي انهيءَ نتيجي تي پهچجي ٿو ته: شاهه عبداللطيف سنڌي شاعريءَ جي آسمان ۾ سج ٿي ابريو، جنهن جي پرتوي جي آب ۽ تاب ڪان اڪثر پويان شاعر ذرن مثل چمڪيا، مگر خليفي صاحب جو شمار انهن نامورن شاعرن ۾ آهي، جي چنڊ ٿي ابريا: بلڪ خليفي صاحب پنهنجي بلند حوصلي، فڪر جي يگانگت ۽ اسلوب بيان جي دلپذيريءَ سان چڻ چوڏهينءَ جو چنڊ ٿي چانڊاڻ ڪئي.

خادم العلم

**نبي بخش بلوچ**

سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد

26 ذي الحج 1385هه

(18- اپريل 1965)

# سر ڪلياڻ

## فصل ٻيو

[١] هڪ هٿ ۾ وَنڱي، ٻئي هٿ ۾ ڪاتِ
وجهن ڪَرُتَ ڪپار ۾، هُتَ ناهي ريت رَڪاتِ(١)
سودو هاڻو هاتِ، قاسم اِڪِج ڪَلَلِ سان.

[٢] پِرينءَ جي پُڇَنِ، ڪاتي پُڇي تَنِ کي
عاشق ڪَري ڪَترا، ٻئا وجهي اي ٻَنِ
وَڍيا ئي وهَسَنِ، جي ڪوٺي ڪُٺا سڄڻين(٢).

[٣] جي ڪوٺي ڪُٺا سڄڻين، راوَلَ روبروءِ(٣)
جيرا ٻُڪيون تَنِ جا، لَهسيا ڀِريںءَ لُوءِ(٤)
قاصائڪي ڪُوءِ، رت رِيلو ئي نہ سُڪي.

[٤] قاصائڪو ڪَمُ، ڪنهن ڪؤنُ سِڪئين سُپرين(٥)
هڏ ڇڇيريو چَمُ، ڪاٽيو ڪَريين ڪَترا(٦).

---

(١) ل. وجهن ڪرت ڪپار ۾ - الخ (٢) خ. وڍائي (٣) ڪ. جينءَ ڪوٺي - الخ. (٤) اصل. زيرا ٻڪيون (٥) خ. قاصائڪيءَ ڪو؛ ڪ. قاصائيڪو... ڪنهن ڪان (٦) خ. ڇڇيڙيو ... ڪري ڪترا؛ ش. ڇڇريو.

[٥] ڏَکنِ مٿي ڏَکَڙا، چاڏور چَکَنِ جيـنءَ
مُهريون معشوقن جون، تون پڻُ سَهج ڏينءَ(١)
نِگهَنِ وِجهي نِينهَن، ڇَڙيو ڇُڳيرن کي(٢).

[٦] جانُ اڱڻي ۾ آءُ، اچين تان ۾ وَريج(٣)
سيڱُون جي سيڻن جون، سيني منجهه سَهيج(٤)
کنهين پَت، قاسم چئي، پَئي مَڃ مَريج
سندي سيڻِ سيج، مَري جيءَ نه ماڻئين(٥).

**وائي** *

دردَ طبيبُ دارون ڏيندو، حالَ حبيبُ دارون ڏيندو -
دارون ڏيندو، مون گهرائيندو

١. پاڻ پَلائي سُپرين، ننگُ نِبائي نيندو(٦)
٢. احمدُ عاصِيَنِ جو، لاشَڪَ شافِعُ ٿيندو
٣. کَهَم ۾ قاسم کارٽي، ڇنان تان نه ڇَڏيندو(٧)

**فصل ٻيو**

[١] مٿا ماڏيءَ وٽ، کالهه کلالن کاڏٿا
کَلالڻي کاتَ کي، کُهندي چَڙهي نه کَٽ

(١) ظ. مهميزون معشوقن جون (٢) خ. نيگهن وجهي؛ ظ ک. ننگهن (٣) ش. جي اچين تان ۾ وريج (٤) ش. سکيليون سيڻن جون - الخ (٥) ش. مريجيءَ؛ ک. مري جيئن. خ، ظ ۽ ڊ ۾ هيءَ بيت کونهي (٦) ک. پاڻ پلا سپرين (٧) ڊ. کَهه ۾.
* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر رائي' هيٺ ڏنل آهي.

قاسم اِن ڪَڪوهہ جو، ڳُهٽ ڳُهٽي تو ڳَهٽ (۱)
مَٽي سَري سَٽ، آهي عاشقن جي.

[۲] وَدِ وَدِيندي لاه، موکي! مُهنجو مَٽڙو (۲)
مَٽو مَٽ مَٽاه، مون ڳهران ڏِ گهورئو.

[۳] مَٽو مَٽُ نہ مَٽَ جو، مَٽُ مَهانگو آه
قاسم ڪِج ڪلال! تون ڪُهَندي ڪَٽُ مَڪا (۳)
سرُ سنيايم سُپرين! توڙئون تو هي لاءِ
صدقو ڪريان ساهُ، پيئندي پِهرين پِڪ تان.

[۴] سَدَڙِئا سَدُون ڪن، سدا مُندَ شَرابَ جون (۴)
قاسم ڪَڙي ڪَڪوهَ جو، تَرو نہ چِٽو تَن (۵)
جيءَ ڪڙا ڪئا جَن، پِيتيون تَن پياليون (۶).

[۵] سوني سَچيائون، مَٽا مَتَ ڏٽيءَ ڪي (۷)
قاسم! سُنت شيرٽيون، 'آءٌ'، 'تون' آچيائون
ودِي وڏائِون، هـُٽ سندا هـَڏڙا.

---

(۱) خ ظ. ڪُٽ ڪُٽيندو ڪُٽ؛ د. ڳُهٽ ڳُهٽيندو ڳُهٽ؛ ڪ. ڪُٽ ڪُٽيتو ڪُٽ؛ ش. ڳُهٽ ڳُهٽيتو ڳُهٽ (۲) د. وڍيو ويدي لاه- الخ؛ ش. نہ مٽ برابر آهہ، موکي منهنجو مٽڙو (۳) خ. قاسم ڪج ڪلال تئون- الخ؛ ش. قاسم ڪج ڪلال سان- الخ. (۴) اصل. سدا مُندَ شراب جي (۵). اصل. 'قاسم ڪري ڪڪوه جو، ترو نہ چِٽو تن' (۶) هي بيت فقط ظ ۾ ڏنل آهي (۷) ظ. 'مٽا مٽ ڏٽين ڪي'؛ خ ظ ڪ د: 'سوني'؛ ش. 'سُوني'.

## وائي

سو ڀاروچو آيو، جنهن لاءِ جڳ سڪايو

١. جيڏو منهنجو جيڏيون، گهور جهينجڙي گهايو

٢. آسر لڳي جن جي، ويٺڙي مون واجهايو

٣. بابو بيبي فاطمه، مونکي جنهن سرڪايو

٤. پنهون پاڃياڙيءَ تي، لائق ٽورڙو لايو

٥. قاسم ڪنيزڪ سان، نوشه نينهن نڀايو

### فصل ڏيون

[١] ڪاري وڏو ڪالهه، وه مَٽَ ۾ وترو
ڪوڙين قاسم ڪيترا، ڪَٽا زهر زوال
ڪوني اِن ڪلال، ميخاني ۾ مارئا.

[٢] ڪارا، پيرا، ڪمرا، تن واسينگن ويا(١)
سوکي سندي مَٽَ تي، اڇي پرڙ پِئا(٢)
قاسم اِنَ ڪَڪوه ۾، گڏجي وهَ ويا(٣)
جن ڪڙا سر ڪِئا، پيتيون تَن پيالِيون.

---

وائي. ٢. ڪ آسري لڳي؛ خ. مون وڃايو ٥. ڪ. تولاءِ قاسم سپرين، آهيم سر سنڀايو.
ظ ۾ هي ٽالي وارزي مصرع ڪانهي.

(١) ش. ڪارا، پيڙا (٢) ظ. اڇي پَر پيا (٣) خ. متن ۾ 'گڏجي ويه وئا'، پر حاشيي ۾ 'ويه' بدران درستي 'وه'؛ ظ. 'ويه وئا'.

[۴] سرَ ڏِنائون سَتَ ۾، جامَ پيتائون جالَ
قاسم ڪالهَ ڪلالَ، پياري پُر ڪئا.

[۵] سوري متي سيجَڙي، آڏيءَ متي انگَ
ديڳين ڪَڙهن دوڳڙا، منجهہ ڪٺاه ڪَرنگَ
قاسم ڪَيسر رنگَ، وِهَ پيتائون وَڻيين(۱).

## فصل چوٿون

[۱] ڪوٺي جَنَ ڪَلالُ، وَڏا طالعَ تَنَ جا
وَٺي پُر وِصالَ، تُرتُ پيـاري تَنِ کي.

[۲] ڪوٺي کُهي جن کي، سَڏي سَجي سُورَ(۲)
پيالا پنج-تُورَ، پوجَ پياري تن کي.

[۳] ڪُنا جي ڪَلياڻ، وَڏا طالعَ تَنِ جا
پير مُغانُ جي موهيا، متارا ميخان
پيتائون پُر ٺٺا، منجهان ڏُنگ دڪان(۳)
بيخود ڪئا خُمخان، قاسم ڪوثر گڏئا.

[۴] ڪُنا جي ڪلياڻ، وڏا طالع تَنَ جا
مُوتُوا قَبلَ آنْ تَمُوتُوا، مرِي لذائون مان

(۱) ع. وِهَ پيتا وَڻيين. (۲) ع. سڏي سنجي سور (۳) S. منجهان ڏنگ دڪان.

صوفي سي سلطان، جي لاحَدَ حَد ۾ آئيا.

[٥] لاحد حد ۾ آئيا، حَدَ سُونائون هَنَڌ
اِهدِ نَا الصّراط المُستقيمَ، اِيُّ پياڪَنِ پَنَڌ
نيِڻَ نَشي سين واڳئا، سيني منجھہ صَمد
متارا ۽ مَندَ، هو دوئي هيڪ ٿئا.

[٦] صوفي صُلح سي سان، جهَتَ جاء نہ ڪا
الصوفي لا مذهَبَ ھ، اُتو احمد شاھ
فَاَيْنَمَا تَوَلُّوا فَثَمَّ وَجْهُ اللّٰه، چوڏس نُور نگاھ
مَڃُڻ پَسِين ماء، قاسم ڪتر ماڻيين(١).

وائي*

مون تان منهنجا پِيرَ! لائِقَ لاهہ مَ هَٿَڙا
١. سِگهو موڙجُ سيّدا! آوڪيءَ وِيرَ آمِير
٢. آوڪِي عاصيِڙَن ڪي، شاھ لنگهائج سِير
٣. توڙان آهيان تنهنجو، دائِمُ دامنگير
٤. ڪوڙين ڪيِڙَمِ ڪيترا، قاسم لک ڪَبير.

(١) ظ. 'قاسم ڪتر ستاري'؛ د. 'قاسم ڪتڙ ماڻئي.'
*هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪاهوڙي' هيٺ لکيل هئي جا نباڻي هت آندي وئي آهي.

# سر کنڀات

## فصل پھريون

[١] وَر سا ڪاري راتِ، جنهن ۾ ڏِنم پرينءَ کي(١)
چنبَ تنهنجي تات، هَڏ نہ وڏي هانءَ مون.

[٢] آچِي سا اونداه، جا ميڙِيندڙ سَڄڻين
ڪُتو ڀَھڪِي م اُٿِي، ڏُجَهَڻ پِئي م ڏاه
مونکي ٿِئي مُباح، اورڻ عجيبن جو.

[٣] قَمر! ڪارو نانگ، توکي ڪائِي ڪڏھين
سڄڻ آيا مون گهرِين، پيرِي موتين مانگ
وچوڙو وڙانگ، ڏنئي ڏکوين کي(٢).

[٤] قمر! کوه ڪيوءِ، ڇهِرو چوڏهينءَ ماه ۾(٣)
ڏينهن ڏوراڻا سپرين، رات رنڊائي توءِ
وڏو ويرُ وڌوءِ، ادا عاشقن سان.

[٥] اُيري آيَن آءِ، ڪرِ سُهائو سيگهہ مان(٤)

(١) خ د. 'اير' کي' (٢) ظ. وچوڙو وڙواند - الخ (٣) ظ. جهيڙوچوڏهينءَ ماه ۾ (٤) د. سيگهہ مون

ڪندو سا ڪري چُڪو، آزل ڪؤن اللّٰه
اڪيون منجهه آهاء، مَرِ جانْ پسن پرينِ کي.

[٦] رنگ گُوڙهو رخسار، سَروَ قدارا سپرين(١)
جانب جَلويدار، سوسِي سُورَجَ جَهپيا(٢).

[٧] نڪو نڪ نہ اکڙيون، تو ۾ چنبُ نہ چَپ
پاٽان وجهين ڊپ، اچيو عاشقن کي.

[٨] چنبَ! چشمان چار، جي آيِي سَجينِ سامُهيون(٣)
تہ پڻ نير - نهار، هُوندَ نہ پَڙينْ پرينِ جي(٤).

[٩] آڏ لَڪ اڪيون چَنبڙا! نَوَ لَڪ نڪ سنداء
حُسن ساڻ حبيبَ جي، جِهَتِ جاء نہ ڪاء
آيِي پرينِ اڳياء، نائج ڪنڌ نيازَ مُون(٥).

[١٠] نياپو کِي سَجّٽينِ، چئـجَ چتائي چنبَ!
وڏي ڪا وصالَ ۾، رات رقيبن رَنبَ
مُحبَ مصري ڪنبِ، شل ڪَوُڙاٽينِ مَ ڪڏهين(٦).

[١١] چئجِ نياپو پرينء کي، ادب ساڻ آصيل!

---

(١) خ د. رنگ گورو. ش. قداور (٢) ڪ د. سؤ سين؛ ش. سهسين (٣) خ. سامهون؛ خ. آيهي سجڻين سامهيون (٤) د ڪ ش. هڏ نہ پڙين - الخ (٥) ظ ش. نياز سان (٦) ظ. شال ڪوڙا - الخ؛ د. چل ڪوڙا - الخ

توکُون سَرِي سُپرين، مونکي سک سَبيل
وچان تي وکيل، آڻِ سنيها سُپريين(۱).

[۱۲] ڏي سنيهو سَڄڻين، چَوُ جڻن چيائُون
مُشڪي مشتاقنِ جون وَهيون وانچيائون
کِلي کنيائون، اکيون پيئي پاجهہ سان(۲).

[۱۳] ناسيندي ئي نور، قَمَرَ پَسُ قَريبَ جو
منهنجا ڏيجُ سَنيهڙا، هلي منجهہ حضور(۳)
پِئي پَڌج هَتَڙا، دايَن جي دستور
صبح شام آسور، اکيون آنْهجي آسري(۴).

[۱۴] ناسِندي ئي نِڱيو، سرِجيو سورهينءَ ماه(۵)
پِريان سندي پَنڌَ پر، کرهو کاهيو کاه
اکيون منجهہ اُهاءِ، مَرْجانْ پَسن پِرَ کي(٦).

وائي

آيَمِ آجُ عجيبَ، سُور سِڌايا سرتيون(۷)
۱. اچي اوطاقي ٿِئا، هنيڙي منجهہ حبيبَ

---

(۱) خ ظ ڪ ش. سپرين، ل. سپريئين (۲) ظ ل. پئي (۳) خ ڪ ل ش. منهنجا ڏج- الخ.
(۴) ظ ش. اوهانجي آسري (۵) خ ظ. سوري ماه؛ ڪ ش. سوره ماه. (٦) ظ ش. پرين
کي ؛ ڪ. پرينءَ کي (۷) ڪ ظ. سڌاريا.

۰۲ آگڻ آيا سُپرين، ٽَئِڙا رد رَقيبَ(۱)
۰۳ ميڙائي جي مون پرين، ڏنڙي تياڪَ طبيبَ(۲)
۰۴ جيئڙي جُدا مَ ٿئي، قاسم ساڻ قَريبَ(۳).

فصل ٻيو

[۱] سُر سيئي سَڦَرا، پر خاصو سُر ڪنيات
وِجهي پنڌ پرينِ ڏي، اُٿيو آڌيءَ رات(۴)
قاسم ڪَرَهَ پَلاڻيو، سينگاري سَغلات (۵)
پِرَهَ پَسندي موٽيو، جَمَلُ وِجهي جهات
پُڄاڻان پِريات، عاشق آسڻ آئيا (٦).

[۲] پُور پالاڻ نينهن، سِرجَنديئي سکيو (۷)
رَمي راتو ڏينهن، پِريان سندي پَنڌَ ۾.

[۳] پڳُ سنهون سوغات، ڪنڌ مٿاهون ڪَرَهو (۸)
ڪاڇي قَدم اُڇليا، پُوري پِنيءُ رات
سَنجَ سونا سغلات، مَيي سيِ مَلهائيا.

[۴] چَندنُ چَڪي آئيو، ٻِي وَلِ نہ وِجهي وات

(۱) خ د ڪ ش. رنج رقيب (۲) ظ. ميڙائيجو. خ ظ ش. تياڪ؛ ڪ. ترياڪ؛ د. تياڪ (۳) ڪ د ش. جدائي م ٿئي (۴) د. وجهي پنڌ- الخ (۵) اصل. 'قاسم ڪره پلاڻيا'. خ ڪ. سينگاريئي شغلات؛ د. سينگاري شُغلات؛ ش. سينگاريي سُغلات (٦) ش پره ڦٽي پريات - الخ (۷) ظ. سرجنديئي (۸) خ ڪ د. مٿاهر ڪرهو.

ڪرهي ڪؤنر لَتاڙَئا، رِيهي پَئي رات
توڏي تنهن وڻ تات، جنهن ۾ بوءِ بادامَ جي.

[٥] جنهن ۾ بوءِ بادام جي، اوڳر عطر تُل
تنهن ول سندو گل، چانگو چکي آئيو(١).

[٦] جنهن ۾ بوءِ بادامَ جي، اوڳَر عطر رُوءِ
راتِ مَڪوليا مُشڪَ سين، مَيي پنهنجا مُوءِ
سوئائين جُوءِ، آگَرِ جِيائين اُپجي.

[٧] جنهن ۾ بوءِ بادامَ جِي، اوڳر عطر واس
رات وياري وَلَڙيون، پُر ڪيائين پاس(٢)
اُيو ڪَري اُڪاسَ، اج پڻ اُنهينْ پارَ ڏي(٣).

[٨] وَليون سونَ - ورَنَّ، ٽارَن ٽُونڙَ ڦُلاريا
سُٽي ڳالهه سُنْبُلَ جِي، ڪاچِي ڪنيا ڪَنَّ
مُچِي پاڻَنِ پَنَّ، ڪَره ڪاٽينا رَڱئا(٤).

[٩] ڪَرهو ڪاڪُل موهيو، سُنبلَ آيُس ساءُ
مَيي مُوران نه وَٽِي، ٻي قاسم ول نه ڪاءُ
ٽو لُچِي تنهين لاءِ، راتِ جنهين گُل رانئيو.

---

(١) هي‌ٔ بيت فقط ظ ۾ آهي؛ اصل: ! اگر عطر تل'. (٢) ڪ ل. رات وهاري- الخ (٣) ڪ. اوڪاس. خ. اج به؛ ظ. اج ٻه. (٤) ڪ. ڪانيئا؛ ل ش. ڪانئيا.

[١٠] جنهن گُلَ رانيو ڪَرَهو، سو گُل چڙهيس چِت(١)
گُونري ڪي گلابَ جو، وِڏو پيچُ پرِت
نايو چَري نِت، قاسم ڪُونَرَن ٿاريُون.

[١١] ڪَرها! تو گِل گِنيڙيون، پُوئي پايان پنج
هَلندي حبيبن ڏي، ڪاچِي! ڪٽُڪ مَ ڪنج
ڏُجهڻ ڏيئي ڏَنج، مونکي سڄڻ ميڙئين(٢)

## وائي*

جَملَ منجهہ جهانَ، چَرَن پيئَن چاڱُلا
١. آن نہ اوڏا ڪَرها، نڪي گهُرن نانَ
٢. جَهنگل جهوڪون اُنّ جون، ليڙا لامڪانَ
٣. رات وياري ولڙيون، آيا مست آنانَ
٤. وَڳَ ڪشوريءَ واسيا، مَيَن لڏا مانَ
٥. قاسم! ڪَرهن پيٽ ۾، پَريون سندا پانَ.

—❀❀❀—

(١) خ ش. رانيو؛ د ڪ. رايو؛ ڪ رانئيو (٢) هيءَ بيت فقط ظ ۾ آهي.
* هيءَ وائي اصل 'سر پورب' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٽپائي هت آندي وئي آهي. ٣. اصل. رات وهاري - الخ. ٤. اصل. 'مين لڏا'؛ هيءَ مصرع فقط ڪ ۽ د ۾ آهي.

# سر سريراڳ

## فصل پهريون

[١] هِيرو جَنِ هَنڌن، وِچ وَڻجارا اوڏهين
سودو صرافن سين، جِت ڪوڙين وينا ڪَن(١)
تون پڻ وڃان تَن، وانءُ وهائي آءُ ڪِي(٢).

[٢] هيڙي سندو هوه، مانُ پَلو جَنِ پيٽيين
هاٽي تَنِ هَٽن تي، لَسَ وڪامي لوه
سُون سچاٽي ڪونڪو، آهي اِيُ اندوه
قاسم ڪَچَ سندوه، قدر نه ڪوڏيءُ جيترو(٣).

[٣] سَچ سُوديندڙ ٿورڙا، ڪچ سوديندڙ ڪوڙ
سودو صرافن سان، جُوڌئون وڃي جوڙ(٤)
موتي ۽ مَرجان ڪُون، ماسو مُنهن مَ موڙ
صبح پٿي سوڙ، آمُل ٿيندو آذِقو(٥).

---

(١) ڪ. جت سودوصرافن سين ڪوڙين وينا ڪن (٢) خ. وانئن وهائي آءُ ڪي؛ ظ. ونيءُ؛ ش. وئون؛ ڪ. ونءُ. هيءُ بيت د ۾ ڪونهي (٣) هيءُ بيت د ۾ ڪونهي (٤) خ ظ ش. زودئون وڃي جوڙ (٥) اصل. 'آزڪو'.

[۴] سون وهائُج سَقُرو، ڪَچ ۾ ڪمُ نہ ڪوء

پيدا پُورو نہ ٿئي، لاڳو منجهان لوه

قاسم! سُود سندوء، پارِ پسندا پارکُو.

[۵] پاڻيَٽ جي پَرکين، لاري لڳج ٿَنِ جي(۱)

قاسم ڪُل جَواهر جا، اصل اُوء آمين

ماڻڪ ديندء مُوڙيُون، چُنڊي منجهان چين(۲)

ڏينهڪ وينا ڏينِ، هيرو لعل هٿن سان.

[۶] پاڻيَٽ سندا پارکو، داڙُو خَيرَ دَلالَ

هيرو هٿان آنِ جي، ماسو ملي مالَ

قاسم! ڪوڙ ڪنگالَ، سودي ان سُداريا(۳).

## فصل ٻيو

[۱] آمُلَ سَندي آسَ، ڪُڏي پَئو ڪُلاب ۾

گهوري منجهہ غواصَ، پارس پائي آئيا(۴).

[۲] ويهو پاسِ وڙنِ، پَٻَ پُراڻا ٿوليين(۵)

قاسم! ڪنهن پَر نہ لَهين، منجهان پُڪَ پڙنَ

---

(۱) خ. پاڻيت؛ ڪ. پاڻيٽ (۲) خ. ماڻڪ ڏيندي - الخ (۳) هي بيت د ۾ ڪونهي

(۴) هي بيت فقط ڪ ۾ آهي. (۵) خ. ويهيون پاس وڙن، ٻٽ پراڻا ٿوليين؛ ش. و هوپاس و ڙن - الخ.

ساڻڪ تَنِ مِڙنِّ، ساڪَن جي سمونڊ جا(١).

[٣] ساڪَن جي سَمونڊ جا، پَسُ تَني جِي پاڳ
ڏوريندن ڏَسين ٿا، سندو ماڻڪ ماڳ(٢)
قاسم ڪل جَهوار جي، وَس تَني جي واڳ،
سنئون تَنِ سياڳ، جي پلئي لڳا اُن جي(٣).

[٤] جاڳِي جاڳِي جَنِّ، سُتڙ سَنجيون پيڙيُون(٤)
صلاحون سُونهپَ جون، قاسم ويٺا ڪَنِّ
آمُل آندو تَنِّ، ٻڌا جيڪي ٻار ۾(٥).

[٥] هاڳامان ۽ هلِّ، سُچِن ڪُنِّ سمونڊ جا
آندا تَن آمُلَّ، جي آسون پَلي اوهريا(٦).

[٦] آسون پَلي اوهريا، آمُل آندا تَنِّ
وڏا طالع تَنِ جا، جهاجهه جُهَاري جَنِّ
جي تانگهي مَنجهه تَرنِ، قاسم ڪوڏِيون تَن لئي(٧).

واڻي*

توهُ تُنهينجو مڱان، توه تُنهينجو مڱان
ياالله توه تنهينجو مڱان، الله آءٌ تو ڙئون تنهينجو مڱان

(١) هي بيت ظ ۽ ڊ ۾ ڪونهي. (٢) ڪ. ڏوريندڙ ڏسين ٿا - الخ (٣) هي بيت ظ ۽ ڊ ۾ ڪونهي (٤) ڪ. سنجهيون (٥) خ. ٻڌا جي ٻار ۾. ظ ۽ ڊ ۾ هيءُ بيت ڪونهي (٦) هي بيت فقط خ ۾ آهي (٧) هي بيت فقط خ ۾ آهي.

* هيءَ واڻي ڊ ۾ ڪانهي.

۱. ڀيڙِي ٽِيان ڀتار سان، آنگِي لاهي اڳان
مولىٰ مونکي ميڙيين، دور ڪري دُرَڳان

۲. چيٽُون جت چُرينِ ٽا، چت چٽرجَن چڳان
سيٽن چَرون چاڙهيا، رَچن رَڳ سُرڳان

۳. قاسم ڪو مَ مُنجهائيين، سائنيمَا! پنهنجي سَڳان
پنهنجا پاڻ فَضل سان، ٻار لنگهائيين لَڳان



---

۱. ظ. انڪيون لاهي اڳان.

# سُر ساموندي

## فصل پهريون

[١] چِتِ ڪيائون چِينِ، هاڪاريائون هَليا
پِڳهَه پائي ناڪُئا، مونکي نالِ نہ نِينِ
زَورَق دور زَمِين، سَنبهي ساموندِين جِي[1].

[٢] سِڙهہ ڪنيائون سَنْبَهيا، هليا ڏانه هالار
رات پِرنيا ربَّ کي، پاڏيلينِ پِتار
قاسم ڪارونيار، اللہ تَنِ اُڪاريين.

[٣] سِڙهہ ڪنيائون سَنبهيا، چين ڪِيائون چت
لَئِي لَڪا جي اوهرِيا؛ سِٽِي سُهٽيءَ پَت
آءٌ نِهاريان نِت، واٽون وَٽجارَنِ جون.

[٤] ٻيڙا مَڪي پار ۾، وڌائون واري[2]
سِڙهہ ڪٽي ساجا ٽيا، ساجهُر سينگاري
هليا هاڪاري، اللہ سندي آسَري.

---

(١) خ ڪ. زورڪ؛ د. زوردڪ خ. سنڀي ساموندين جي؛ د. سيني؛ ڪ ش. سيڻي؛ ظ. سنيهي.
(٢) ڪ. پيڙا مڪي - الخ.

[٥] پُوين ياتو يات، وَكر وڏا ٻيڙيين(١)
پڙهي پڳهه چوڙيا، ساموندين صلوات(٢)
نظر ناکُئن جي، آهي منجهه عرفات(٣)
مُيَسَّر ڪيائون ميرَ ۾، ماڻڪ مُلاقات
سَرِينَ سا سوغات، جنهن قاسم قيمت ناه ڪا(٤).

[٦] وَڻجارن واري، وَڪَر وڏا ٻيڙيين
چَليا چين مَهه - چين ڏي، سيّد سنياري(٥)
قاسم ڪارونيار ڏي، هليا هاڪاري
احمد اِشاري، ناءُ بچائي نوح جي(٦).

## وائي

وڻجارن وري، وَکرڙا ٻيڙيءَ چاڙهيا

١. وڻجارن ولات جي، سودي ري نه سَرِي
٢. جهوني ٻيڙي جهاجهه ۾، آهي آبَ پري(٧)
٣. ٻيڙي تارِ طوفان مون، تنهنجي توهَ تَري

---

(١) خ. پُهيَن - الخ ؛ ظ. ٻويون ياتون يات، وکر وڏائون ٻيڙئين. (٢) خ. ساموندي صلوات.
(٣) ظ. لظر ناکوئن جو - الخ. ڪ ن. نظر ناخوئن جي. (٤) اصل ۾ هي بيت 'سر راڳ' هيٺ لکيل آهي، جتان نپائي هت آندو ويو آهي. (٥) ش. چليا چين ماچين ڏي - الخ. (٦) هيءُ بيت ظ ۾ ڪونهي، ۽ باقي ٻين نسخن ۾ 'سر راڳ' هيٺ لکيل آهي جتان نپائي هت آندو ويو آهي.
(٧) ظ. جهوني ٻيڙي جهاز ۾ - الخ .

۰۴ اتي تارِي تنهنجِي، جتي ڍِيمَ ڍرِيَ(۱)
۰۵ قاسم ڪارونيار جي، سُڃي ڳالهه ڳرِي.

فصل ديهو*

[۱] سودي ڪارڻ سَنبهَيُون، ويهون وڻجارن
چَليا چِينَ بنگالَ ڏي، ماڻڪ رکي مَنِ
آيا اُن اوڙاهه ۾، جتي ڍِيمَ ڍَرَنِ
لَهرينِ جي لپاٽَ سِين، ڪاٺ ڪڙڪا ڪَنِ
قاسم ڪارونيار سِين، تاڙِي لَڳِي نه تَنِ
اُتـي آتـارُنِ، هـادي ڏيندو هٿڙا(۲).

[۲] هادي ڏيندو هٿڙا، واهَڻ سر ويهي
نُوحُ جَنِي جو ناکئو، ثابت وَيا سيئِي
تنهن ڪشتيءَ ڪيهي، قاسم! تابَ طوفانَ جي(۳).

[۳] جهُونِي ٻيڙي، جهاجهه گهٽي، وچ وَڏاندر وير
لَهرينِ جي لپاٽَ سِين، ڪوڙيين پچن ڪِير
پَسي دَور درياه جو، قاسم! ڪنبنِ ڪبير(۴)

---

(۱) اصل. ڍيم ڍري (۲) خ ظ. اتارن؛ ڪ د. آوَتارن؛ ش. اڻ تارن (۳) ظ ڪ ش. تنهن ڪشتيءَ تي ڪيهي - الخ. (۴) ظ. قاسم ڪَنُ ڪبير.

*هن فصل جا جملي بيت اصل ۾ سر سراڳ هيٺ ڏنل هئا، جتان تپائي هت آندا ويا آهن.

فضل ساڻ فقير، پُربَندر پهچائيين.

[٤] جُهوني ٻيڙي،جهاجهہ گهٽي،ويريون وِچ وِڙهن(١)
ننڊ گَمائي ناکُئين، سُک نہ سُکاڻِن(٢)
قاسم! کارونيار ويا، سي مونٽي مس مڙَنِ
واءُ سَٽائو وارِيين، ساڃو تَنِ سڙَهنِ
گهيڙانْ جنهن گهڙَنِ، اُن تڙان ئي آڻِ تون.

[٥] جهوني ٻيڙي، جهاجهہ گهٽي، ربَّ پَرنيانْ تو(٣)
پيرُ خضر پاڻيءَ ۾، ساڻِي ٽيندو سو
قاسم غم نہ ڪو، اولو احمد هٿ ۾.

[٦] ڪَنڌي ناه ڪُلابَ جِي، ڏنگ وڙَنگا واءِ(٤)
قاسم کارونيار ۾، پيرُ پَروڙي پاءِ
مَعلومَنِ مَلاح، ٻيچ پاڻِيءِ جون خَبَرُون.

[٧] ڪَنڌي ذاه ڪُلابَ جِي، ڪَپَر کارا ڪُنَّ(٥)
جهوني هن جهاز ڪي، تَرَ ۾ ٻٽِي مَ تُنَّ
الله! ساڻ آمُنَّ، قاسم آر اُکارِيين(٦).

---

(١) ظ. ويرون وچ وَرَنِ. (٢) خ. ننڊ گنوائي ناکوين - الخ. (٣) د ش. ٻرنيا تو. (٤) خ ظ ش. کنڌي ناهي - الخ. (٥) خ ظ ش. کنڌي ناهي - الخ. (٦) خ. اوکارِيين.

[٨] ڪنڌي ناه ڪُلابَ جِي، وِچان وِيرَ نہ واند(١)
لڳو واءُ وَڏاندَرو، سڙهہ پُراڻا پاند
قاسم ڪارونيار ۾، مَچ مَچائي راند
ڊِگولي دَرماند، پَرورا! پارِ اُڪاريين(٢).

[٩] ڪَنڌِي ناه ڪُلابَ جِي، ڪَپِر ڪُنَ ڪارا(٣)
موجون ڏِين مهراڻ جون، لهريون للمارا(٤)
وَهي واهڙُ وِچَ ۾، پاڻِي پِہ - پارا(٥)
اُتي آتارا، پرورا! پار اُڪاريين(٦).

[١٠] ڪنڌي ناه ڪُلابَ جي، ڪَپِر ڪُنَ ڪارا (٧)
سودي ڪارڻ سَنيِيا، وَرِي وڻجارا (٨)
لعلون 'لَڪِي - سَرَ' ۾، موتي موچارا
سودِي سَوارا، ڪِتي آيا خير سان.

## وائي

بندر جا وڻجارا، شال مونکي ملندا هوءِ جِي
١٠ مٿي واڌُنِ مون ڪِيا، آيل نيڻ نهارا

(١) خ ظ ش. ڪنڌي ناهي - الخ؛ ڪ. وچان ويرن واند (٢) خ. اوڪاريين (٣) خ ظ.ش. ڪنڌي ناهي - الخ(٤) خ ظ. لمارا (٥) ڪ. وهي واهڻ وچ ۾ پاڻي پپهارا؛ ش پاڻي پن پارا (٦) ش. اتي اڻ تارا - الخ؛ خ. اوڪاريين (٧) خ ظ ش. ڪنڌي ناهي - الخ (٨) خ ڪ. سنبهيا.

آئيو ساموندين جا، پسان سڙهه سوارا

۲. ڏجيون ڏاريچن جون، ڏيندم شال ڏيکارا
ساڙئو ويئي ساريان، جيڏيون جيءَ جيارا

۳. پلئه پائي اڳيان، پڇان تڙ پوڄارا
مولي مونکي ميڙئين، ساموندي سونهارا

۴. قاسم چئي ڪڍهين، ملين جي مٺارا
ته موٽي موڪل نه ڏيان بندر جي بازارا.

### فصل ٻيون

[۱] زورق وِجهان زيريون، پڳهه پايان پنج(۱)
آڻي وجهان آڳ ۾، وڏي اولا ونجهه
مونکي ڏيئي ڏنجهه، آج م وڃو اوهري.

[۲] زورق وجهان زيريون، پڳهه پايان ويه(۲)
ڪوءِ سودو، ٻن پيڙيون، هلڻ منڊ نه هيڻ(۳)
سودو هت سنبيه، سفر وڃ م سپرين(۴).

[۳] زورق وجهان زيريون، پڳهه پنج هزار

(۱) خ. زورڪ (۲) خ. زورڪ (۳) ظ. هلڻ منڊهيڻه (۴) اصل. سنبيڻه.

گھٽي ڪَٽِئي گھوريان، بندر جي بازار(۱)
ڪوڙين ڪارونيارَ، آھن سوداگر سَميٽيا(۲).

[۴] آجِ مَ وڃو اوھري، سونکي ڏيئي ڏَنجھَ
ساموندين سان سَنجھَ، ڪريان روحَ رُچنديون.

## وائي*

جَرَ ناريلَ پِيا، ماءَ! سنيوڙا سپرين

۱. الله سندي آسري، ڪُوھا تَنِ ڪنيا
۲. ساڄا سڙھ ساموندين، ڪالھونکر ڪيا
۳. پرڙي مون پرينءَ سان، ٿورا ڏينھن ٿيا
۴. مٿي پکھ ھٽڙا، رُوندي مون نہ رھيا
۵. قاسم ڪارونيار جي، سُڄي ڏور ڏَيا

## فصل چوٿون

[۱] تَڙ تَوارُون پُون، گھنڊ گُڙندا مون سُڻا
مانَ سونکي چُون، تو وڻجارا آئيا(۳).

[۲] ماءَ! سارينديِ مون، تَڙِ وڻجارا آئيا

---

(۱) ظ. گھٽي ڪٽيو گھوريان. الخ (۲) خ ظ ڪ ش. ھن سوداگر سميٽيا؛ ل. آھن سوداگر سميٽيا.
*ھيءَ وائي ظ ۾ ڪانھي. ڪ ۾ مصراعن جو سلسلو (۱، ۴، ۳، ۲، ۵)؛ مصرع نمبر ۳ ش ۾ ڪانھي. ۳. ڪ. پرڏو مون پريان سين - الخ. ۴. ڪ. پکھ مٿي ھٽڙا - الخ.
(۳) ھيءُ بيت فقط ڪ ۾ آھي.

پُنيون اميدُون، وَهُون وَرَنِ گَڏيُون.

[٣] وَريا وڻجارا، وَهُنِ گهرِ واڏائيون
آچي سِڙهنِ اوچتا، ڏنا ڏيکارا
ڪاري ڪيڏارا، ڪتي موٽيا خير سان(١).

### وائي - ١

ڪيئن وساريان آءٌ تن کي، منهنجا بندر وئڙا جي(٢)

١. لعلون 'لَکِي - سَرَ' جون، سودي ايندم سِي
٢. سِڪايل سمونڊ ڪي، آڻيو آڪا ڏِي
٣. ڪتي ايندا خير سان ڪارُونيارانُ ڪِي(٣)
٤. قاسم سِيرَ سَمُونڊَ جي، نايُون پايو ڏِي

### وائي - ٢*

بندر لڳڙن ڏينهن وو، ماءُ! مُنهينجي وو سَچٽين

١. اُتر لڳي اوهريا، مٿان وَنڙُن مينهن
٢. گهٽو گوندر گاڏئون، ناڪئاڻو نينهن
٣. بندر لڳن ڏينهڙا، هيڏا اڳ نہ هيئَن
٤. قاسم ڪانگ پِريان جا، ڪِلي ڏيندم ڪينءَ

---

(١) هيءَ بيت ظ ۾ ڪونهي (٢) ظ ۾ هن مکيہ ٿلهہ بعد ورائي تہ :" ڪيئن آءٌ تني ڪي، ساريو ساريان آءٌ تني ڪي". (٣) ڪ ش. ڪانيارئون.

* هيءَ وائي ظ ڪ ۽ ش ۾ ڪانهي. ٢. اصل "گيرتن(؟) گوالدر گاڏئون - الخ".

# سر توڏي

## فصل پهريون

[١] نَڪو تُنبو تُرَهو، نَڪا سِيْٺَهه ساڻ

پاڻيءَ وِجهي پاڻ، اللهَ سندي آسري(١).

[٢] نَڪِي تاڻي تُرَهو، نَڪو سِيڙي مَڏُّ

هُتان سُٽيو سَڏُّ، ڪُڏيو پوءِ ڪُلاب ۾.

[٣] نَڪو ٻَڏي تُرَهو، نَڪو ٻَڏي نوڙُ

پاڻي پِنيءَ ٻوڙُ، سهٽي پانئي سِيرَ ۾.

[٤] سهٽي پانئي سِيرَ کي، چِينهَري جي چَرَ(٢)

نه مَلاحَ نه مَڪُرِي، نه توڏِي ٻَڏي تَرَ

اچئو اللهَ آهَرَ، ڪاهيو پوي ڪُننِ ۾.

### وائي - ١

مونکي ڪِيَڙو سَڏُّ سنگهارَ، آءٌ اَجُ ويندڙي لوا پِرِينَ پارَ

١. ٻيلِي ٻيلاڻِ جي، گُڙنِ گهَندَ گهندارَ

---

(١) خ. پاڻي وجهي. (٢) ظ. چِنهري؛ ڪ. چِنوري.

۲. مونکي لائي مَنَ ۾، لنئُون وڃنڊڙي لاڙَ
۳. کوڙين واهُڙَ ڪيترا، توڙي وَهن تارَ
۴. سدا سائرَ سيرَ ۾، لُڏڙن لَکَ هزارَ
۵. ٻَڏَمِ ٻيلاينَ سان، قاسم قولَ قرارَ(۱)

## وائي-۳

موٽ ميهار! مانگَرڙيون، مون مارينديون لو! مَڇڙيون

۱. آءٌ آتاري آهيان، ڪِيئن ڦِڇُنڊڙي پار(۲)
۲. کوڙين مانگر ڪيترا، سائرَ ۾ سينسار
۳. نہ مون ناؤ نہ تُرَهو، آگا! آرَ آڪار
۴. منهنجا واهُڙَ وچ ۾، سُڄُ سَڏَ سنگهار
۵. تنهنجي آگهہ آڪري، قاسم ڪارونيار(۳)

## فصل ٻيو

[۱] ڏَمِ سان ڏينهن مَ گهار، سَس سان ٻِرُ مَ سهٽي(۴)
پاڙيڇن پچار، مَڇڙ مُنڊَ وساريين(۵)

[۲] ڏَمِ سان ڏينهن مَ گهار، سَس سان ٻِرُ مَ سهٽي(۶)
صبحِ تو سنگهار، مُنهن تي ڏيندءِ ميهٽو(۷)

(۱) خ. ڪالهہ وار (۲) ڪ. آءٌ اٽاري- الخ. (۳) ظ. ' تنهنجي آگهہ آئون گهڙي، قاسم ڪارونيار'. (۴) ڪ. ٻيڙُ مَ سهٽي. (۵) هيءَ بيت فقط ڪ ش ۾ آهي. (۶) ڪ. ٻيڙُ مَ سهٽي، (۷) هيءُ بيت فقط ڪ ش ۾ آهي.

[٣] ڏَمُ ڏيرو هو، ساهڙ سدائين سَنَرو
ٻُڌندي ٻانهيارين جو، ساٽي ٽيندو سو
قاسم غم نہ ڪو، آڳهہ احمد جن جو[١].

[٤] ڏَمُ ڏُيرو تان گهوريو، مَڇي مَرُ ميهار
آڳهہ جنهن جي آڪري، قاسم ڪارونيار
سونهي مون سينگار، ساهڙ جي سهاڳ ۾[٢].

## وائي

ڏَمَ سان گهاريان ڪيئَن، لو لو هوا مون منڙو ميهارَن سان،
مون سَگَڙو سنگهارن سان

١. جيئَن جيئَن پڇي راتڙي، مون تن تانگهي تيئَن
٢. گهڙو گهَڙي تان گهوريو، مٿو مٿان نينهَن
٣. گهڙان گهوريو جندڙو، وڃان ساهڙ سيئَن

## فصل ٻيون

[١] سهٽي ساهڙ پاڻ ۾، هڪا هِڪُ ٿيا
گهَڙو پڳو تان گهوريون، وڃان وِچ ويا
ٻيائي منجهہ ٻيا، هُو ويا وَحدت گڏجي.

[٢] سُهٽيءَ سڪَ سَري مَنجهون سير سَنگهار جي[٣]
مَر جانْ پتِ پرِي، ميَسِ لٿو مامِرو[٤].

---

(١) هيءُ بيت فقط ڪ ش ۾ آهي. (٢) هيءُ بيت فقط ڪ ش ۾ آهي. (٣) ش. منجهان سرڪ سنگهار جي. (٤) ظ. 'ميس پت پري، ميس لٿو مامرو'.

## وائي

وِڏهي ڪيم وسار، ڪِج سَنيار، قالُوا بَلىٰ جي قول کي

۰۱ متان وِرچي چَڏيين، سَندِي پِر پچار
وَجائِج وجودَ ۾، جِئَن سا گَهنڊيءَ لار(۱)

۰۲ ڪاهِي پؤَ ڪُلابَ ۾، ترسُ مَ پَسِي تار
گَهڙو پِڪو تان گهوريو، نينهَن ۾ پَئي مَ نهار

۰۳ هُو جو گهاڙُو گَهڙِيو، ڪَچو ڪالهہ ڪُنيار
مَچِڻ پٿين ماِري، اونهِي جي آڌار

۰۴ ڪُلُّ نفسٍ ذائقة الموت، لکيو لکٽهار
آهي عزرائيلَ جو، ڪُنڊيو منجهہ ڪپار

۰۵ پيلي پيلائِنَ جا، گُڙن گَهنڊ گَهنڊار
آسُونهيون سُونهيون ٿِيُون، سُٽي تند توار

۰۶ گهوري گهورجُ جندڙو، متان مُنڌَ! ميهار
ساٽي ٿيندو سيرَ ۾، سُٽي سڌ سنگهار

۰۷ پِڏو پيلائين سِين، قاسم ڪالهہ قَرار
جيڪي لکيو لوح ۾، سو پاريو ويٺي پار



(۱) خ ڪ د ش. جيءَ سو ڪنڊي لار؛ ظ. جي سو ڪنڊري لار.

# سُر سارنگ

## فصل پهريون

[١] آبر منجهہ آثار، اج پِسجي مينهن جو
سِجَ پڙِي، کَسُ کَکَرِين، چوُوايو چوڏار(١)
سنجهي لهندو سار، آچي اُجاين جي.

[٢] مُندَ ٿِي، مَندل وَڄِئا، چُريو چوُوايو(٢)
مِينهن موگهون کَيِيُون، آيو کِي آيو
سانوڻ سَوايو، پَٽِين لَنبَ پَچِي پِيا.

[٣] مُند ٿِي، مَندل وَڄِئا، بِني پوڙِيائين
سامَہَي جي سِيمَ ۾، خيمان کوڙِيائين(٣)
جوڙون جوڙِيائين، پَکِي کورڙَ کَڇَ جي.

[٤] مُندَ ٿِي، مندل وَڄِئا، ٻُڌا سپ ٻَنيارَ
هَٽِي مينهن منجهائيا، رڙِيون کَنِ ريبار
ڏَڙَ واهُڙَ سپ تارِ ٿِيا، پَهَرِي کانہ پهنوار

---

(١) خ د. چوُ وائو (٢) د ک. چڙهيو چوُ واءِ (٣) اصل. ساندري جي سيم ۾. الخ.

مينھون ۽ ميھارَ، آڳي آسودا ڪيا.

[٥] چَوڏسُ چڙھي آئيو، سارنگُ سوپارو

سنڌ سِري ھالارَ ڪي، وَسَ ڏنو وارو

پِنو پِٽارو، مَنَّ مُرادون پُنيُون.

[٦] ڳَجِي ڳُڙي آئيو، سارنگُ سوپارو

ڏِنو ڏَنڙِينِ ڪي، وِڄڙِين وارو

پِنو پِٽارو، مَنَّ مُرادون پنيُون*

[٧] پِري پِٽاري، ٻِھَر ٻنھي ڪنڌيين(١)

قاسم ڪيا سڏڙا، سيّد سنڀاري

وارِي آندي وِڄُڙِي، سارنگ سِينگاري

---

*بيت[٦] بعد ھيٺيان ٻہ بيت سڀني نسخن ۾ ڏنل آھن، البت خ ظ ۾ ٻھرين سٽ جي پڙھڻي ’جيڏيون جياريو - الخ‘ آھي ۽ د ڪ ش جي پڙھڻي ’جيندي جياريو - الخ‘ جا اختيار ڪئي وئي آھي. خليفي حاجي شير محمد جي روايت موجب، اھي ٻئي بيت ’جيئندي سمي‘ جا چيل آھن جو خليفي نبي بخش جي مريدن ۽ راوين مان ھو ۽ ڪڇ ۾ ’سامدھي‘ جي ڳوٺ ۾ رھندڙ ھو.

[٦/الف] جيڏيون جياريو، سُتي سارنگ شاھ کي
سٽي سمي سڏڙا، آيو ڪِ آيو
سانوڻ سَوايو، مَن مُرادون پُنيون.

[٦/ب] جيڏيون جياريو، سُتي سارنگ شاھ کي
آگھي ڪُل عالَم کي، ھلُرُ پيارئو
آڏي اوتارو، وينو پاس پُراج جي.

(١) خ. ٻھرين ٻنھي ڪنڌيين؛ د. ٻھرين ٻني ڪنڌيين؛ ظ. لوين مي ڪنڌيين؛ ش. ٻني ٻنھي ڪنڌيين؛ ڪ. ٻھر ٻني ڪنڌيين.

وَسِي وَسڪارِي، عالَمُ آسودو ڪيو.

### وائي*

سارنگ لاهج سوڙ، مِينهن وسائي مارئن جي[1]

۱. اُتر ڪُون تي آئيو، غازي ڪري گوڙ
۲. وسي ڪيا وڄڙيين، پاڻي پِنيءَ پوڙ[2]
۳. مينهون ڪائي موٽيون، سندا موگر موڙ[3]
۴. آهي تنهنجي آسري، قاسم عالَمُ ڪوڙ.

### فصل ٻيو

[۱] مورَ وَسَندي مِينهن، چَڙهيا ڏُونگر چوٽئين
اُڀِي سارنگ سامُهان، ڪَن نالُونْ منجهان نينهَن
وَرِيو وَصل ڏينهن، مِينهَن ميڙيا سُپرين.

[۲] مولىٰ مينهن وَسائيا، آڳاٽا اللّٰهَ
سنگهاريون صَلاحَ، ڪِليو ڪن ڪِير جي.

[۳] ڪَڪَرَ ڪارِي ڪارَ، اُڀِّ چمڪي وِڄُڙِي[4]
آندو آبُ آگوندرو، مِينهَن جي مُختيارَ
آگي آسودا ڪيا، ڏَيَروالَ ڏرارَ[5]
ڪَنِ ڪلندي ڪيرَ جون، ڪتيريون ڪيڪارَ

* هي وائي خ ظ د ۾ ڪانهي.
(۱) ش. مارن جي. (۲) هيءَ مصرع ڪ ۾ ڪانهي. (۳) ش. 'مينهون ڳئون متيون، سدا موڪر موڙ'. (۴) ظ. آت چمڪي وڄڙي. (۵) ڪ. ڏنار؛ ش. ڏيڙ وال ڏنار.

قاسم ساڻ قرارَ، پِرينِ پنهنجا پاريا.

[۴] / وِڄُ سَوَلي وار، آڄ چمڪي آبَّ ۾

وِتا مينهن وِصالَ جا، لَٽو ڏِيهَ ڏُڪار

قاسم ساڻ قرار، پِرينِ پنهنجا پارِيا.

[۵] وِڄُ سَولي ڏينهن، آڄ چمڪي آبَّ ۾

اسان پِرينِ پاڻَ ۾، نئون پِڌڙو نينهُن(۱)

سندو محبت مينهُن، آيو اوهيرا ڪري.

[۶] آيو اوهيرا ڪَرِي، چوطرفان چوڏس

سُئائِنِ سَهجَ مانَ، پارا پِرَئا پِس

ڏِسِيو ويٺو ڏِس، قاسمَ ڪَرم الله جا.

[۷] وِٺا ڪِي وسندا، مَٿي موهَرَ مينهَن(۲)

اسان پِرينِ پاڻ ۾، نئون پِڌَڙو نينهُن

جَرَ ۾ مڇي جيئَن، تيئَن مون مَنُ واڳيو سَڄَٽِين.

[۸] آبَرَ منجهه آهاءَ ٿِيو، ڪامڻ ڪَٽنِدي ڪَنجِ(۳)

پَسِي پِرِ پِرين جي، ٿيا رَقيبا رنج

---

(۱) ظ. پِڌو نينهن (۲) ڪ د. وِٺا ڪِ وسندا. الخ. (۳) خ د ظ. ڪام ڪندي ڪنج؛ ش. ڪا ڪٽندي ڪنج.

شال وَسندو سَنج، مَٿي عاشق اوهيرا ڪري(۱).

[۹] وَنُو اوهيرا ڪَرِي، مَٿي عاشقَ آجُ
ڏُور ڏوگاها پَجُ، مينهَن مُنهن ڏيڪاريو(۲).

[۱۰] اُتر ڪِوي، ڏَکڻ ڪِوي، ڪِوي اوپر آجُ
ڏور ڏوگاها پَجُ، جو مينهن مُدائتو آئيو.

[۱۱] پَسِي آگُر اج، وَرَ وَرِيتين ساريا
وُٺي مينهن وَرِن سان، سهسين ڪن سهجَ
روح رُچنديون رَج، قاسم ڪجن پر سان(۳).

[۱۲] دَيَٽ پَٽ کُهنبا ڏِڪيا، ڪن سِڪايَل سُرود
مُنهن معشوقن مَڪِيا منجهان عَنبر عُود
دُلهن ڏنڪبان ڪي، مشڪ ڪيو موجود(۴)
ڪٿوري خوشبوء سِين، واسيا تَن وَجود

---

(۱) شاه جي رسالي (سر سارنگ) ۾ هيٺيون بيت ڏنل آهي:
ڪارَ ڪُنديءَ ڪنج، اَبر ۾ آهاءَ ٿيو
ڏسي ڀر ڀرين جي، ڏور ٿيا سڀ ڏنجهه
شال وسندو سنجهه، عاشق تي اوهيڙا ڪري.

(۲) خ. ڏيڪاريا. شاه جي رسالي (سر سارنگ) ۾ هيٺيون بيت ڏنل آهي:
آئو اوهيڙا ڪري، عاشق مٿي اج
ڏور ڏڪاريا پڃ، مينهن مُنهن ڏيڪاريا.

(۳) ڪ. 'روح چڙي' رج، قاسم ڪجن پرڏيه ۾'. خ ظ ۾ هي بيت ڪونهي.

(۴) خ. 'دلهن دهنڪبانکی، مشڪ ڪيو موجود'؛ ڪ. 'دله هن دنڪبانکي مشڪ ڪئاءَ مهجود'.

مليو جَن معبودُ، قاسم ڪَرم تن جا(١).

[١٣] آگم اڪڙين ۾، موهن روپ مَلار
مُنهن مَهتابان اڳرو، ڪڪر ڪارا وار
دُلهن ڏَنڪبان ڪي، سينگاريو سؤ وار(٢)
قاسم! پايَلِ پيرَ جِي، گَجي سنجهه غبار
جڏ سيج چڙهئو سردار، تڏ عالَم آسودو ٿيو(٣).

وائي -١*

مانَگَ پڇايَس مينهَن، راتِ رمَندي ڍولَ سين
١. مينهَن پڇايس مانگَڙي، نيڻَ نمايُس نينهن
٢. سِرَ چُني، گُلِ ڪنچرو، پُسيَسِ پاندَنِ سيئَن
٣. ڪانڌَ نِپوڙيَسِ ڪَپڙا، حاضر ويهي هيئَن
٤. قاسم! ڪانڌ سُهاڳڻيون، رَمَنِ راتو ڏينهن

وائي - ٢

موٽُ وَسَندَڙي مينهن، لالڻ! لاء م ڏينهڙا
١. جُدا سانوڻ ڏينهَڙا، هاڻ نه گهرجن هيئَن
٢. جيئَن پڪي نَمنِ پاندڙا، اڪڙيون وسِ ايئَن

(١) هيءُ بيت ظ د ش ۾ ڪونهي. (٢) اصل. 'دلهن ڏهنڪبانڪي سينگاريو سو وار'.
(٣) هيءُ بيت فقط خ ۾ آهي.
* ڪ ۾ هيءُ 'وائي' بيت جي صورت ۾ لکيل آهي ۽ آخري سٽ هن طرح آهي ته:
'رمن راتو ڏينهن، قاسم ڪانڌ سهاڳڻيون'.

٠٣ 'پي' 'پي' پپيهو ڪَري، مون تن تولاء تيئَن(١)

٠٤ قاسم! مُندَ مَلارَجي، تو ري گهاريان ڪيئَن(٢)

## فصل ٽيون

[١] آءٌ سو سارنگ سارِيان، جو ٻُڪينِ لاهي ٻُڪَ
آبُ پياري اُجَڙيين، ڏُکينِ سَجي سُکَ
مٿان ٖ دِلينِ دُکَ، وَسُنِ سَيِي ميٽيا(٣).

[٢] آءٌ سو سارنگ سارِيان، جنهن ايندي لاٿي اُڃَ
پَلُرَ جي پالوٽَ سان، سائِي ٿِيڙي سُڃَّ
رات منجهارا رُڃَّ، پَلُرُ پيتو روجهَڙيين.

[٣] جهُڙ ڦُڙ جهور جهَڪور، سج سَرلي ڍَڪِيو (٤)
قاسم! اُتر پار ڏي، ڪَڪَرَ ڪاريءَ ڪور
اُڀِي سارنگ سامُهَان، ڪَن ٽُهوڪا مور(٥)
وِڏو آب اتور، ڍِٽ پٽ کهنبا ڍِڪئا(٦).

[٤] وَهِي آيو واهُ، ٻِرينَ پاٽِي موڪليو

(١) خ ظ ڪ. پپيو ڪري. (٢) ظ. قاسم مند ملار جي، گهاريان آئون ڪيئن.
(٣) اصل. 'وسي سيي ميٽيا'. (٤) خ. سج سرلي ڊ ڪئو؛ ڪ. سڙلي ڍڪئو. (٥) خ. اڀيو سارنگ سامهان- الخ. (٦) خ. 'جڏه وڏو آب اتور، تڏه- الخ؛ ڪ. هاٿي وڏو آب اتور- الخ. هيءَ بيت ظ د ۾ ڪونهي.

راضي ٿيو اللهُ، عالَم آسُودو ٿيو.

[٥] وَسُ، مَ وِيرَمَ لاءِ، آءٌ او هيرا آسري
رَهِي نہ رَتيءَ جيتري، ويچارَن ٻي واهَ
تَسياريون تو لاءِ، آپيُون پُڇَن پهيڙا(١).

[٦] وَرِي ڪَيڙِي وَرِ، مُندائتين مينهڙين
سُک وَسائي سِنڌڙي، ٿَهلي چڙهيو ٿَر
سيّد سِڪايل جي، قاسم! لڏي ڪَر
گهاٽو گهرو گَهر، وٺو آب آگُونڊَرو(٢).

[٧] آتر ڪَوُن ٿي آئيو، مِيگهُه سوچاريءَ وير
ٻَڌائين ٻاجهہ ٻَئِي، ٻَلائِيءَ جا پِيرَ(٣)
هادي هِدايت جو، وِڏو سَڏُ سويرَ
سُڪا ڏَهر ساوا ٿيا، جڏ ٻِرين ٻاڻا پير
مهدي مِيرَ مَٿيرَ، قاسم! قحط وَڃيو(٤).



(١) هيءَ بيت نقط ظ ۾ آهي (٢) هي بيت خ ظ د ۾ ڪونهي (٣) اصل. ’ٻلائي جو ٻير‘
(٤) هي بيت فقط خ ۾ آهي.

## وائي*

جَهجها ڏيجِ جُهَار، پانڌي پرينءَ رسول کي

جهجها ڏيجِ جُهَار، هيجان عالم جي آڌار کي

١. آجو ڪريو احمدا! عاصِي ڪوَن آزار

٢. سَڳُ پنهنجو سيّدا! تون تان وارث! ڪيم وسار

٣. قاسم جِي ڪَونَيْن ۾، سيّد! لهج سار



* هيءَ وائي 'مولود' جي عنوان سان نقط خ ۽ ڪ ۾ ڏنل آهي. ڪ ۾ 2 مصرع بعد ۾ وڌيڪ مصرعون:

سگهو موٽج سيدا، سڏ سٽي سالار

رهي آهي روح ۾، پريم تنهنجي پچار

# سر ڪيڏارو

## فصل پهريون

[۱] شُجاع ! نيڪ صَلاح، وَٽُ تہ وِيرِي نہ پَسين
جاڻي هيڪ الله، قلم جنهن جي هٿ ۾[۱].

[۲] شُجاع! سِنڌ ۾ ويه، اوڏا اڏي نِجُهرا
هيءَ تَنِي جو ڏِيه، حامي حيدر جن جو.

[۳] شُجاع! ويهُ ۾ سنڌ، اوڏا اڏي نِجُهرا
هتي راوَتَ رِند، وَڏَن قلعي ڪوڏئا[۲].

[۴] اچي آجُ اميرَ، ڪَرَڙيءَ خيمان ڪوڙيا
پيچِي پيڙا نہ ٿيا، مَهندِ نہ آيا مِيرَ
ڏنو سِرُ سُڌيرَ، مُرتضيٰ ميدان ۾.

[۵] ڪَرَڙِي ڪائي رَت، پَيَت نہ وجهي وات ۾
پڙ ۾ پهلوانن جِي، وِيٺي پَرَڪي پَٽ
جَني نيڻ نِسَت، نينهن نہ لائي ڏَن سين.

---

(۱) خ ڪ. هڪ الله (۲) ظ. ڪِلي ڪوڏئا.

[٦] ڪَرڙِي ڪائي ماه، پِيئِي رت پيالِيُون
وينِي سَڏِي شاه، جو ڏيندو سرُ ڏياچَ جانْ.

[٧] ڪَرڙِيءَ ڪِپِنِ پير، تہ مون وَڏو وَسُ ڪئو
ڪوڙين پِڳا ڪيترا، ٻُڏِي دَنگ دلير(١)
وڏو سُڄي وير، ڪنهن پرَ ڪَهي ڪاڻيان(٢).

[٨] ڪُونڌَ قلعي جا ڪوڏيا، نُونڌَ نَچندا پَسُ(٣)
چِڏِي تَنِ تَرسُ، پَلٽيو شاهُ پناهَ تي.

[٩] ڪُونڌ قلعي جا ڪوڏيا، ڪانئين مور نہ ڪَن(٤)
ايندي للاٽو آسرو، توڙئون مَتان تَن
جوڳَ مچائي جَنِ، پوڪَ پچندي تَنِ جي.

[١٠] پرهِ جهلندا پَسَ، عَلَم - طوق آمير جا
ڙَڙَ ڏَرتيين گڏيا، لوڻُون لُڇنِ لَس(٥)
حُورُون پائي هَس، اچِي وينيون اوڏڙيون.

[١١] ڪَري پوهُ پناهَ، اچِي پئو اوچتو
دَوُڙيا لڪ درياهَ ڏي، تارُو رکي تاڻ

---

(١) ظ ڪ. ٻڏي دنگ دلير؛ ش. ٻُڏي دنگ دلير. (٢) خ. ڪاڻيا (٣) خ. ڪُونڌ ڪلي جا ڪوڏيا- الخ؛ ڪ ش. ڪونر ڪلي جا ڪوڏيا- الخ. (٤) خ. ڪونڌ ڪلي جا ڪوڏيا- الخ؛ ش. ڪؤنر قلعي جا ڪوڏيا- الخ. (٥) ظ. ڏڙ ڏڙ گڏئا- الخ؛ ش. ڏڙ ڏرتي گڏيا- الخ.

جنهن مرتضىٰ سين ماڻ، سو راه پرينڊو رُڪ جي.

[۱۲] مَٿي آرَڻ آچ، کُونڌَ کُڌندي آئيا
پِڙ ۾ پهلوانن کي، لُڏَڻ ڏي نه لَڄ
پيٺو وڃن پَڄ، سائُو ٿين سامُهان.

[۱۳] پِڙَ ۾ پوڙِيءَ رَنگَ، مانجهين رَتا مولهيا(۱)
تَريا رت تُرنگَ، رڻ ۾ راماڻا کَري.

[۱۴] کَنارِي ۽ کاتَ، مَنَ مُرادون پُنيُون
رَتَ پَريائون واتَ، مانجهين هڏ مُچائيا(۲).

[۱۵] هَلو مَلهو مانجهيَا! ويريين وَڻُون وير(۳)
جيئڻ ٿورا ڏينهڙا، پوءِ گڏبا پير
ٿيندو سَڏُ سوير، صُبح شهيدَن کي.

[۱٦] سُجاتائون سَڏ، جيءُ جيءُ ڪري آئيا
غازِي ٿيندا گَڏ، آسُلَ علي شاه سين(۴).

---

(۱) خ ش. پوري رنگ؛ ظ. پون ري رنگ؛ ڪ. پوڙِي رنگ. (۲) ظ. 'رت پرايئون وات، مانجهين هند مچايا'؛ ڪ. 'رت پر آئي وات، مانجهين هڏ مچائيا'؛ خ. مچايا؛ ش. مچائيا.
(۳) خ ڪ ش. ويريين وڻو وير؛ خ جي پي پڙهڻي 'وڙهي وڻو وير'؛ ظ. ويريين وڻون وير.
(۴) ڪ ش. اسل شاه علي سين.

## فصل ٻيو

[١] سو مَــر مَرڪي مِيرُ، مَــلُ جَنهين جو مُرتضىٰ
دَٻائي دشمن کي، ڪَندَ ۾ ڪوڙي ڪيرِ
هادِي هَمه‌گيرُ، هٽي ڪُند هَٽِ سانُ (١).

[٢] مُرتضىٰ جي مَــنَ ۾، وِڙهڻ جي وائـِي
شجاع ســالــم سنگتي، ساڻس سپاهي
قضا الاهي، آئـِي سِــرَ آميرَ جي.

[٣] سوپُون سِرُ گُهرنِ، سِرَ رِي سوپ نه سَپجي (٢)
سوپَ برابر سِسِيون، توريان تانُ نه تُرَنِ
جي هِنيَڙي منجهه هُرنِ، سي مُل مهانگا سُپرين.

[٤] سِسِي لَٿي سوپ، جي هُوندَ پايان پاندَ ۾
هي جَڳُ سوڏو لوپ، هو پُڻُ گهوريو گهوريان.

[٥] سَؤ سِسيِنِ ڏِيئِي، وِکَ وِنجي هيڪڙِي
جنهن نيزي سِر نيئي، مرڪايو ميدان ۾.

[٦] رِنَّ ۾ مَتِي راند، آجُ آگهوري آئيا
ڪُونڌنِ ڪُلها گڏيا، پاسي ڏي پَسماند!

---

(١) خ. هٽي ڪند هٽن سان؛ ظ. هٽي ڪند هٽن سان. (٢) ڪ ش. سوپ نه ٻسجي.

چِمڪيون چئني پاند، مٿي سِرَ سَرواهيُون (١) .

[٧] هيءَ گُل گولِي شاهَ، پَرڪا ڪارڻ پوڪئو
ڪندو سنجهه صُباحَ، مقابلو ميدان ۾ .

[٨] سَرڪايائون سيرُ، پَٽ پاريائون پانهجِي
اهڙو مَردُ مُنيرُ، گهرِ سَياڳِي سَپجِي (٢) .

[٩] وڙهه وِڙهَندنِ ساڻ، هيٺِي هَڻُ ۾ هَٿَڙا
ڪُڏائِي ڪَيڪاڻُ، غازي! مارِ غَنيمَ کي (٣) .

[١٠] مُچَڻْ مَٿي هٿڙا، رَتَ يَڪُليا وار
چُٽا دَسَ دَيُون ڪَرِي، گُڙيا گُرز غُبار
آچِي اُڙد آسِيرَ تي، اُلٽيا انڌوڪار (٤)
چُوڌِيو چئني پار، ٿو ڀاڳا ڀيچين ڪان وَٺي .

[١١] هٿين، چَڪين، ڪاٽيين، وِڙهج ويريءَ ساڻ
پهرين مارج پاڻ، تہ سويَ مِلي ٿي سُٿرِي (٥) .

[١٢] ڪَٽارو ۾ ڪَيُّ، ويريءَ جِي وُجودَ مان
وَڍئو ويٺو وڍ، اُڌڙو وجهي آڱرا (٦).

---

(١) ش. چمڪيون چنبي پاند- الخ. (٢) ش. پسجي. (٣) خ ڪ. غليم کي. (٤) خ ظ ڪ. الٽيا اندوه ڪار. (٥) خ. سوي ملي سٿري. (٦) ظ. اونڌو وجهي؛ ڪ. ان داو وجهي.

[۱۳] جانْ جانْ جهيڙو نہ ڪَري، تانْ تانْ ناهہ سُک
وَڏئو ويريءَ آڳرا، پُڄئو لاهي بُک (۱)
راوَتَ هٿان رُڪ، رَڻ ۾ راماٽا ڪَري (۲).

[۱۴] هَڻُ ڪٺارو ڪات، وِيري ويرَم نہ سَهي (۳)
مَڇُڻ ڪا مَصلحات، ڪانئرُ وِجهيئي ڪَن تي.

[۱۵] ڪانئرَ سَندي ڪَن تي ٻولِي هڏُ مَ ٻَندُ
مَرُ تہ موچارو ٿئين، هِيءَ نہ موڙُڻ مُندُ (۴)
ڪَڇَڻ منجهان ڪُند، پٺي ڪَيِ پٺاڻ کي.

[۱۶] پَڇُ مَ پيچين ڪاءِ، پاءِ پانجارِي اُنِ سان
مَڇُڻ تُنهنجي ماءِ، مُنهن مٿاهون نہ ڪٽي.

[۱۷] پَڇي ٻَچُ مَ ڪانڌ! مَرُ تہ ماناتي ٿِيان
تو سيڱا تو سَچا، رِڻَ ۾ رَمَڻ راند (۵)
تو سِرَ سَوَڙ پاند، آءٌ ڪيئن اوڍي سُمهَان!

[۱۸] جي تون پڇي آئيين، تہ اوڏو مون مَ آچُ
تو ڳِلِ ڏِيان پانهڙِي، ڪُر کي لايان ڪَچُ

(۱) خ. پڄئو لاءِ بک؛ ظ. پتڄئو لاءِ بک؛ ک. پڄيو لاءِ بک؛ ش. پُڄيو لاهي بک (۲) ک ش. رڻ ۾ راماٽا ڪري. (۳) خ ک. وير نہ سهي. (۴) ظ. جي ٻي پڙهٽي: 'هيءَ نہ موڙڻ هنڌ'.
(۵) خ. تو سڱا تو سرتا؛ ظ. تو سيڱا تو سچا؛ ک ش. تو سرتا تو سچا.

مون سُهائي سَچُ، ڪُوڙيون ڪانڌن ڪوڏيُون(١).

[١٩] جي تون پڇي آئيين، تہ آءُ تنهنجي پيٽ (٢)
نَت تُنهنجي نَڪَ ۾، وجهان ڏيئي ويٽ
توڏي ڪٽان نيٽ، تہ ڪَرَ پَسان پُٽَ ڏي (٣).

[٢٠] جي تون پڇي آئيين، تان تون ڪانڌ مَ ڪُڇُ
ويھُ ڪُوڙائي ڪوڏَ سين، مادَر جهوليءَ مڇُ
جا ڏاڙهي پَڪيءَ پُڇُ، سا ڪُونڌ تہ ڪاڏي اَجري(٤).

[٢١] ڪاڏي ڪُتي صاف ٿِي، چِٽ چِٽائي مانگ
تو سِر چَڙهي نانگ، تہ مون منهن مٿاهون ٿئي.

## فصل ڏيون

[١] سوڏيا مادَر زاد، پُٽَ پِيَنِ جا رانئيا
وٺا وِساري نِڪري، يارُ نہ ڪيائون ياد
سَندو سوبِ سواد، سَرفروشَنِ سَپڄي.

[٢] هٿان حيدرشاھ، سبق شجاعي سِکيا
مٿي آئي مامري، ٻِي نہ ڪندا ڪا
جيڪا رَبّ رضا، سا ڪونئر قبولي هَليا.

---

(١) ڪ. ڪوڙي ڪانڌ نہ ڪوڏيو: هي بيت د ۾ ڪونهي. (٢) اصل. 'پڇي آئين' (٣) ش. تہ ڪر پسان پنهنجي پيءُ ڏي. (٤) خ. سا ڪونڌ تا ڪاڏي اجري.

[٣] سُورِهَ سَندي سِرَ تي، سسيءَ سَندو بار
جي تُري تَن تَرَاں، تہ حق ادا ٿئو اَنَ تان (١).

[٤] چَہي تِيرَ تُرَنگَ، پِڙ ۾ پاهورا ڪَري
جُهلون رَت جَهپيليُون، ڪيائون سنج سُرَنگَ
دَعويٰ - دار دُرنگ، ڪُتا شاهَ ڪَٽارَ سين.

[٥] مَري ذات مُڙيءَ جي، تنهنڪُوء ڏجي ڪِينه(٢)
ظاهر ڏُٺ بَشَر جو، سيني اندر شِينه
تَني چاڙهي چِينه، ڪَلنگبون جَنِ ڪَپارَ ۾.

[٦] ڪَلنگيون جَن ڪپارَ ۾، پائي تَن پرڪ
هَٽي هٿ هاٿيءَ ڪي، بي سيپ مهندان مَڪ
ويا اُڏامي ڪَڪ، پِڙ تانِ پاهَڙُ نہ چُري.

[٧] مَرَڻُ ٿئو مَرڪُ، جيئَڻ جُنيرو ڪَري
جي ڪندا ڏَنَ تَرڪُ، سويَ سَرنَدي تَن ڪي.

[٨] پاڪَر اوڍِ مَ تَن تي، آڏي جهَل مَ اوٽَ
ڪوڙين اُذاڪوٽَ، تہ پُڻڪانُ قضاجونہ گُسي(٣).

---

(١) ش. جئن تري تن ترار - الخ. (٢) خ. مري ذات مريجي، تهکوُ ڏجي ڪيئہ؛ ظ. مَري ذات مَريجي، تهکون ڏجي ڪيئہ؛ ڪ. مري ذات مري جي تهکوُن ڏجي ڪيئہ؛ ڊ. مري ذات مريجي تهڪوُ ڏجي ڪيئہ؛ ش. مري ذات مري جي، تنهن ڪون ڏجين ڪيئن. (٣) اصل. توڙي ڪوڙين آڏا؛ خ. تہ بي ڪان - الخ؛ ظ تہ ٻي؛ ڪ ش. تہ ٻڻ.

[٩] تَنُ تَوَڪل پاڪرِئو، پاڪر هڏَ مَ پا
سينو سِپَر سامُهون، آڏو ڏيندو آ
سَندِي ربَّ رضا، مَيج تہ مٿاهون ٿئين.

[١٠] رِڻُ، راوَتَ ۽ رُڪَ، ٽيئي پَرتا پاڻَ ۾
پيتائون، پُر ٿيا، منجهان سَيف سُرڪَ
تيمورِي تُرڪَ، هاجو ڪَرِي هَليَا.

[١١] هاجو ڪَري هَليا، ٿيو شاهُ شهيد
روزو چٽو رِڻَ ۾، اڳيئون آينِ عيد
مُرشد ۽ مريد، هردوئِي هيڪُ ٿيا.

[١٢] ڳائو ڳِجهَہ نہ ڪاءِ، ماهِي ماس نہ هيرِئين (١)
تَنِي ڪي واجهاءِ، ڪَلنگيُون جَن ڪپار ۾ (٢).

[١٣] ڳِجهُون ڳاڙهي واتِ، سون لَمَندي ڏٿيُون
جيڪُس مانجهي ماريا، رِڻَ ۾ پِيئِنِ راتِ
پُڪارُون پريات، ٻُڌمِ ٻانهيارينِ جُون.

واۓ

اچي عَليِ شير، ماريندو هاڻي معاويي جائي ڪي (٣)

---

(١) خ. نهيرَ؛ ظ. نہ هيرِ؛ ڪ. نہ هيرئُون. (٢) هيءَ بيت شاهجي رسالي (بمبئي ڇاپو، سرڪيڏارو داستان - ٦) ۾ پڻ ڏنل آهي. (٣) اصل. اچي علي شير شهيد، ماريندو هاڻي معاويي جائي ڪي.

۱. حَسن مِير حسين جا، وِيرُ وڻندڙو وِير

۲. مارِيندو مردود کي، دَم نه ڪندڙو دِير

۳. آءٌ پڻ وِڙهيس اُن سين، جي هُوندَ هُئڙا هِير

۴. هلو مَلهو مانجهيا! ڀوءِ ڳڻبا پِير

۵. عَليءَ سندا پُٽڙا، قاسم مارِي ڪِيرا!



# سر سسئي

## فصل پهريون

[١] ڪيچي يار ڪيومِ، پرين کي ساڪن سُپرين (١)
اگ نه واقف آنَ جي، نه سو ڏيهُ ڏٺومِ
سو تان هتِ سَرئومِ، جو هُت لکيو لوحَ ۾.

[٢] نڪا قاسم 'ڪُنْ' هئي، نڪا جوڙ جَبار (٢)
نڪو جِنُّ مَلَڪ هو، نڪا طَيرْ تَوار
نڪو اُپ زَمينَ هو، نڪو باد بُخار
نڪو لوحُ قلمِ هو، نڪا ٻي پچار
آنامِنْ نُّورِاللّٰهِ وَڪُلُّ شَيءِ مِنْ نُوري صحي سِٽ سنيار
مون سَڱُ، سات ڏٺيءَ سان، هو تڏهانڪون تڪرار
ٻاروچو ٻيهار، پيئڙو تِيمِ پنيور ۾.

[٣] نڪا 'ڪُنْ فَيڪُونْ' هئي، نڪا هاءِ نه هُوءِ (٣)

---

(١) خ. ڪيچي يار ڪئومِ- الخ. (٢) خ ڪ د ش. نڪا قاسم 'ڪُنْفْ' هئي- الخ. (٣) خ د ڪ. نڪو 'ڪن فيڪون' هو- الخ.

ڏکو رنگ نہ روپ هو، نڪا بُشر بُوءِ
ٿـي ٿولا ٿوليون ڪري، ربَّ اُپاريا روح
پنهون پهرين صف ۾، مادر ڏٺو مونهُ
سات ڏٺيءَ جي سُونهُ، قاسم قَلب نوازيو (١).

[۴] ڪيچان ڪيچي آئيا، رَتا مولَھ مَتِنِ
پيچَ پَٽڪِن واڻوانَ، جڙيا جوپَ جَتَنِ
ٻاروچا معذوريون، ڪُهندي ڪهل نہ ڪَنِ
ٻُغدي ٻَلوچَنِ، ڏاڙي ڪارڻ ڏاريا.

[۵] گوٺرا گُوٺرَ گُلن جانَ، اوٺي آنبَ وَرَنَ (٢)
سَروانْ سُوڏا سپرين، سالُون ساوا پَنَّ (٣)
سَهسين سُنبل موهيا، ڪاڪُل ڪيچيئڙنَ
پَسي سُونهن سُوار جي، منهنجو موهيو مَنَ
قاسم اُوءِ اچنَّ، آءٌ ٿي ڏوريان جن ڪي (۴).

[٦] گونڙا گُوٺرَ گُلن جانَّ، جُهلن جهاپا جهورَ (٥)
ٻانهوٺا ٻانُهنِ ۾، منجهنِ موتين مورَ
چانگا ڪٽي چورَ، هليا هوت پنهونءَ ڪي.

---

(١) خ د ڪ. قاسم قلب نوازيا. (٢) اصل. 'گورا گور گلن جا'- الخ. (٣) خ ڪ. سروا سوڏا- الخ. (۴) ظ. الله اوءِ اچن- الخ. (٥) اصل. گورا گور گلن جا؛ ش. جهُلن جا جهاپور.

[٧] جُهلُون جهاڀا ٻانهڻا، ڳانا ڳلِ سُونهنَ (١)
ڏِکَ جهيڻا، کَند وِنگڙا، ڪاڇَنِ ڪُنيا ڪَنَ
ڇَپيو پاڏنِ پنَ، تا اوٺي چڙهن اُنَ تي.

[٨] مِينا رنگ مُغيلِيُون، موتين جوڙ مهار (٢)
مَهري ڏُونر مُقيِس جا، کِڙيا ڪنٺهار (٣)
سونَهريُون هٿ ساٿِيين، جَنبِيا جَهورَدار (٤)
مُنهن مهتابئُون اڳِرو، صورت جوت سوار
قاسم نورِي ڪپڙا، ڏُولَهہ سِر دَستار
آرياڻِي اِنَ پار، آنَ کو ڏنو اوٺيا (٥)!

[٩] نِعمَ الجَمَل اوٺِيين، مَٿن راڪِبَ خُوب
قاسم! سُونهنِ ڪيڇِيين، جُبا ڳل عَجُوب (٦)
مَيـا ۾ محبوب، ويا لتاڙي لَڪِيُون (٧).

[١٠] نِعمَ نَڪ ناڪِيلِيُون، راڪب رنگ گُلاب
سَرِدُم سات ڏڏيءَ جِي، ڏِٺي سونهن ثواب
آسُونهينِ عذاب، قاسم لا ٿا ڪيڇِيين (٨).

(١) ڪ د ش. جهلون جهاڀوٽا ٻالهن ۾- الخ. (٢) خ. مينا رلگ موگيليون- الخ؛ د ڪ ش. مغيليون؛ د. موتين جهـُوڙ مهار. (٣) د ڪ ش. مهري؛ خ مـَتِـي. (٤) ش. جڙيا جوهردار.
(٥) ش. آن کي ڏٺا اوٺيا؛ هي بيت ظ ۾ ڪونهي. (٦) اصل. جبا گل عجوب. (٧) هي بيت ظ ۾ ڪونهي. (٨) هي بيت ظ ۾ ڪونهي.

[١١] نَعمُ نالو سچٽين، نَعمَ سَندُن نينَ

نَعمُ نينهن پنهونء جو، نعم سَريُم سينَ

ويتر نِعمَ وينَ، قاف نِعمَ کيچيين (١).

[١٢] نَعمُ نالو سچٽين، نَعمَ نينَ سَندان

پيدا ٿيو پنهونء جي، منجهان جوت جهان

وَ ماَ آرۡسَلۡنَاکَ اِلاَّ رَحۡمَةً لِّلۡعٰلَمِيۡنَ، ضعيفن ضمان

جهڙُس ڳهاڙُو نہ ڳهڙيو، ڪو ڏُران منجهہ ڏُڪان (٢)

داڙُو ڏيندو دان، سَڏي سَنگهر پَنيين (٣).

واٺي -١*

ٻاروچا تہ پنيور، ٻانَ سُڃاڻي آئِيا

١. مَٿان پِرين جِنڊڙو، تان تون گهورئو گهور

٢. ٻانهي ٻاروچن جي، سَڳر وينڙي سور

٣. مَٿي چُنيءَ چِنڙا، پنهون ٿيڙم پور

٤. وڻ منجهان ئي واسيا، عطر ڏين آتور

٥. ايندي لا ٿا اونٺين، قاسم هِنيَڙي هور

---

(١) ش. ڪاڪُل نيعم ڪيچيين. هيءُ بيت ظ ۾ ڪونهي. (٢) ڪ. داڙو منجهہ دڪان.

(٣) هيءُ بيت ظ ۾ ڪولهي.

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪاهوڙي' هيٺ ڏنل هئي جا هت آندي وئي آهي. ١. خ. تان تون گهورڙي گهور. ٢. ظ. سڳرو وينٺي سور.

## وائي - ٢

پُنهل پاڻ سجاڻي، هوت پنهور ۾ آيو

۰۱ پُنهلَ سندي پيرَ جِي، خاڪ ڪٿوريءَ هاڻِي

۰۲ ڪامل ڏٺي ڪيچَ جو، آيُم سو آرياڻِي

۰۳ ڪنديس ڪوهيارل سان، راتو ڏينهن رهاڻِي

۰۴ آءٌ جنهن جي آهيان، سوئِي ٽيڙم ساڻِي

۰۵ ٻولي ٻاروچنِ جِي، قاسم ساهَ سيباڻِي

## وائي-٣

سائڙو ٽيمِ سجايو، مولِي سو محب ملايو (١)

هوت پنهور ۾ آيو

۰۱ آچو آچو جيڏيون! ڳاجَ سُهاڳِي ڳايو (٢)

۰۲ هٿين پيرين ميندڙِي، عَطُر لڳن لايو

۰۳ پنهونءَ جاجيڙنِ ڪي، خاصيءَ ٻِتِ ڪارايو

۰۴ لاڏونْ ڏيئِي لاڏَ سين، ٻَکي ۾ ٻرڻايو

۰۵ سسئي قاسم ڪانڌ ڪي، راڻِي رات ريجهايو

## وائي -٤

منهنجا آيا منجهہ پنهور، لٿا هور، من مرادون پُنيُون

(١) ش. لائڙو ٽيم سجايو؛ ڪ. ساهہ سائڙو ٽيم سجايو. (٢) ڪ. ڳاج سهاڳيون ڳايو.

۰۱ اِيندي ڪيِڙي اونٺين، عَطر اوت آتور

۰۲ وَٽ ڪٿوريءَ واسيا، تازڙي قُلن قور

۰۳ محبت سندي مَنَ ۾، چُري چور پچور (۱)

۰۴ ڳالهيون هوت پُنهل سان، اوريو ويِني اور (۲)

۰۵ ڳاڏَر چِٽي گُلڙا، پنهون ٽئڙس پور

۰٦ مَٿان پِرين جندڙو، قاسم گهوريو گهور

### فصل ٻيو

[۱] ڪيچان ڪيچِي آئِيا، ويِري وَڏَڻ وير
ڏُنم ٻاروچَن جو، ڀَوُ ٻِوارُون پير
مُنڌَ ڏُکوئي ڏير، پنهون نينهه پاڻ سان.

[۲] ڪيچان ڪيچي آئيَا، ويِري ٻِئي وَرَنَّ
مَيا پنهنجي سام جِي، ڪنهن سان ڳالهه نَ ڪَنَّ
جيڪا اَڻِن مَنَّ، پُوري ڪندا پانهِنجي (۳).

[۳] آج وڻندا وِير، جي هوند پانيان جيڏيُون
پنهون نيندا پاڻ سان، ڏُوري دِس دِلير (۴)
پاڙان پاسي پير، هوند نہ ڇڏيم هيڪڙو.

---

(۱) ظ. چري چوري چور. (۲) هيءَ مصرع فقط ظ ۾ آهي. (۳) ڪ. سا پوري ڪندا پانهنجي.
(۴) خ. دري دس دلير؛ دُرِي دَسَ؛ ڪ د ش. دوري دس. (دُرِي دُزَ دِلير؟)

[۴] هُونَدَ نہ چڏيم هيڪڙو، پير پُراهون پَلَّ
پيئم ڪانہ پنهونءَ جي، ڪَرَهَ لَڏيندي ڪَلَّ
آرياڻي آجهلَّ، ويا لـاڙي لَڪيُون.

[٥] جيئي ياد نہ ڪَنِّ، ڪا آءُ وساريَان
هلا ن هاڙي سامُهين، پيون ڏيئي پِنَّ
سَدا جنبُ جَتَنِّ، پيهانْ پورهيت چائيَانِ.

[٦] جيئي ياد نہ ڪيائون، تہ ڪيهو ڏک ڏيرَن تي
سُتيس پيرَ ڊگها ڪري، آسارِي آئون
وِهاڻيءَ واهُون، ڏيان ڏونگر وَٽِ ٻر.

[٧] مون تان سَپَاجها سُئا، ڏيا آپَاجها آج
نين نباهنِ پاڻ سان، اِيءَ ٻاروچي لَچ (١)
مُندَ پنيوران يَچ، تان آرياڻي اُتان لَهين.

[٨] جي جَتَ نہ چوَن جِي، تہ آءُ ڪا ٿيان آرهَي
مِني ٻوڙُ ٻروچ جي، ويتَر پيرا ويه
ٻولِي وَڏي نہ ٻِي، جي مونکي چُونِ مولدَانْ(٢).

[٩] چِمانْ جَانْ گندانْ، هَلْڪُ رَوانْ ڙي جيڏيُون

---

(١) ظ. لين لباهن؛ خ. نباهن؛ ڪ. نباهين؛ د. لباهي. (٢) اصل. معلدان.

گُوانڪانْ گَـڏا پِـرَ لاءِ، قاسم ٿي قيام
ور ناهي وريام، پـاروچا ڍِنيور ۾.

[١٠] ووءِ ووءِ وَجُ مَ سُپرين، هَئي هَئي هوتَ مَ هَلُ
نِنڊ اِيڏا بِيا مَئي گرا، پاسي ٿيءُ مَ پَلُ(١)
جُتا! ڏيو مَ جَلُ، ڦُري هن فقير کي.

[١١] ووءِ ووءِ وج مَ سُپرين، هَئي هَئي هَلُ مَ هوت
واويلا سين وَڍيو، هنيڙو ٿِئو ڀِر پوت
جيءَ ۾ ٻري جوت، ڦوڙائي فراق جي.

[١٢] ووءِ ووءِ وَڃڻ وايُون، بِل ٿَوْ هوت بَلوچ(٢)
ڪَيِي هڻ مَ ڪَرهي، ڦَمڇي منجهان ڪوچ
سِندي لَڪَنِ لوچ، مچڻ مُونْهان نہ ٿِئي.

[١٣] ووءِ ووءِ وَج مَ سُپرين، هَئي هَئي هَلُ مَ هاڻ
رَهہ آجوڪي راتڙِي، پنهون پاڻ سُڄاڻ
پالوپڻ پِنڌاڻ، هنيڙو پڌو هوت سين.

[١٤] بِل ٿَوْ ڦاڏا باتڙي، دوشِي دوس وِيا(٣)

---

(١) اصل. 'ننڊ ازا بيا مينگرا'. (٢) خ. بِلٿوْ؛ ڪ. بلٿو؛ ظ. 'ووءِ ووءِ وڃڻ واريو، بلٿو هوت بلوچ'. (٣) خ. بل ٿوْ ڦازوا ڪي دوشي دوش ويا'؛ ظ. 'بلٿو ڦاذوا ڪي، دوشي دوس ويا'؛ ڪ. 'ڦازاوان وانڙي، دوشي دوشي و يا'؛ ل. 'بل ٿئو ڦازا واتري'؛ ش. 'بلٿو ڦازا باتڙي، دوشي دوش و يا'.

سيڻ تنهنجا سسئي، پرڀونءَ رات پيا
قاسم ڏيندينءَ ڪيا، بانگوا پيڙي سڄڻين!

[١٥] ٻل ڌو قاذا اُن ڪي، دوشي ويڙا دوشُ(١)
م ڪنونْ بانگوا باتڙي، رم مَروشي روشُ(٢)
سندو جتن جوشُ، منڌ ماريندو ڪڍهين.

[١٦] ننڌ نہ ڌرن نيڻ، وڃڻ وار م سپرين
ٻروَ قاذا باتڙي، واتان ڪر م ويڻ(٣)
سورن ڪارڻ سيڻ، قاسم ڪيڙا سسئي(٤).

**وائي - ١ ***

رهو رهو رات، هوتا! هلڻ جي م ڪريو
١. مون وٽ ويهي م ڪريو، موڙڻ جي مصلحات
٢. پاندُ ڳچيءَ، هٿ پڳڙين، وجهان جُتڙي وات
٣. مين وچ م سپرين، پلا ڏيو پريات
٤. مون جهليندي نہ رهيا، ماءُ! زوراور ذات
٥. اڄ چتائيِ اوٺئين، قاسم ڪيچ قلات

(١) خ. ’ٻل ڌو قازوان ڪي‘؛ ظ ش. ’ٻل ڌو قازوا ڪي‘؛ ڪ. ’قازوان ڪي‘. (٢) خ. ’مون ڪوئن ٻانگوا باتڙي‘؛ ڪ. ’من ڳئو بانگوا باتڙي‘. (٣) ’ٻرو قازان‘؛ ظ. ٻرو قاذا؛ ڪ. ڪيم ويڻ. (٤) ظ. ’واري ڪئڙا سسئي‘.

* هيءَ وائي اصل ۾ ’سر گهاتو‘ هيٺ لکيل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.

### وائي - ٢†

پيڙ ي منجهہ پنيور، رَهو پاروچا راتڙي

١. مچڻ مُونهان نہ ٿئي، سَندي ڏونگر ڏور

٢. مونکي چڙي سُپرين، آچ مَ سُورَ آتور

٣. تو پڇاڻان سُپرين، هاڻ مارينڊم هور

٤. ڳُجهان ڳُجهيون ڳالهڙيون، آءٌ اوريندڙي اور

٥. تنهنجي قاسم سيدا! [اٿم] سک اتور (١)

### وائي - ٣*

لک پلاءِ يون هوند پائيان، پريم موڙ مَهار

١. رَهُہ اجوکي راتڙي، کرهل کيمَ قطار

٢. اگڻ آسروند جي، واري اُٺ وِهار

٣. نائي ناگر ولڙيون، ڏاگهن چاريان ڏار

٤. هٿين پيرين ڳل پاندڙا، پايان وات پيزار

٥. پانهي گولي آنهنجي، وارث کيم وسار

٦. کہ ۾ قاسم کارڻي، سيّد لهج سار

---

† هيءَ وائي اصل ۾ 'سرکاهوڙي' هيٺ لکيل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.

(١) هيءَ مصرع فقط ڪ ۾ ڏنل آهي.

* هيءَ وائي ظ ۾ ڪانهي؛ خ ۾ فقط پهريون ٽي مصراعون ڏنل آهن؛ د ۾ پنج مصراعون آهن؛ ۽ فقط ڪ ۾ نالي واري مصرع سميت سڀ وائي موجود آهي.

## وائي - ۴ †

اي ڏون ڀينر ڀورڙي، تيلهہ پلڙو پايئين ڀريان ڪُون

۱. تيلهہ پلڙو پايئين، ڀنيانْ ڏو نہ ڀري
آنْ کي سُڌ نہ سُور جي، آءٌ تان جهوريس جهورڙي

۲. آئينْ جي وَرَنِ واڳڙيون، وجو سپ وَرِي
مَرُمَران، مَرُمارجان، آءٌ تان گهوريس گهورڙي

۳. جيڪا هئُڙن مَـنَ ۾، سائِي آنِّ سَرِي
جيڏيون جاڙ جتن جي، مانْ سانْ ڏيڙي نہ ڏورڙي

۴. قاسم ڪِينْ پريانِ جا، وجن ڏپ ڏَري
هٿي هٿ مٿن ڏي، ڪِج هٿي هٿي هورڙي

### فصل ڏيون

[۱] ڪو جو لَڳُسِ ڪان، ڪيچين سَندي قُربَ جو(۱)
مُنيءَ سان مهمان، هاجو ڪري هليا (۲).

[۲] جيڪُس رُڏا راتِ، مون ڪان مُنهنجا سُپرين
ڪنهن سُٽائِي سچٽين، حاسد هيٽي ذاتِ (۳)

---

† هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪلياڻ' هيٺ لکيل هئي جتان هت آندي وئي آهي، ظ ۾ هيءَ وائي ڏنل ڪانهي. ۱. ڪ. 'تيلهہ پلڙو نہ پائيين، ڀيڻ ڀاتو نہ ڀري'

(۱) اصل. 'ڪيچين جي قرب جو'. (۲) خ ڪ د. منيءَ سان مزمان. الخ. (۳) خ ڪ د. 'هادس هيٽي ذات'؛ ظ. 'ڪنہ سٽائِي سچٽين، حادث هيٽي ذات'.

پنهونءَ کي پريات، پائي پاند پهائيان .

[٣] سَنْيوڙا سَرواڻ، اوٺين پَٽُ پَلاٽيو (١)
اللهؒ! وَسي اوچتو ۽ مَيَن سِرِ مهراڻ
تريون ڏِرڪِن تَنِ جون، پُسَنِ مانَ پَلاڻ
اِنهيءَ پوه پَرياڻ، قاسم مِلي ڪيچيين (٢).

[٤] پنهون پاراتو ڏيان، سُٽِج ساٿَ ڏٽي!
الله شال عمر ڏِئي، توکي گهوٽَ گهٽي
جا تـو ور وَٽي، سا مون مجي سُپرين!

[٥] پنهون پاراتو ڏيان، سُٽِج رَبّ سَتار!
جو مون پاروچو مَجيو ، تنهن وَڏي جام جمار
سوين گهوريان سَسيُونْ، مٿان هوت هزار
وِنگو ٿِئي م وار، قاسم ڪيچَ ڏٽيءَ جو.

[٦] پانڌي چَئج پِرينِ کي ، قَدَمَ تيز کري
ڏوري ڏونگر وَٽِ م ، جي تِي مُنڌَ مَري (٣)
تہ پنهون پيرَ پِري، پڙهج جَنازو جَبل م.

---

(١) خ. 'پٽ پلاٽئو'؛ ظ. 'پَٽ پلاٽئو'؛ ڪ ن: 'پٽھ پلاٽيو'. (٢) ڪ ن. انهيءَ پهپرياڻ - الخ. (٣) ظ. جي ٿي هت مري .

[٧] جَنازو جبل ۾، پُنهون پڙهي پاڻ
نہ ڪَر سيڻن ساڻ، ٿِي هيڪاندي سَسئي.

[٨] ڏيرَ مَ وَجو ڏُور، جَتا! جُدا مَ ٿيو
اوٺي پَسِي اوڏِڙا، نيڻَن نَري نُور
هيڪند منجهہ حضور، گڏ گذاريون ڏينهڙا.

[٩] هَلو مَ هوتا! وِهو، وڃڻ نہ سَهانْ
وَٺي ڪاڪُل وَنگيان، بَگ بَريْ بوتا (١)
ڪَلاتيِ ڪو تا، پيچو ڏينهن پنيور ۾.

[١٠] سَهسين مِنتَ زارِيُون، لَک لَک پايان پاندَ
رَهو اڄوڪي راتڙِي، ڪَلا نْداري ڪانڌَ
ديوانِي دَرمانْدَ، ڏسِي لاهي ڏُکَڙا.

[١١] سَهسين مِنت زارِيُون، جانا مَيي نہ جَت
مونکي گُجِهي مامَ جِي، اوٺي ڏِيْنِ نہ آت
ڏِنمِ کَرمُ کُمَت، راتِ ندورِي نَومَ جي.

[١٢] روڪيان تانْ نَہ رَهَنِ، آجُ اُمارو اوٺئين
سِي تانْ سُورَ سَهَنِ، جَنِ مُسافر سُپرين (٢).

(١) خ ظ. وٺي ڪاڪل- الخ. ڪ د ش. وڌي ڪاڪل- الخ. (٢) ڪ د. سي ٿيون سور سهن - الخ.

[١٣] پِٽيان ڪُتيان پارَ ڪٽان، لٽي سَتُرَ لَڄ
وِجهان وارنِ وِچ ۾، سَندا ڄائيءَ ڄَڄ
آپاڳيءَ جو اَڄ، لالَٽُ لَڏي هَليو.

[١٤] ووءِ ووءِ! وِئڙا نِڪرِي، هاٽي هَٽَ هٽان (١)
پَبَ ۾ پنهونءَ ڄام جا، ڪُنڊِئو پير ڪٽان
گَهڙي سورَ گهٽان، مون ڏي مُڪا سَڄَڻين.

[١٥] ووءِ ووءِ! وِئڙا نڪري، هاٽي هٽان هَٽ
سُتيَسِ پيرَ ڊِگها ڪري، تيلاه وِيمِ وَٽ
سُپيريان جي سَٽ، مُنڌَ اِلاهي! ميڙئين.

[١٦] اڄ اوڏارن لَڏيو، صَبح سَنبهُه تون
اڄُ هِي لاهِجِ آسرو، مادر مٽان مون
جا پؤ پَوارِينَ پُون، سو ڏيهُ ڏورڻ آئيو (٢).

[١٧] اڄ اوٺارن لَڏيو، صبح تو سعيو
سَفَرُ سافِرَنِ ڪي، اوچتو آيو
مُهندِ ميڙائو، موڏي ڪو مَسَّ ٿئي (٣).

---

(١) ظ. ' وو وو ويا نڪري هاٽي هاٽي هٽ هٽان'. (٢) خ ں ظ ش. جا پئو پوارن پون - الخ؛ ڪ. جا پؤ پواري پون - الخ. (٣) خ. ماند ميڙائو - الخ؛ ش. محبت ميڙائو - الخ.

[١٨] مُهندِ مـلان سچٽين، تـہ مون وڏو ياڳ،
آيَل! آريچن جِي، وَسِ نہ منهنجي واڳ،
آڏيءَ ڏيئي آڳ، هاڻو هاڙهي هَليا.

[١٩] آيَلَ! سُدِ نہ آنهنّ، جا لورِي لائِي سچٽين
ڪيئن ڪريان، ڪيڏَهن وڃان، ڪنهن ڪي
ڏيان ڏانهن
سونکي جَهلي ٻانهن، ٻاريو هوتَ هٿن سان.

[٢٠] صَبر شُڪر وانڱِي، آيَلَ! آچ مَ تُون
وِڃان وِتِ وِصالَ جِي، ماءُ! نہ گُهرجِي مُون
ڪانّ تانّ ٻيڙِي ٻُون، جانّ تان ٻيڙِي سچٽين.

[٢١] صَبر ۽ شُڪر کي توڙئُون تَرڪُ ڪيومِ
آرياڻيءَ سان اوچتو، آچِي پُهه پيومِ
وَڍِي ماءُ! ويومِ، هنيڙو هوتُ هٿن سان (١).

[٢٢] صَبر شڪر ميٿ، مون مُورانّ ئِي نہ وٿِي
ٻُکئِي جِهجِي جِندڙو، ڍايَلُ کَنهِي ٻيٿ
جانّ هونديس ٻُونّ هيٿ، جان قاسرِ ٻيڙِي ڪيچئين.

---

(١) خ ظ ڪ د. وڍي ما ويوم- الخ؛ ش. وڍي ماهه ويوم- الخ.

## وائي - ۱

ڪوه ڇاڻان تان ڪيهي وو ڪيهِي، جيجل آنِ جي من ۾

۱. رات سڄيائِي سات سانَ، هوند وِهايم ويهِي

۲. هوند نہ ڇڏي هَليا، ڏيِرَ هُئُڙم جي ڏيهِي

۳. سُورَ پِريان جا سرتيون! پاڙي آيم پيهِي

۴. تيلهہ ڏونگر ڏوريان، پرينءَ ڪِئُم پرڏيهِي

۵. قاسم! قريبن جي، درد ڏُوٽيسِ ديهِي

## وائي - ۲*

آيلَ! مان پوري، جيجل! مان پوري

تــون ڪِـيــنءَ پَــلــٽ پائيين زوري

۱. مادر ڪَل نہ مام جي، جا مون لڳڙي لوري

۲. منجهان سڳر سات جي، شل مَ ڇڄي ڇوري (۱)

۳. مٽي مارڳ سڄڻين، آءٌ مُيائي گهوري (۲)

۴. قاسم ڪيچ ڏٽين جي، آهي اصل کان ڏوري

## وائي - ۳

جيجل! جَهلَ مَ پاء، آيلَ! جَهلَ مَ پاء

---

* هيءَ وائي نقط ڪ ش ۾ آهي. ۱. ڪ. مٽان سڳر سات جي- الخ. ۲. ش. مٽان مارڳ سڄڻين - الخ.

هوت هلندا، آءُ نہ ويهندڙي

۰۱ تيلهہ پلؤُ پائيين، سِڪ نہ آيُئي ساء

۰۲ جيجان! جوڳياڻي ٿيان، ڪري ڪيسَرِيا

۰۳ ڪَنين ڪُنرَ پائِيان، لال پاروچي لاء

۰۴ اوٺينِ آٿ پلاڻِيا، جتنِ جاتيرا

۰۵ منهنجي پاروچَنِ ري، قاسم واه نہ ڪا

**وائي - ۴**

منهنجا هاڙهي هوت ويا، آيل ساء

آءُ نہ وِهندڙي اُنِ ري

۰۱ ڏور تہ ڏوريون اُن کي، هُوء جي هٿ هٿا

۰۲ وجي ڪيچ قراريا، جانبَ جوڙي جاء

۰۳ هوت مَٺائي اڳيان، ڪنديس ڪين پيا

۰۴ قاسم ڪيچَ ڏٽينِ ري، جيئڻ مون نہ جُڳاء

**فصل چوٿون**

[۱] پُر، مَ پَنڌُ وِسار، وِرچِي ويهُہ مَ سسئي!
مَرِي مُنڌَ ميار، لوچِي لاهہ لَکَنِ ۾.

---

۰۱ ڪ. 'سک نہ آهي سا'.

[۲] لُڏُ مَ لَهرين ڪاءِ، ٻُڏُ مَ سُڪِي پَٽَ ۾ (۱)
نَحۡنُ اَقۡرب اِليه مِن حَبۡلِ الۡوَرِيۡد، پِرِي پيرُ مَ پاءِ
آرِي توسين آهِ، سڌان ويجهو سسئي.

[۳] وِرچِي مُنڌَ وَرانڊ، اوري ڪِجَ مَ ڪيچ ڪان (۲)
تو مُنۡيءِ تي مانڊ، پَهَڻَ سندي پَنڌَ جي (۳).

[۴] سُمُهه مَ سجي راتِ، اوٻي ڏُکَ مَ اکيُون
تو جَني سان نينهڙو، سي زوراوَر ذاتِ
پچاڻان پرياتِ، سورَ ساڏي سَسُئي (۴).

[۵] سُمهن سَدَڙيُون، سَچيون سُورن واٻِيُون (۵)
پَر ۾ پنهونءَ چامَ جي، ٻولن ٻَدَڙِيُون
جي ڏُکن ڏَدَڙِيُون، تَنِ رُونَدِي وِجي راتڙي (۶).

[۶] ڏُکَ نَه ڏَدَڙِيُون، سُکَ سَگيٽِيُون جيڏِيُون
آدَ مان آدَڙِيُون، مون ڪانڻ چِڻِي سونِيُون (۷).

[۷] سُتِينءَ پيرَ دِگها ڪَري، ڏِنٽِي تين ڏونگر (۸)

---

(۱) خ. ۱. لڏ م لهرون ڪاءِ؛ ۲. لڏ ۾ لحظو ڪاءِ؛ ظ. لڏ م لهرو ڪاءِ؛ ڪ د ش. لڏ م لرزو ڪاءِ. (۲) ڪ. ورچي منڌ ورانڊ ـ الخ؛ خ. ڪيچ ڪوڻ. (۳) ڪ. تو منۡيءَ تي مانڊ ـ الخ. (۴) خ د ش. سور سهادي سسئي؛ ڪ. سور سهاديٺي سسئي؛ ظ. سور ساڏي سسئي. (۵) ش. سي نه سورن واٻيون. (۶) ظ. تن رولديون وڃن راتڙيون. (۷) خ. مون ڪون چڻي مونيون. (۸) د. ڏنٽي تي ڏونگر؛ ڪ ش. ڏني تي ڏونگر؛ ظ. ڏني ٺي ٽي ڏونگر.

ڀاروچاڻي سَڳ تي، ڀوري! ڏي م ڀَر
ڀاجياڻِنِ ڀَر، سِڪُ تہ ملين سسئي! (١).

[٨] اَللهَ! آوءِ اچِنِ، جَنِي ڏوري آهِيَان
اَٽَ اوٺِي بگ بودلا، بوتا شالَ بَچَنِ
سَندي ساءَ سَچَنِ، مَرُجانُ ڏونگر ڏوريَان(٢).

[٩] ڏُوريان ڏُور وِيا، اڄ نہ اوڏا سُپِرِين(٣)
وڃي ڪيچِ ڪِيا، ماءُ! اوتارا اوٺئين.

[١٠] ماءُ! هوتاڻِي هَٽ، مَڃُڻ وِرهُ وِهائيين
نہ سا تَڪ نہ تورَ ڪا، نَڪو وجهَن وَٽ (٤)
آتورِي اُلَٽ، ڏِيئِي وِئَـڙا ڏُکَ جي (٥).

[١١] اڳ نہ سُونهين ڏَڳَ، ڀَڳَ نہ ڀَٽَرَ هيرُوانُ
سنئين واٽَ سَرِڳ، اللّٰه ڪِجُ آڀوجهہ ڪي.

[١٢] آءٌ ايڏيائي آهِيَان، سُورَ ساماڻا لَس
ڪيئَن ڪريان، ڪيڏنه وڃان، واڳ نہ منهنجي وَس
هِنيڙِي منجهہ هبَس، قوڙائي فراقَ جو (٦).

---

(١) ظ. 'ڀاجيانڙن جي ڀر'؛ اصل . 'سک تہ ملي سسئي'. (٢) ڪ ش . سندو ساه سچن - الخ.
(٣) د. ڏوريا ڏور ويا- الخ. (٤) ڪ ش. نہ سا تور نہ تڪ ڪا- الخ. (٥) ظ. 'آتورئو الٽ'.
(٦) خ د ڪ ش . هنيڙي منجهہ هبس - الخ؛ ظ . هينڙي منجهہ هنبس - الخ.

[١٣] آءٌ ايڏيائي آهيان، سُورَ وَڏي ٿيا وَڻ
مُنْهانْ ماسو نه ڪَڇي، هوتَنِ مُڪا مَڻ (١)
مُنڊَ! مُقادي ڪڻ، جيڪينْ مُڪو سَڃَٽين.

[١٤] سَسئي لَٿي سول، پُونْڊَءَ پَنڌُ پَهاڙَ جو (٢)
اچِي موتُ قبول، ته جئري مِلين جَت کي.

[١٥] هُو لَڏيا تون لَڏُ، آتَڻ آڏِ مَ نِجُهرو
آڏيو چِڙِي گَڏُ، پنهنجو پاڻ پنهونءَ سان.

[١٦] ويهه مَ، ڪَٽج وِکَ، هَلُ ته ملين هوت کي
ڏڪوُن چڙهندينءَ ڏِکَ، سيجَ پسندينءَ سسئي (٣).

[١٧] نيٹين ڏِجُ مَ نُومَ، سُمهڻ گهوريو سسئي!
سَنْجَ ڪَشيائون، سَنْيَا، آريائي آلْيَوْمَ
ڪَهل نه پِرِي قومَ، پانيڻِ پاروچنِ جي (٤).

[١٨] تون پڻ سَنبَهُ، سَنْيَا ساتِي سَوارا
قاسم ڪَرَه پلاڻيا، قَد قُبِي ڪارا
مَعذورينِ مارا، سيڻ ڪِيا تو سسئي!

---

(١) ش. موهان ماسو نه ڪڇي- الخ. (٢) ظ. سسئي لٿو سول- الخ؛ د. سُسئي لٿي سول، پوندو پنڌ پهاڙ جوءِ. (٣) هيءُ بيت ظ ۾ ڪونهي. (٤) ظ د ڪ ش. ڪهل نه پڙي قوم- الخ.

[١٩] تون پڻ سَنبهُ، سَنِيا، جَتَنِ جَپَ نہ ڪاء

آيا جنهين لاء، سا پورِي ڪندا پانهنجي.

[٢٠] جَڳ وِچان ئي جَت، سِيڻ ڪئا تو سسئي

مُندَ رُئندينءَ رَت، توري گهٽي ڏينهڙين (١).

[٢١] اوئِي ڪندا ايئَن، جي هوندَ پانيم جيڏيون!

تہ ڪيچين مُلا ڪيئَن، سرتيون!سور پرائيانْ (٢).

[٢٢] جَتنِ ڪيڙو جيئَن، آءُ ڪا اهڙيائي ڪريان!

مُنهنجُون مرڻ سيئَن، ٻولُون ٻاروچَنِ سان (٣).

[٢٣] آجُ اوٺارن لَڏيو، مونکي پَلَ مَ پاء

مورت ملڪ الموت جي، سامهين گڏيم ساء

ميڙائِي جي ماء! سَمُنَ سَنگهَرِ پَٽئينْ (٤).

[٢٤] ووء ووء گَهرِ وِڙَنِ، جن پاڏيان پَرِي نِجُهرا (٥)

سي ڪيئَن ماندِ مڙَنِ، جي پيٽيان پيڙيون نہ ٽيون(٦).

**وائي -١*

هُوندَ نہ وِيڙا هوتَ، جي هوندَ جاڳيون اکڙيون (٧)

---

(١) ڪ. منڌ روئين رت- الخ. (٢) خ ظ د ڪ. 'تہ ڪيچي ملاقي'- الخ. (٣) ظ. ٻولون ٻروچن سان. ڪ. 'سنهنجي مرڻ سيئن، ٻولي ٻاروچن سان'. (٤) خ. ميڙائو جي ماء- الخ؛ ظ. ميڙائو ماء- الخ؛ ش. سمن سگهر پٽئين. (٥) خ ڪ د ش. 'ووء ووء گروڙن، جن پاٽيان پري نجهرا'؛ ظ. 'ووء ووء گروڙن، جن پايان پري نجهرا'. (٦) ظ. ڪئن سي ماند مڙن- الخ. ڪ. سي ڪي ماند مڙن- الخ. * هيءَ وائي اصل ۾ 'سر گهاتو' هيٺ ڏنل هئي جتان هت آندي وئي آهي. (٧) ڪ. هوند نہ ويڙم هوت- الخ.

۰۱ هاڙهي وندرُ وچ ۾، پاڻ نہ تيڙس پوت

۰۲ جيڏيون! منهنجي جندڙيِ، جتن ٻارڙي جوت

۰۳ قاسم! سانوڻ مينهن‌جان، اکين آنڌڙي اوت (١)

**وائي - ٢ ***

اي ماءُ! ٻاروچاڻي ذاتِ، مونکي ماريو رات †

۰۱ کهڙا کنديں ڏکڙا، کيچين تي کمذات

۰۲ موليٰ مونکي ميڙيين، جُنگنِ جي جمات

۰۳ ڪَرَه ڪُٽڪون نہ سُٽان، جي وِرُوهَن وات

۰۴ هوءِ نہ نينِ پاڻ سان، توءِ تَنِي جي تات

۰۵ قاسم چوي ڪيچ ڏي، پرين ويا پرپات

**وائي - ٣ ****

کهڙا کنديس ڏکڙا، جيجَلِ ماءُ هوتان تي

۰۱ ويا وِيساهي نِڪِرِي، ڏيئي تَنِ تُکڙا

---

(١) ش. ' مينهن جيئن'.

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي. د ۾ هيءَ وائي ڪانهي. † ظ. 'اي ٻاروچاڻي ذات، منڪي مارئو رات - اي ماءُ ٻاروچاڻي...'. ۰۲ خ. 'جهگن جي جمات'؛ ڪ ش. 'جنگن جي جمعات'. ۰۳ خ ڪ. ' ڪرهي ڪٽڪو نہ سٽان جيڪس ويڙن وات'؛ ظ. 'ڪره ڪُوڪُنُ' نہ سٽا جي وروهـَن وات'؛ ش. ' پيرين ڪٽڪو نہ سٽان، جيڪس ويڙن وات'. ۰۴. ڪ. 'هوئي نہ نين پاڻ، توئي تني جي تات'؛ خ. 'هو نہ نين پاڻ سان، توئي تني جي تات'؛ ظ. 'هو نہ لين پاڻ سان، تو تني جي تات'.

** هيءَ وائي اصل ۾ 'سر رامڪلي' هيٺ ڏنل هئي جتان هت آندي وئي آهي.

۲. سُورَ سنياهي سَجَڻين، مون ڏي اڄُ مُڪڙا

۳. ويلي گهوڙها ڳاڙيان، سارئو آءٌ سُڪڙا

۴. دعوىٰ سندا دوست سان، چارا سپ چُڪڙا

۵. قاسم قريبنِ کي، سارِيو يَري سُڏڪڙا

**وائي-۴***

پَسُ پنهنجا هوتَ پيِر پَري، پير پَري تو نہ سَري

۱. چَڙ سانگو، چڙهہ چوٽيين، تان تو سوپ سَري

۲. ووڙيندي وڻڪار ۾، مَرُ سا مُنڌ مَري

۳. وَڃي پاهہ پرينِ کي، اکيون آب پَري

۴. قاسم چئي، ڪر ڳالهڙيون، لَڳي هوت گَري

**وائي-۵†**

هاڙهي جي هوت کي دِل ساري

ساري ڪِينءَ وساري

۱. هيڏي شهر ڀنڀور ۾، پُنهل پِيُم پَناري

۲. آءٌ اوني ڪر ڳالهڙي، ايندا ڪينَ اوتاري

---

* هيءَ وائي اصل ۾ سر ڪلياڻ هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.

۳. S. 'وڃي پائنج پرين کي، اکڙيون آب پري'.

† هيءَ وائي اصل ۾ سر ڪلياڻ هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.

۰۳ ويو پاروچو نکري، گهايل هت گهاري(۱)

۰۴ قاسم چئي ڪيچ ڏي، وِئڙا ڪره قطاري

**وائي - ٦***

هوتان ڏي هت واڳ، دوستان ڏي هت واڳ

مَيان ڏوه نه ڪوئي

۰۱ واڳ هوتان ڏي هٿڙي، ڏاگهان آچ نه ڏوئي

۰۲ جنهن دَر پورهيت سسئي، نينڊا نال نه سوئي

۰۳ قاسم ڪارڻ سڄڻين، چوڙيم سانگ سيوئي

**فصل پنجون**

[۱] آڏيءَ اُڏائي، سسئي ٻَڏي سَندرو

ڪُڪي ڪونجڙين جيئَن، روهِ چَڙهي راڻي

سَڳر سُجاڻي، هَلي هاڙهي سامُهين.

[۲] وَجان ٿِي وَڪار، چنو سَگ پنيورَ جو

مارڳ وَسَنِ مينهڙا، مٿان ٿئي مَلارَ

تِرڪي تَڙَ اوتڙ تان، ڪِري مانَ قطارَ

مانَ وِرمَن وِچَ ۾، اولاڻي اوتارَ(۲)

---

(۱) خ ۾ هيءَ مصرع ڪانهي.

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر بيراڳ هندي' هيٺ ڏنل هئي، جتان نپائي هت آندي وئي آهي.

(۲) خ ڪ د. اولاڙي اوتار؛ ظ. اولاڙين اوتار.

سو پَـهُ ڪر سَتَار! جنهن پـَهَ جُدا نہ ٿيان.

[٣] هَلو جي نہَ هَلو، مون تان وِڃڻ وارِئو
آنْ ڪي آرِيءَ جامَ جو، جيڏيون ناهِ جَلو
آنهِجو ٿِئي پَلو، مونکي منع مَ ڪَرِهو (١).

[٤] آجُ مَ اَلهُ سِجِ، تہ ڪو پُري پنڌ ڪريان(٢)
پهرَ لِڪائي لَيْلَ جا، ڏينهن پنهنجي ڪي ڏج
ڪامَ لَهڻ جي ڪِج، تہ سُورجَ مِلان سَجڻين.

[٥] سِجُ لٿو، سانجهي ٿِي، مَتان وَرِي مير
رِڻ ۾ پِيَرِ راتڙي، ڪيئَن پَسبو پير
آيَـلَ! اِنَ آوير، مونکي اڄ مُنجهائيو.

[٦] ساٿين چڙيو سانگ، پُڇن ڪيئَن پيادِيون(٣)
ڏنائون سِر ڏونگرين، پَڌي پُوٽ ٻِڙانگ
آءٌ ٿي چڙهان چوٽئين، لاڻچيو لَڪن لانگ
گاڏر لاءِ گڙانگ، مارِي مُڪا سَجَڻين.

[٧] چانگن ٻچيان چور، ڏيرن ٻَچيان ڏُڪَندو
جني مونکي مارِيو، سي ڪيچ ۾ رسن ڪور

(١) خ‌ظ. ڪريو. (٢) ش. ’ تہ پري ڪو پنڌ ڪريان‘ (٣) ڪ. پهچن ڪيئن پياديون.

هوند نہ ڏنم هور، اڳي جي نہ ائين ٿيو [1].

[٨] جي مَهندِ آءٌ مُياس، پوءِ سنيوڙا سُپرين [2]
سَدَر سُورَنِ وِچَ ۾، هُوند نہ هيئن هُياسِ
جيلهہ نَڪ نہ ناسَ، تيلهہ جِيَان جيڏيون!

[٩] مَهندِ ۾ مَرڻُ هوءِ، پوءِ ۾ جِيان پِرين ري
سَبَبُ گُهران سوءِ، جيئن هلڻ هيڪاندو ٿئي [3].

[١٠] اَللّهَ آهِيين تُونَّ، اوئين تان ايئَن ڪيو
جِيئَڻ گهورڙو جَتَ ري، مرڻ وَسُ نہ مُونَّ
پيرِي ڪري پُونّ، هوت نہ هاڙهي هَليا!

[١١] اي تَتو، پُون ڏامِٽِي، ڏيل-گُدازو ڏينهن
قاسم! قدم پانهنجا، تيز آپاڙي تيئَن
پهتي پنهونءَ سِيئَن، سَمن پوري سسئي.

[١٢] اي دَتو، پُون ڏامِٽِي، سورج سِرِ ڪپارَ
اللّه! ۾ لڳي آنِ جي، ڪوسو واءُ قطارَ
اوٺي ۽ اوٺارَ، سون پِرِنيا ربَّ ڪي [4].

---

(١) ڪ. 'هوند مارينديم هور، اڳي جي ٿيو'؛ خ ظ د. اڳي جي ائين ٿيو؛ ش. 'اڳيئي جي ايءَ ٿيو'. (٢) ظ. سَر مَهند آءٌ مياس - الخ. (٣) خ ظ د. 'جي هلڻ هيڪاندو ٿئي'.
(٤) خ. پرنيا.

[١٣] راتِ وهامِي ڏينهن ٿيو، پِره چِٽو پاند
وَرُ ڪوهيارا ڪاند! پورهيت پُنا ڏينهڙا.

[١٤] راتِ وهامِي ڏينهن ٿيو، ڏُونگَر ڏَڪا ڪَنِ
تڪيو نَهارَنِ، قاسم مَڙُهه معذور جو (١).

[١٥] راتِ وهامِي ڏينهن ٿيو، دَاڙُو ڪِجِ مَ دير
وَرُ ڪوهيارا ڪارِڻي، ٿِي واهَرَ جِي وير
ڪانڌي ٿيندم ڪير، قاسم ڪيچ ڏَٽيءَ رِي.

## وائي - ١

ڪوه جاٽان ڪيهِي، وو ڏير نہ مون ڏيهي
ماءَ ٻاروچي مَنَ ۾

١. مَچِڻ ڪا مُنڌ ڪَري پِرِينْ پَرڏيهِي
٢. سنجهي سات پلاڻيُو، وڻان مون ويهِي (٢)
٣. مونکي ڇڏي ڇَپَرِنِ، پَرِيُونءَ ويا پيهِي
٤. جَني پڪا اوڏڙا، سيڻَ ڪجن سيهِي (٣)
٥. قاسم ڪيائون پڌرِي، هئي جتن من جيهِي (٤)

---

(١) خ . تڪيو تهارَنِ ؛ ظ د ش . تڪيو نَهارن ؛ ڪ . تڪيو نَهاڙن . (٢) ش . سجڻ سات پلاڻيو - الخ . (٣) خ ظ د . سيڻ ڪجن سيئي؛ ڪ . سيڻ ڪجن سيهي. (٤) هيءَ مصرع فقط ظ ش ۾ آهي ؛ ش . ”جا قاسم جتن من ۾ ، سا پڌر ٿي پيئي“.

## وائي - ٢ *

پُنهَل! پَنڌُ پارِي، ڪيئن ڪَندي مُنڌَ ڪيچِيان

١. سا ڪيئن جِيي جيڏيون، مَيَنِ جا مارِي

٢. آڏا ڏونگر لَڪيُون، وائُنِ ڏِي وارِي

٣. ڏيرَ چڙهِي ويا ڏونگرين، ڏِڪِي هيءَ ڏارِي

٤. آهي آرِي ڄام جِي، وڄُهلَ ويچارِي

٥. قاسِمَ! ڪيچَ ڏٿين سان، ضَعِيفنِ زارِي

## وائي - ٣

ڇڏي هوتَ مَ هَل، اي دوست جَت ميان!

آءٌ اوهان جي آهيان

١. اندرِ آرِيءَ ڄام جِي، صورت ڪِيڙا سَل (١)

٢. پاروچاڻي ذات ڪان، جانَ پِرايا جَل

٣. اوٺي آرِي ڄام جا، جهليا ڏينِ نه جَهل(٢)

٤. پنهون پاتاريءَ ڪان، پاسي ٿيءَ مَ پَل

٥. هوتَ هلندي نِنبَ ۾، قاسم پٺي نه ڪَل

---

* هيءَ وائي اصل ۾ ”سر کهاتو“ هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.

(١) ظ . ’سورن ڪيڙا سل‘. (٢) خ . ’جهلڙا (ڇهلٽا) ڏين نه جهل‘.

## وائي - ۴

پريم! مون من تو رِي، جهورِي جهورڙي رانئيو (۱)

۱. پيرين آنْ نہ پڄِي، آءُ آرياڻي اورِي
۲. پَسِي پاهڻ پپَ جا، هِنيَڙو پيو منجهہ هورِي
۳. ڇِنا مون نا ڇڏِيا، ظاهر وِيڙا زورِي
۴. ٻتان پرينِ جندڙو، گهور نہ جاتم گهورِي
۵. قاسم قريبن جا، ويئڙي سَگَرَ سورِي

### فصل ڇهون

[۱] اُڀِي پُڇِي ڏَسَ، سسئي وات وٽن کان
گهوٽ گهرِندِيءَ مَسَ، آنْڪو ڏٺو ساٿَ سان (۲).

[۲] دايون پُڇن دَڳ، ٻايُون پاسِ ٻروچَ جي (۳)
سنئين وات سَرَڳ، مَنَ قاسم مِلان ڪيڇِيين.

[۳] اُپاڙيو آسُونْهَنَ، کَيِي پار پنهونءَ جا (۴)
ڦوڙائي فراق جِي، وَٺي مُنڌَ وِرونْهَنَ
سندي پنهونءَ سونهن، قاسم ڪُنيون ڪيتريون.

---

(۱) خ جي ٻي پڙهٽي " لالن مون من توري - الخ"؛ هيءَ وائي فقط خ ۾ آهي. (۲) خ. 'گوٽ گڙدي مس'؛ ظ. 'گوٽ گَرَدِي مَس'؛ د ڪ. 'گوٽ گردي مس'؛ ش. 'گهوٽ گڙدي مس'. (۳) خ. ٻروچ کي؛ ظ. 'ٻانيءَ پاس ٻروچ جي'. (۴) خ. 'اوپاڙيو سون'؛ ڪ د ش. 'اوپاڙيو سورن'. ظ ۾ هيءَ بيت ڪونهي.

[۴] ڦهرئين ڦِهَر پنهونءَ جا، گاڏر ڦُچي گَسَ
ڦيهرن ٻَروچَ جا، ڏونگر ڏنا ڏَسَ
ٺِئي ڦهر پرين جي، وڙڻي رَسي وَسَ
چڪيائين چَوڏول ۾، چوٽين ڦَهر چَسَ
قاسم لَٿا ڪَسَ، ڦوڙائي فراق جا.

[۵] آڻ ڪو ڏِنو سات سان، تان مون ڏَسُ ڏهو
مَعذوريون مارِين جي، ساٿِس توڏَ ڏِهو (۱)
سُورَنِ ساڻ سِهو، اچي ٽِئڙُمِ اوچتو.

[۶] سُورَ نہ سُجاڻان، ڪوه جاڻان تان ڪير هئا
گهِڙي آيا گهٽ ۾، پَرِيندي پاڻان
پنهونءَ پُڄاڻان، سِينڌا ٽِيَڙَمِ سَرتيُون.

[۷] سِج ڪَيندي ڪَنڙي، مون ڪيندي پار
ٺِنو اڄ فقير جو، قاسم مَنَ قَرار
جا وَئي ڪالهہ قطار، آءٌ اوساريان اُنَ لاءِ.

[۸] آرِي مون ارواحُ، تَن جُدائي مَ ٺِئي
ويهي رات وَڏي ويا، ساٿي منهنجو ساهُ (۲)

(۱) د. 'سانس تو ڏنو'؛ ڪ. 'ساٿس توڏ ... تو'؛ ش. ساٿس تو ڏنو. (۲) ظ. 'ويهي رات وڏيو، ساٿين منهنجو ساهہ'.

مِرُن ڪارڻ ماهُ، قاسم چڙيو ڪيچ ئين.

[٩] اوجَل پيکو آجُ، منهن مونگهٽ ناهه ڪو(١)
سندو سيج سَهَجُ، ويچاريءَ وڃائيو.

[١٠] ڏائي نِيا ڏُور، جيڏا جَهل جَتنِ ڪي (٢)
مِرگهه مالارو ٿئي، نَدي پاٽي پُور (٣)
دائي اَن دستور، مَنَ قاسم مِلي ڪيچ ئين (٤).

[١١] ڏائي ڏُورِ نيا، جيڏا جَهلِ جَتنِ ڪي
مَالاري مِينَ ڪي، اچي مانَ اگيا
اِن سُڳڻ جي سَببا، قاسم مِلان ڪيچ ئين.

[١٢] جِتَن جِتَن ڪريان سَڏُ، تِتَن تِتَن وجنِ تَڪڙا
ڪنهن پَرِ تِيان گَڏُ، آيل! پاروچنِ سان.

[١٣] جِتَن جِتَن سَڏَ سُٽِينَ، تِتَن تِتَن وجن تَڪڙا
اوني مِٽَ نہ تِينِ، جي مارِي معذورينِ جا.

[١٤] ڳاڙهي ۽ ڳاڙهو، ساوَجُ ڪُتو سَسئي
دَوڙِي مُندَ ڊبائيو، هَلانُ سِين هاڙهو
ڏوہڻِ ڪيو ڏاڙو، پانهپ منجهه پروچ سان.

---

(١) ڪ. منهن مونگهٽان نگئو. (٢) ظ. 'لِيائي ڏائي ڏور، جيڏا جهل جتن ڪي'. (٣) خ د ڪ. 'مرگ مالارو نہ ٿئي'؛ ظ. 'مَرَڪَٽ مالارو نہ ٿئي'؛ ش. 'مرگ مارو نہ ٿئي'. (٤) د ڪ. 'ڏائي ان دستور' الخ.

[١٥] ساوَڄُ ڪَڄ ساڻ، ٻَرَ ۾ بورائو ڪَري
مِرُونْ ماري مَمڙا، ٻِئِي جِي ڪَڍُ مَ ڪاڻ (١)
پنهونءَ پرني پاڻ، هلج هاڙهي سامُهين.

[١٦] رِڻ، راڳا، رَنگريز، نِيئي پَرتا پاڻَ ۾
سُڃ ۾ ساوَج گَڏِيا، خُوناسِي خُونْرِيزَ
مومَ ڪَيا مَهْميزَ، سِجهائي سورن جي.

[١٧] ٻَبَرَ ٻِنيءَ رات، سُڃ ۾ ڏِٺا سسئي
ڏُکِي پَسيو ڏِيپِلا، تا ٻانهَنَ وِجهن وات
ڪَڍي قرب ڪات، پاٽان مَعذور مارِيا.

[١٨] روجهَ وِهاٽيءَ رات، ساماهان گَڏِيا سسئي
پُڇيائين پنهونءَ جو، مارڳُ مِٺي وات (٢)
پُڇاڻان پريات، آنْ ڪِي اوني گَڏِيا.

[١٩] جڻِن سي روجهَ رَمَنِ، تڻِن رڻ ۾ رَهي سسئي
ٻَرَ ۾ بِرهاسِ سان، روڏَ رِهاٽيون ڪَنِ
صدقو ساٿيڙَنِ، ماهُ آڇيائين آنِ کِي.

[٢٠] روجهنِ راڙو راڙِ، مُندَ رُئندي مارِيا

---

(١) ظ. 'ڪي جِي (ڪنهن جي) ڪڍ م ڪاڻ'. (٢) خ. پڇيائين پنهون جام جو- الخ؛ ظ. 'پڇيا پنهون جام جي مارڳ مٺي وات'؛ د. 'پڇڻاءِ پنو جامجو مارگ مٺي وات'.

سُٽي دانهن درد جي، پڳا سپ بگهاڙ
ساوَڄ سُورَ سِجهائيا، آپيو ڪن اوناڙ
معذورينِ جِي ماڙ، بَرَ ۾ نينهن بلوچ جو.

[٢١] پڳ جهِيٽا، پنڌ ڏُور، اڳ نه سونهين سسئي
چِهون، چِيٽا، چمڙا، جبل منجھ جنبُور
روجھ اوناڙن رڻ ۾، لَنبي پُڇ لَنگُور
ساٿي ڏيڙس سُور، ثابت مِلِي سجڻين (١).

[٢٢] فَوْقَلْ سَنگ فقير جا، رِجِلَ ڪيڙا رافَ (٢)
وَنتا ويچاريءَ جا، آرياڻي انصافَ
قاسم لنگهي قافَ، سُتي سَنگهر پَٺيين.

## وائي - ١

منهنجا آرياڻي انَ پارين، آنْ ڪي ويندا ڏنَڙا (٣)

١. گاديون پوش گُلن سان، موتين جهُوڙ مَهارين (٤)
٢. سائي رنگِ سونَهريون، سُونهَنِ بيٺ سوارين (٥)
٣. چوئي مُشڪ چَندن جي، عطر اوت اوتارين (٦)

---

(١) هي بيت ظ ۾ ڪونهي. (٢) خ. 'فوق السنگ فقير جا'؛ هي بيت ظ ۾ ڪونهي. (٣) خ. 'آن' ڪي ويندا ڏنڙا'؛ ظ. 'آن ڪي ويڙا ڏنڙا'. (٤) خ. جهور مهارين؛ ظ. جهُوڙ مهارا؛ ڪ د ش. جوڙ مهارين. (٥) خ. 'بيٺن سوارين'؛ ظ. 'بيٺن سڻو واري'؛ ڪ. بيٺن؛ د. بيٺن؛ ش. بٺين. (٦) ڪ. 'چوئي مشڪين چنڊن جي'؛ اصل. 'اتر اوت اوتارين'.

۴. اهڙا هوت هتن سان، نيندا اُت آسارين
۵. مُندَ الا هي ميڙئين، قاسم سات سُنهارينً (۱)

وائي - ۲

كنديس پانهنجو عرض احوال كيچين
كي، آيل! هوتن كي

۱. اُت چاريندس اُن جا، جَهلڙي پَبُ پَهال (۲)
۲. رَهو رات پنيور ۾ ساٿي مَجي سُوال
۳. مٿي پيرَنِ هتڙا، ڳچيء پاند رومال (۳)
۴. قاسم لهندُم كارٽي، سَنگهر منجهه سنيال (۴)

وائي - ۳*

مون سان ڳالهڙيون، اي هوتَ هلندي جي كيُون

۱. پِريان سنديون ڳالهڙيون، مٿي من پيُون
۲. هَلان هاڙهي سامهين، ڏيئي پن پيُون
۳. ڳالهڙيون ڳٽن جهڙيون، سي تان سورَ ٿيُون
۴. قاسم كيچَ ڏٽين ري، جيڏيون جاڙَ جيُون

(۱) ظ. سات سنواري. (۲) S. 'جهلڙي پٽ پهال'. (۳) S. 'ڳچڙي پالد رومال'.
(۴) ظ ۾ هيءَ وائي كانهي.
* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر كنيات' هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.
۱. خ ش. 'مٿي مون پيون'.

## فصل ستون

[۱] نينهن شِينهانَ ٿِي اگرو، شينهن ماري هيڪار
ساعت ۾ سؤ وار، معذورِ مرڻُ آئيو.

[۲] معذوريون مارين، مون لَهُ لڳو تَنِ سان
گهَڙِي جا گهارِين، سا پڻ سورَنِ گاڏُئين.

[۳] ٻاروچاڻي ذات سان، جي ٿي لاڻيوءِ نينهنُ
تہ ڪَرَ سانڍيئي شينهنُ، ڪيندوءِ ماه سغز جو (۱).

[۴] ٻاروچاڻي ذاتِ جو، آسَرُ مون آهي
حامي ٿيندو هَبَّ ۾، ڪوهيارو ڪاهي
نينّدو نِباهي، ناتو نماڻِيءَ سان.

[۵] چپر ڪونهي چيهُ، ڏيهُ ڏوريندينءَ ڪيترو
نَحنُ اَقرَبُ اِلَيهِ مِنْ حَبْلِ الوَرِيْدِ، پريونءَ مُندَمَ پيهُ
وِڪَ هَنائي ويهُ، پَسُ پاڙيچا سُپرين.

[٦] پَسُ پنهون ٿي پاڻ، سُجَ مَ ڏورج سسئي!
وڃيو ڏونگر ڏورِيين، قاسِم ڪِنينَ ڪاڻ!
سو تان توهي ساڻ، جنهن لئي جفائون ڪريين.

[۷] جو ڪَمُ سندو ڪور، سو تان سِڪ مَ سسئي

(۱) ع ظ. ڪيندو؛ ڪ. ڪيندوئي؛ ش. ”ڪيندوءِ ماس مغز جو“.

نحن اقرب اليه من حبل الوريد، پيڙومنجھہپنيور
قاسم ڏيهُ مَ ڏور، ڪايا ۾ [ئي] ڪيچُ تيو.

[٨] ڏُڪانْ سُک سَرنِ، سُکَ نہ اوڏا ڏُکَ ري
مارڳَ جي مَرَنِ، جَتُ جياري تَنِ کي.

[٩] ڏُکِي مَرين سُکَ کي، تہ وِجي ڏُکِي تِيءِ
جي پائين جِيئري ملان، تان تون هَڏِ مَ جِيءِ
موتَ پيالو پِيءِ، تہ وِيجهي ٿئين وصالَ کي.

[١٠] ڏُکِي بُکِي پِرِينِ جي، ڪِينْ نہ پائٿي قُوتُ (١)
مُنڌَ پريو مضبوطُ، آندرُ پنھنجو عشق سان.

[١١] سَسُئي سُک مَتائيا، ڏُکِنِ تي ڏيئِي (٢)
جَنِ زليخا زوال کِي، سوديائين سيئِي
وَجِڻ کي ويئِي، مُنڌَ نہ مونِي پوئتِي.

[١٢] نَ ڪِينْ مُنڌَ مُئِي، نہ ڪِينْ آهي جِيئَري
لَا يَمُوتُ فِيهَا وَلَا يَحۡيٰ، وِچان وچ هُئي
جي وِئڙا ڪالهہ کھِي، تہ هوند نہ ڏِئَمِ ڏُکڙا.

[١٣] پُڇُ مَ وانُون پيچِرا، ڪَڙِ مَ پنهونءَ پيرَ (٣)

---

(١) ش. ڪوٺ پائٿي قوت. (٢) ظ. 'ڏکن ٿيندي اي'. (٣) ش. 'کڻ م پنھونءَ پير'.

ويهه وساري سسئي، ڏاگهن سوڌا ڏير
قاسم! منجهه کپير، سوجهه ته پسين سپرين (١).

[١٤] پيچ ۾ واٽون پيچرا، ۾ کين رڻ ۾ روءِ
قاسم کنهن پر نه ٿئين، جتن پيڙي جوءِ (٢)
طالبُ المولىٰ مُذَکَّرٌ، اِيُ سگ سنيورج سوءِ
هاڙهي هوت نه هوءِ، ويهي پس وُجودَ ۾.

[١٥] ويٺي ور نه هون، پري چڍ پهاڙ کي (٣)
آئج اکڙين ۾، خاص پنهنجو خون
فَلْيَضْحَكُوا قَلِيلًا وَلْيَبْكُوا كَثِيرًا، چانگن چڙهيو چون
پاٽ وڃائي پون، قاسم پيش پنهونءَ جي.

[١٦] تو ڏوريندي ڏيهه، چيهه نه چتو چپرين
پريونءَ پنڌ پهاڙ ۾، پاٽ وساري پيهه
پير وڃائي ويه، قاسم کيچ ڌڻيءَ جو.

[١٧] پاٽ ۾ کٽج پاٽ سان، پٽيءَ پکڙ ۾ لکڙ
پنهون چڏئو پوئتي، آڙون پائين اگ (٤)
قاسم! دوئيءَ دگ، 'آءُ' 'تون' اُٽ وڃائيا.

---

(١) ش. 'سوچ ته پسين سپرين'. (٢) ک د. 'قاسم کنهن پر نه ٿئي- الخ'. (٣) اصل. 'ويٺي ور نه هون'. (٤) خ د ک. 'آڙو پائي اگ'؛ ظ. 'ارو پاءِ اگ'.

[۱۸] ’آءِ‘ ’تون‘ اوري ڇڏ، رڙهہ روحانئي سسئي!
پَبَ ۾ پيادنِ جا، هُئَڙ يَچي هَڏ
’لا‘ سان لاهي لَڏ، جيڪين آڏو سَڄَڻين.

[۱۹] جيڪِينَ آڏو سَڄَڻين، سو تان ڪَنُ مَ ساڻ
مَنْ عَرَفَ نَفْسَهُ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّه، پڙهي سِتَ سُڃاڻ
نيئي منجهہ نِثاڻ، قاسم ڪَرِجِ پيرڙا.

[۲۰] ڏوري ڏوري ڏونگرين، آيس منجهہ اِعْراف
لا يَمُوْتُ فِيْهَا وَلا يَحْيٰي، نڪو ڪيچُ نہ قاف
مَرڻ جِئڻ ناهہ ڪو، جِت عَدلُ نہ اِنصاف
قاسم! سَفَرُ صاف، مِلئو معذورين کي.

[۲۱] گاڏر ڪِيو گُمَ، هوتُ وِهاري هَنج ۾ (۱)
رَأَيْتُ رَبّي بِرَبِّيْ، ٿڙ ۾ مَتِي ڏُمَ
سَرِي صُمٌّ بُڪُمَ، قاسم ڪُڇَڻُ ناهہ ڪو (۲).

[۲۲] گاڏر گُمُ ڪِيو، هوتُ وِهاري هَنج ۾ (۳)
نَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ، رَچي رَنگ پِيو
قاسم قُلْزم ڪُنَ ۾، ٻوڙي ڇڏ ٻيو

(۱) د ڪ ش. ’گاذر ڪيو غم‘. (۲) خ. ’سريو صم بڪم‘. (۳) د ش. گاذر غم ڪيو. الخ.

وِچان غير وِيو، ٽِئو صُلح سَنگهر پَٽيين (١).

[٢٣] سسئي نالو سِڪَ جو، سِڪَ صفت جي سُونهن

احمد جي ارشاد سين، محمّد مڄيو مون

قاسم ڏِس مَ ڏُون، حَدَ پنهي جي هيڪڙِي.

## وائي - ١

ڪيچ رسنديس ڪاهي، آهي هوت حِماتي منهنجو

٠١ قلم قادر هٿ ۾، پاڻَ وَٽندڙو واهي (٢)

٠٢ ڏونگر جيڏا ڏکڙا، لالڻ ميڙيو لاهي

٠٣ پورهيت نيندو پاڻَ سان، ڏور وڏي جيئن ڏاهي

٠٤ هوت حِماتي جَن جو، ڇَپَرَڙو تَن ڇاهي

٠٥ قاسم ڪَنيزڪ سان، نيندڙو نينهن نباهي

## وائي - ٢

آنڻ پاس اوتارا، ايندا شال آڏيندا

٠١ اوئي آري چام جا، ڏيندم شال ڏيکارا

٠٢ مولي مونکي ميڙيين، ساٿي سونهن سونهارا

٠٣ اچي وِهندَمِ اوڏڙا، لائي نينهن نظارا

(١) ش. سگهر پٽيين. (٢) ڪ. پاڻ پاڻهي واهي؛ ش. پاڻ وڏو واهي.

۴. هاڙهي، وندر وانڙيين، ڪيڙمِ نيڻ نهارا

۵. ايندا، اٿم آسرو، قاسم جيءَ جيارا

### وائي - ۳

ايندم، آسرو آهي - وو آهي

مون نہ ڇڏيندا ڇپَرين

۱. آءٌ ڪيئن وِهان ان تان، لاڳاپاڙو لاهي - وو لاهي

۲. ڪَه ہر ڪميٽيءَ تي، ڪيچي ايندمڪاهي - وو ڪاهي

۳. ڇپر روئِي رَتَ سان، پِريتِ رتڙو پاهي - وو پاهي

۴. آيل! آرِي جام جي، ڳُٽَنِ وِڏڙيسِ ڳاهي - وو ڳاهي

۵. لَڪَنِ پاسي لُڙڪڙا، قاسم وينڙي واهي - وو واهي



۱. ڪ. آءٌ ڪيئن وهان ان ري - الخ . ۳. خ . پريت ڙو پائي - وو پائي .

# سر سورٺ

## فصل پهريون

[۱] 'الف' آيو آڄ، ڳُڻ ڳَوِيو ڳِرنارَ ۾

ويهِي تنهن وَڄائيو، منجهان ساز سَهَڄ

ڏوم مچائي ڏَڄ، قاسم تند ڪُماچَ جي.

[۲] 'بي' بَرتڻ نہ ڪَٿي، مُوراڻ مَگڻهار

سِرجَند يئِي سِکيو، وَڏَڻَ جو واپار

سَڏُ سُڻَندي آئِيو، مَتان ڪَٽ ڪنگهار

اِنهيءَ تند تَوار، قاسم موهيا ڪيترا.

[۳] 'تي' تَوَڪَل تَندڙِي، ويٺو وَڄائي (۱)

قاسم ڳُڻ ڳيانَ سان، تو ڳرناري ڳهائي (۲)

آيو اُونائي، راجا ڪُوڪَ قوالَ جي.

[۴] 'ٿي' سُرَنڊو هَٿ ۾، مٿس لال لباس

آلاپيائين اوچتو، پيہرم راڳ پياس

---

(۱) ک. 'تي توڪل جي تندڙي'. (۲) خ ک د. 'گرلاري ڪاڻي'؛ ظ. 'ڳڙناري ڳاڻي'.

جا رکي آيو آس، سا پوري کندو پانهجِي.

[٥] جاجِڪُ جوناگڍ ۾، اوچتو آيو (١)
سُتي لوڪَ سَروزَ کي، تنهن ويهِي وَڇايو
قِلعو تَندُ ڪُماچَ جي، قاسم کَنبايو
سُتَندي سَنپايو، متو کارڻ مَڱڻي.

[٦] جاجڪ جوناگڍ ۾، آيو سِڄَ اُڀار
ڏارِيندو ڏياچَ جو، هَٽي کُندُ ڪَپار (٢)
قاسم! اِن کَنار، کوڙين کُتا کيترا.

[٧] جاجِڪُ جوناگڍ ۾، اڳ نہ آيو اِيُّ
قاسم! اِن قوال جو، سورٺِ چڙهيو سِيُّ
جاجِڪُ نيندو جِيُّ، مارِي آيو مڱڻو.

[٨] مُهتِ پسنديِن مڱڻا، جاجڪَ آئين جي
جو گُهرئُي سو گهوريان، حالُ منهنجو هي
ٻولِي وارِ مَ ٻِي، تہ متو ماناتو ٿئي (٣).

[٩] مَتو لَهِي مان، تون پڻ تُسين مڱڻا!
متو گهوريان تو مَٿان، جاجڪَ! سوڊو جان

(١) خ ڪ د ش. 'جوناگڍ'، ظ. 'جوناگڙ'. (٢) ظ. 'هٽي کند کپار'. (٣) اصل. 'ماناتو ٿئي'.

تو ٻلائيءَ ٻان! سون مُنهن مٿاهون ٿِئي (١).

[١٠] تون ذاتان، آءٌ منگتو، تون سَروَريو سلطان
سَخِي سخاوتَ جِي، تو دَرِ ڪَمِي ڪانهِ
جو گُهريمِ سو گهورِ تون، سرو سنگ سجان (٢)
ڏي دُبارو دان، ڪاڻي ڪندُ قوال ڪي.

[١١] سورٺ مَهندان مَڱَڻي، تِي جانا ٻِري جوءِ
جهِڙي سِٽيئِي سارِنگيا! تهِڙي ڪَري نهِ ڪوءِ
اِيَّ نهِ مُناسِبُ هوءِ، جيئَن مٿو گهريوءِ مڱڻا (٣).

[١٢] سورٺ مَهندان مَڱَڻي، ٻَڌِي ٻانهُونْ هَٽَ
سَريمِ جا سُهاڳَ جِي، سا نَڪانْ لاهِ مَ نَٽَ
جنهن سان سونهِي سَٽَ، سو تان مارِ مَ مڱڻا!

[١٣] سورٺ مهندان مڱڻي، آزيون ڪري آٽ (٤)
راجا عِوضَ راڳِيا! پِيا سِرَ ڏِيان سَٽ
قاسِم! پيش قوالَ تان، گهور نهِ ڏيان گهٽ
وَڏيو وِيئو وَٽ، ڏڙ تان مُڇِي مَٽَڙا.

---

(١) خ ڪ د ش. 'تون ٻلائي ٻان'؛ ظ. 'تو ٻلائـِي ٻان'. (٢) خ د ڪ. 'سرو سنگ سبحان'؛ ظ. 'سِرو سَنگ سُبحان'؛ ش. 'سرو سنگ سجاڻ'. (٣) د ڪ ش. 'مٿو گهربِئي مڱڻا'. (٤) ڪ. 'آڇون ڪري اٽ'؛ ش. 'آجيءَ ڪري اٽ'.

[١٤] قاسم! قدر جَوِّ، منت نہ مڃي مڳُٺو (١)
مَٿو مورِ نہ مَٽيان، جي ٿي آچئين سَوَ
سورٿ سَمجهہ ڳالهڙِي، چورِي چَپ م چَوَ
پور نہ ترس پَوَ، جاجڪاڻي ذات کي.

### فصل ٻيو

[١] پِيسِ کَنِ پَڙاءَ، آڌيءَ رات آواز جو
کوڻيائين قَوال کي، آءَ تُنبيرا آءَ
توشو تو هِي لاءَ، مون سُٽِي تند سنيائيو (٢).

[٢] توشي ڪارڻ تند، هَڏِ نہ هَٽان هيڪَڙِي
تو دَر آيُسِ راجِيا! پَرِيونءِ ڪري پنڌ
مَٿي ڏاران مُورهين، پِٽُون ناهہ پَسند
کُلِهئانُ مَٿي کَندُ، قاسم ڏج قَوال کي.

[٣] توشي ڪارڻ تند هَڏِ نہ هيڪ هٽان
هَٿُ نہ ڇُهانُ هاٿِيين، گهوڙا گَهرِ گهٽان
مٿو ڏِي مُرادَ سان، تہ کِلي ڏانُ ڪٽان
قاسم در ڪَٽان، پاندِ نہ پَڌان پانهجي (٣).

---

(١) ش. 'جاجڪ سندي جوءِ، منت نہ مڃي مڳُٺو'. (٢) ظ. سنياهيو. (٣) ظ. 'دُر ڪٽان'؛ ش. 'دَر ڪٽا'.

[۴] توشي ڪارڻ تَند تي، هَڏِ نہ ڇُٽان هَٿ
مَٿي ڏاران مُورهين، وار نہ ڪٽان وَٽ (۱)
ڪاتيءَ آئي ڪَٽ، ڪَبي ڪانہ قوالَ سان.

[۵] اُوپِرَ قلعي آئيو، جاجِڪُ جوت جَمال
ڏُنهن چونيءَ سين ڏِڪيو، قاسم قُرب ڪمال
وائي گُم وِصال جِي، ماسو ڪَٽي نہ مال
پاڻهي ڪوٺي پادشاہ، لَڌي سُڌِ سنيال
اُڙدابيگيون آئيون، اڳيئون استقبال
اَت اُونايو راڄِي، جِتي قِيل نہ قال
ڪاتي، ڪَند، قوالُ، هَمَہ ئي هيڪ ٿيا (۲).

[۶] سَوَ تُنبيرا سارنگيا، ڳِڙهَہ پاسي ڳائين
ڪُلهي پايو ڪِينرا، ويتا وَڄائين
ڏِهاڙي ڏِياجَ ڪي، سائل سَنڌائين
سُوڏو سُٽائين، ”لَنْ تَراني“ تَن ڪي.

[۷] سهسين مِڙيا سارنگيا، ڪوڙين لَکَ قَوالَ (۳)
ويهِي تَن وَڄائيا، طمع ڪارڻ تالَ

---

(۱) ظ. 'وار نہ ڪهران وٽ'. (۲) ظ د. 'هردوئي هيڪ ٿيا'; خ (بي اڙهٽي) 'ٿيئي ٻرنا ٻاڻ ٻ'.
(۳) ظ. 'ڪوڙين لک هزار'.

تيلهہ وِڏي تَن کي، وڃان وٽ وصالَ
رَسِي منجهہ رومالَ، 'لَنْ تَرَانِيْ' تَن کي.

[٨] اُوْپَر قلعِي آئيو، جاجڪُ جوت جُهار
تَرڪ طمع تَن تارِڪِيْ، قاسم ڪَلانْدار
اڳ نہ آيو اهڙو، ڪو گُنَ گَويِو گرنار
ڪوٺي وِير وِهاريو، ڪُوٺِي منجهہ ڪنگهار
اُتي مَلڪُ نہ جنُ ڪو، نڪا طَيرَ توار
جاجڪُ جمعدار، هردوئِي هيڪُ ٿيا.

[٩] هردوئي هيڪُ ٿيا، وَڏِيو دوئِيءَ دَنگُ
نہ مارِي، نہ مڱٽو، نڪو ڪات ڪُرَنگُ
بي رنگِي ۽ رنگُ، هردوئِي هيڪُ ٿيا (١).

[١٠] نڪِي تُنبي تَند، نَڪِي ريڏو راڳ تي
پِيسُ ڳالهہِ پسند، جا ڳجهِي ڳائِي مڱٽي.

[١١] راڳائي راضي ٿِيو، ڏِنو سِرُ ڏِياچُ
ڪاتِي، ڪَنڌُ، ڪُماچُ، نَيئِي پَرتا پاڻَ ۾.

(١) ظ. 'بي رنگي ۾ رنگ'.

## وائي*

جيڏل جِينءَ نہ ڪِجنِ، لو آلو لو لو

جي ڪِجنِ تان پارِبيون

١. سُٽِي سُرِ پُرِ سَڄَڻينِ، مَرُ جانْ ڪَرَ ڪِجنِ

٢. ڳالهڙيون مون پرين جون، وارِڙيو وَرَ وجهنِ

٣. مَٽِي سِيني سِسِيُون، ڏَھ ڏَھ ڏِينهن ڏِجنِ

٤. قاسم آئِي جنَ جي، سيئي ڪاڄَ سجنِ



* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪارايل' هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي. ٢. ڪ. 'واريو ور وجهن'؛ خ جي ۾ پڙهئي: 'وارڙيو پيچ وجهن'. ٤. خ. 'سَجَنَ'؛ د. 'سَجَنَ'. ظ. 'سجن' ش. 'سجهن'.

# سر ٻيراڳ هندي*

[۱] پانَ پَتَرَ انسان ۾، رام رَمي هَرچند
کيلي آپ کِلارِي هووي، آپ ٻَجاوي تند (۱).

[۲] قاسم تُم کُونْ سَچ کَهُون، سُن همارِي بات
رام دُهائِي بول کي، ڇوڙ طمع کِي تات (۲).

[۳] رام دُهائي رامَ سين، جَب بولي تو پال
جِيونْ گوِيا پورا راڳ کا، پُول نہ جاوي تال.

[۴] ديوي سو مانگي نَهِين، مانگي سو کِيا دي!
پِير کَهلاوي آپ کُون، تو مانگ نہ لُقمہ لي (۳).

[۵] پانَ قُول پاني کا پُتلا، لَکڙا پاني آپ
سُن قاسم سچ بات پيد کِي، قُل لَکڙِي کا باپ.

[۶] سَپنا! تجھ کُون مَين کَهُون، پِيُو ملائو آب
ايک ڦيرِي جو ديکٿا، سو ڦِر مليگا کَب.

---

* خ ڪ ش ۾ هي سر 'ٻروو هندي' ۽ ظ ۾ 'ٻيراڳ هندي' ڄاڻايل آهي.
(۱) ڪ. 'کيلي آپ کلاري هوري'. (۲) اصل. 'رام دوائي'. (۸) ظ. 'ڦير کيلاوي آپ کون- الخ'.

[٧] سپنا تُم ڪُون سوگند هي، مجهہ آج ملادو پِي
مَين سِلُون ميري پِي سي، تُم پَر وارُون جِي.

[٨] پِي آوي تو هَنس مِلُون، مَن ڪي کولُون گانٺ
سؤ مَن شڪّر پِير ڪي، پَل مين دوُن گي بانٺ.

## وائي - ١

چلنا اپني گام گام، دو دن رهنا ديس پياري

١. کيل کيل سب چَل گَيان سَکيان، ڪِئا راجا ڪِئا جام جام
٢. مومن ٻولي الله الله، هندو ٻولي رام رام
٣. دنيا دولت تَجّ دي يائي! لي صاحب ڪا نام نام
٤. وقت فجر ڪا پڙهہ لي قاسم، اب آوي گي شام شام(١)

## وائي - ٢*

جوٻنانَ ڪي دن دو، موري سَهيان

١. اِس جوٻنان ڪا ماڻ نہ ڪَريي، آنسو ڀَر ڀَر رو
٢. رَمت رَمت ۾ دِنڙا گمايا، رَيِن گُمائي سو
٣. سن ميان قاسم! بنا محمّد ڪام نہ آوي ڪو

(١) خ. 'وقت فجر ڪا پهڙ لي قاسم'؛ ڪ. 'پهر لي قاسم'.
* هيء وائي اصل ۾ 'سر ڏناسري' هيٺ ڏنل هئي جتان هت آندي وئي آهي.

## ڀڄن *

ڳُن والُون ڪِي ڀِيت، آوَڳُن سِي نا سُڌري ساڌو!

١. ڳُن والُون سي اوڳُن ڪرنا، اِي تو جُوٺِي ريت

٢. لَنڪا ڪُون هَنومان جَلايا، راون لِي گيا سِيت

٣. ٺاڪر دُواري ڀنڊت سُڌرِي، مومن ٻِيچ مَسِيت

٤. قاسم! جَنتر هاٿ ۾ لِي ڪر ڳائُون ڳُن ڪِي گِيت



* هيءُ 'ڀڄن' اصل ۾ 'سُر آسا' هيٺ ڏنل هو، جتان هت آندو ويو آهي.

٤. ظ. 'روڪن قاسم جنتر هاٿ مين لي ڪر ڳائون ڳن ڪي گيت'.

# سر جوڳ

## فصل پهريون

[۱] ڳاوَن جوڳ جواني والي، پِيرِين پسند نہ آوي
جنهن ڪَنِ رَتِي عشق دِي، سو جوڳ نماڻي ڳاوي (۱).

[۲] ڳاوَن جوڳ جواني والي، پِيرِين نهين پِسندِي
ٻُڍِي ٻوڙِي بات بِره دِي مُوران چاڻن مَندِي
قاسم عشق الله دي ٻاجهوُن، خلق دنيا سب آندِي.

[۳] ڳَئِيندي جوڳ جواني والي، جنهن گهرعشق سَمايا (۲)
جنهن آدم ڪُونِ عشق نهين، سو چايا ماء آجايا
قاسم سوبي مبارڪ تنهن ڪُون، جنهن لايا نينهن نِبايا.

[۴] جوڳ پسند جوانين ڪِيتي، پِيرِين ڪُون ٻَت ماني
قاسم! قُوت ٻُيان ڪون ڏِيوِين، جوانين ڪُون دل جاني
دَرد وَندان ڪون دوست مِليندا، بي دردان بَئِيماني .

[۵] پِير جوان پسند نہ آوي، جو دَرِدي سو ٻَلا

---

(۱) ظ . جنهين ڪون رتي - الخ. (۲) ظ . جنهن ڪون عشق سمايا.

پير فقير محبت پاجهوُن، قاسم! تِکر تَلا
مين رانجهن دِي، رانجهن مَيڏا، مُنهن کيڙِي دِي کَلا
عشق نصيب جِنهان کون هُوندا، تِنهان پاڳ سَوَلا.

[٦] جوڳ جواني جوبن دِي وِچ، لايا نينهن نماڻِي
هير فقير لَڳِي لَڙه تيڏِي، تون رانجها آپ سُڃاڻِي
قاسم ڇوڙ کيڙِي دِي دعوىٰ، تَيڏِي ناء وِڪاڻِي.

وائي - ١

جوڳڻ ڪِيتوئِي، بيپرواهِي نال، سامڻ ڪيتوئي
٠١ ڦٽ فراق دا اڳڻ آ ڪر، وَل نہ سانول سيتوئِي
٠٢ اڳڻ ڦر آئيندا ناهِين، هڪ تان نال نہ نيتوئي
٠٣ پيڙانْدا پُر ڪَرهتون ساهِي دِي، قاسم پيالا پيتوئي

وائي - ٢ *

لَج نہ آوِي مينون، ماهِي تيڏي مهڻِي دِي
٠١ درد دلين دا ويچ نہ جاڻِي، معلوم هِي سڀ تينون
٠٢ تخت دلين دا رانجهن نيتا، شاه آکان پي ڪنهنون
٠٣ نانءَ جنهيندي هير جوڻِيّانْ جِيءَ ڏِتا مين تنهنون
٠٤ آکي قاسم چاڪان والي، رمز لڳِي دِن - رَينون

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان لِپائي هت آندي وئي آهي.

## وائي - ٣*

ڏادي چوٽ بره دي لائي، اِين پيلي وسدا ماهِي

١. سوئي پيلا، سوئي رانجهن، سوئي شاه سپاهِي

٢. ڇوڙيا تخت هزارا رانجهن، ڪردا بيک گدائِي

٣. قاسم آکي نظر نہ آوي، اکيانڻ ڪون اگلائِي

## وائي - ۴

آڻ وسايانڻ يار، آساڏيان گليان

١. ڪڏهن گهمدا شاه اساڏيان گليان، ڪڏهن گهمي بازار(١)

٢. ڪڏهن ترڪ سياه پوش سپاهي، ڪڏهن سپه سالار

٣. ڪڏهن گهوٽ دولهہ شه بنرا، ڪڏهن لال ڪنوار (٢)

۴. سڻ سهيو آهينڻ يار سڄڻ تونڻ، مين صدقي سوَ وار

٥. منهن ڪيڙي دي موچيان والي، مارونڻ پانهن آلار(٣)

٦. قاسم يار اساڏيان گليان، ڪر آيا زلف سنگار

## وائي - ٥

هڻ اساڏي عشق ديان هر جا هليان گالهيان (۴)

---

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر جهنگلي' هيٺ ڏنل هئي، جتان تپائي هت آندي وئي آهي؛ د ۾ هيءَ وائي ڪانهي.

(١) خ. 'ڪڏهن شاه گهمدا الخ'. (٢) هيءَ مصرع ظ ۾ ناهي. (٣) هيءَ مصرع فقط ڪ ش ۾ آهي، پر ش ۾ نالي واري مصرع کان پوءِ ڏنل آهي. ڪ. 'ماران پانهن الار'؛ ش. 'مارون پانهن آلار'. (۴) خ ڪ د. 'هر جا وچ'.

۰۱ سڻ سڻ اساڏيان ڳالهيان، سڙ ڳيان سڀ سياليان

۰۲ سر آساڏي چتڙي سُونهن، ڪن سوني ديان واليان

۰۳ مين اُهيندي هو رهيان، توڙي ڏيوو مِلُ ڳالهيان

## وائي - ٦*

آساڏي يــار دي پارؤن، الله ڪو قاصد آئي

۰۱ توڙي محب ليڪن نہ ويڪن، اسان در وڪائي (۱)

۰۲ رانجهن آؤسي اساڏي گهر، نِل ڳلِي ڪنهن ٺاڻي

۰۳ آکي قاسم اسان اُهيندي، توڙي سو يار نہ چاڻي (۲)

## وائي - ۷**

اور نہ پاوي ڪوئِي، سـاءَ رانجهي دِل موهِي

۰۱ ڪيڙانْ والي بات نہ آکو، ڊوهِي وي لوڪو ڊوهِي!

۰۲ مين اُهيندي هو رهيانْ، جنهن دي ڏينْدنْ ڊوهي

۰۳ لوڪان ليڪي چاڪ مَنجهينْ دا، سائين ميڏڙا سوهي

۰۴ آکي قاسم معلوم تينُون، ساڏڙا حال سيوهي

## فصل پيو

[۱] مين سِر مينڍيان، ٻال ڪنواري، ماهي منهن مسڙياڻڙا

---

* اصل ۾ هيءَ وائي 'سر ڏناسري' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٽپائي هت آندي وئي آهي.

(۱) خ. 'اسان تو در وڪائي'. (۲) ظ. 'توڙي يار نہ چاڻي'.

** اصل ۾ هيءَ وائي 'سر ڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٽپائي هت آندي وئي آهي.

رانجهن تخت هَزاري والا، ڏُنم شاه سُونهارا
قاسم! ڪُل سيالين وِچ، هُڻ ماريا نينهن نَغارا (١).

[٢] رانجهو رنگ برنگِي ٽوپي، سَين سر پنج رنگ چِيرا
ڪيڙا تروڙ پتل دا پيڙا، هار گهتيم گُل هِيرا (٢)
قاسم! ماء رَنجاڻِي سيڏي، وير پيئا گهت وِيرا.

[٣] ماء! مُرادَ مَيڏِي شَه ماهِي، ڪوء تَلِي پيا ڪيڙا
رانجهن بخت بلند شَهاڻِي، او يا ڳ آياڳانَ پيڙا
قاسم! توڙ موتئين دِي مالها، ڪؤن پائي ڳل پيڙا!

[٤] ڳوليندِيئانَ ماهِي ماهِي، ڏينڊي ڏَس نہ ڪائِي (٣)
جيڪَڏانَ وَل رانجهن آوي، آکان حمد الٰهِي
اصلُون ميڏي اندر ماهِي، بيرنگ جنگ جنبائِي (٤)
آکي قاسم سِيني اندر، دُونهِين چاڪَ دُکائِي.

[٥] آء رانجها مل راتڙِيانَ [تين] گڏ تي ڏينه گُذارون (٥)
مِل مل سوڙي موچيانَ والي، مُنهن ڪيڙي دي مارُون
سَپ سِيالِي سر نيڏي تُون، لَک وارِي نت وارُون

(١) اصل. 'قاسم ڪل سيالين دي وچ'. (٢) ظ. ڪيرا تروڙ پتل دا پيڙا- الخ. (٣) اصل سيني نسخن ۾ سر ڪلياڻ هيٺ هي 'وائي' طور ڏنل آهي. (٤) هيء سٽ نقط ڪ ۾ آهي ۽ هن طرح ڏنل آهي: اصلون ميڏي سيني اندر بيرنگ جنگ جنبائي'. (٥) اصل سيني نسخن ۾ 'سر ڪلياڻ' هيٺ هيء 'وائي' طور ڏنل آهي.

سُڻ ميان رانجها! مشڪل مينُون، ڏار گهڙي تو ڏارُون
تيڏي ڪارڻ جوڳڻ ٿيسان، منگسان بيک بازارُون
ڪنهن دا قاسم شال نہ ٿيوي، يار جُدا دَم يارُون.

[٦] هيرِ مَحوَ رانجهي وچ هوئِي، رانجها جدا نہ هيرَئُون
لٿا خام خيال ڪيڙي دا، مِلي ذاتِ فقيرئُون
راوِيَ دي وچ مار غُطاوا، قاسم چُٽا ڪبيرئُون.

[٧] ڪِت رانجها، ڪت تخت هزارا، هير جهنگل، ڪت ڪيڙا
قاسم شاه گدا ڪُون عشقي آڻ گهتيا ڳَل پيڙا.

[٨] ڪِت رانجها، ڪت تخت هزارا، ڪت شهر پپل مَلڪاڏا(١)
شاه بُلند هَزاري والا، ٿِي ڪَر چاڪ آگهاڻا
قاسم! وِچ سِياليين رانجهو بِن خريد وِڪاڻا.

وائي -١*

هير نِماڻي نِتِي، مَئن وي نِماڻي نِتِي
وو رانجها راه پِلينديِ

١. آ ميان رانجها! عرض آسان ڏي چاڙه پِلا ڪجهہ چِتي(٢)

(١) ظ. ڪت شهر ڀنڀل' مڪانا'؛ ش. 'شهر ڀيلا مڪانان'.
* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٿپائي هت آندي وئي آهي.
(٢) خ. 'چاڙه پلا ڪج چتي'؛ ظ. 'چا هلائج چتي'.

٢. اصل مَيڏي عَيبانْ والي، لوڪ پٽيي پَٽ لِتيي

٣. سَوَّ سَوَّ طَعني، لَڪ لَڪ بَديِان، مُول نہ پووَن پِتيي

٤. مٿَن قرباني قاسم ٿِيوانْ، جي ڏيکان سِر ڏِتيي

## وائي - ٢ *

جَتَڙِيانْ سَوَّ طَعني، ڏيندِيان لَڪ بُهتاني

١. طَعني مِهٽي ماهِي والي، مٿن ڪِيتي ڳل ڳاني

٢. مَل سِيَالِينْ مَينُون ڏيندِيانْ، بَدِيان جوڙ بَهاني

٣. وِيڻَ ڪُويڻَ تي مَنديِان ڳالهين، سُٽيم لڪ شُڪراني

٤. جيهِي اسان نُون رانجهَنَ لائي، لَڳَڙِي نہ لوڪ بيگاني

٥. ڳل قاسم دي آڻ گهتيوني، ڀانهپ دي نِيشاني

## وائي - ٣ **

ميڏي نال سَيان جهيڙِيان، مٿن ڪنهن نُون آکانْ حال

١. ڪول آساڏي ڏُتيان دا ويڙا، هڻ جالڻ آيم جال

٢. راه ڪيڙان دي مُول نہ ويسان، دل موهي مَنجهين وال

٣. سر آساڏي آڻ چُڪَئيندِيان، طعني والا تال

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان تپائي هت آندي وئي آهي.

١. خ ڪ ش. 'ڳنڍ ڳاني'؛ ظ. ڳل ڳاني'.

** هيءَ وائي اصل ۾ 'سر جهنگلي' هيٺ ڏنل هئي، جتان تپائي هت آندي وئي آهي.

٥. خ ڪ ش. تيس حبيبانڙا حال؛ ظ. تيس حبيبان حال.

٤. جِنهان اسان تي بَدِيان چايان، سِر تنهان دي ڏوه وَبال

٥. نبي بخش تي بخش اللّٰه دا، تِيس حبيبان حال

### وائي-٤*

سّاڏي نال جهيڙيندي هو ڪِيون- وي لوڪو!

١. جِيُونَ وَت اگوي عشق لڳايا، مَين پِي لايا هِي تِيونَ

٢. ليليٰ خاطر مجنون دِيوانا، جَهنگل ڦِردا هِي جِيونَ

٣. مَين تِينَ رانجهن وچ سِياليان، هُڻ تانَ نا مِلِيي هِيونَ

٤. اُٺ چل قاسم در ميخاني، پيالا پِر مَنَتَ پِيونَ

### وائي-٥

آ ٻَهه ميڏي ڪول، سڄڻان! آ ٻهه ميڏي ڪول

١. توڪل تند وَجائِي عشقي، تَرڪ ٿَئِي تَڪ تول

٢. روز اَلَستُون نال تُساڏي، آسان تہ ٻَڌڙي ٻول

٣. اسان تين رانجهن هڪ ڏِياسِي، هُڻ تان لَهہ پَئِي هول

٤. وحدت دي درياء وِچُولِي، گُم ٿَئي گِردول

٥. سر قاسم دي عشق تيڏي دا، دم دم وَجدا ڍول

---

* هيء وائي اصل ۾ 'سر ٻروي سنڌي' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٿپائي هت آندي وئي آهي.

١. خ د ڪ ش. اگوي؛ ظ. اکوي. ٣. خ د ڪ ش. 'هڻ تان نامي ليهيء'؛ ظ. 'نا مليهسُم'. ٤. خ ڪ د ش. 'پيالا پر منست پيون'؛ ظ. 'پيالا پر منت پيون'.

## وائي - ٦ †

گهِن گيا دل جاني، لُوٽ لِيا من جانِي

مَين قِربان مست ديواني

۰۱ چَتِرِياندي وچ چَکَن تِياسي، بره پڙهايم بانِي

۰۲ هڪ گهَڙِي دي ويکڻ سِيتي، گهِن گيا مُل ٻانهِي

۰۳ روز آلستي رانجهن مَينُون، گُنڍ گهتِي گِل گانِي

۰۴ گِل وچ ڪفني، دستَ پهَوڙا، شاهه قِري سيلانِي

۰۵ آکي قاسم مشکل هويا، شاهه ويکڻ لاثانِي



† هيءَ وائي اصل ۾ ' سر ڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان ڇپائي هت آندي وئي آهي.

# سر جهنگلو

[۱] غَمِي ڳَئِي، خُوشحالِي آئِي، دوست دِللسا مُتا
قاسمِ! طَبل وَڄايا شادي، غم غُصا وڃ سُتا(۱).

[۲] غَمِي ڳَئِي، خوشحالِي آئِي، مُتا دوست دِللسا
قاسمِ! تُرت طبيب مليوسي، پِيڙِ ڳَئِي ڪر پاسا.

[۳] غَمِي ڳَئِي، خوشحالِي آئِي، دوستَ دللسا گَهليا
غَمين ڪَنُون دِل گوشا ڪاڈا، روح خوشحالين رَليا
قاسم دِي دل شاد ٿئي، وڃ دشمن دوزخ پَليا.

[۴] غَمِي ڳَئِي، خوشحالِي آئِي، دوست دَرُونْ پِه آيا
تاڙِي مار ڏِتُمْ سوُ ڦيرِي، مُطْرِب چنگ وَڄايا
ڏِيندا لوڪ مبارڪ شادِي، قاسم نوْشه پايا.

[۵] مَردفقير تَنْهِينْ ڪون آکُون، ترڪ جَنْهِين ڪُونْ تن دا
بي پرواه هَمِيشَه هووِي، راز نه رَکِي رَن دا
قاسم تِي تون طالب توڙانْ، هادِي مِير حَسن دا.

---

(۱) اصل. ’قاسم طبل وجايا شادي آئي غم غصا وج ستا‘.

[٦] مَرد فقير تَنهين کُونْ آکُونْ، عشق رَکي هَٿ عاصا
دُنيا دِي بدبُوء کَنُون، او مرد گِئي کر پاسا
نال سُوال خيال نہ رَکدي، مال نہ گھر وچ ماسا
قاسم صحي سَجَڻ دا هردم، پِئوني گوش دِلاسا.

[٧] مَرد فقير تَنهين کُونْ آکُونْ، عشق جَنهِينْ دا هادِي
عالَم خوش مُرادين دي وِچ، او خوش نا مُرادِي
زاغ زَغَنْ آشيان زمينْ تي، عُنقا رَمز علاحدي
قاسم! آور لوکانْ دِي اِيوين، عمر گِئي بربادي.

[٨] مَرد فقير تَنهِينْ کُونْ آکُونْ، تَوَکل تَند وجائي
تَن کُون ترک، طمع کُونْ کلا، هک لا هي پِيا چائي
قاسم سوز سُرود تِنهانْ دا، سُڏا آپ خُدائي.

[٩] بِرسَن مِينهنْ، پِگُولي کَپڙي، دوست دَرُونْ پہ آيا
آنگِيْ لاهہ سَتيم پَٽ انگ تُون، آنگ سِر آنگ لَڳايا
ڏيوا ٻال کِيتم گھر روشن، سَجده روح سکايا
آيا وقت مبارک شادي، قاسم نَوشَه پايا.

**وائي - ۱ ***

کِيُون ڏينهن لائي، ڊولڻ ميڏي

---

* هيءَ وائي اصل ۾ سر سارنگ هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.

آک ڳَئي ڪيُونْ نہ آئي، ڍولڻ ميَڏي

۰۱ آک ڳيا وَل آيا ناهِينْ، ڏُتي ڪنهن پِرمائي

۰۲ اُڏ ڪانگا! وڃ خبر لِي آ تون، رک پيتا ڪٽ رائي

۰۳ ڍولڻ ٻاجهوَن مينهن سانوڻ دي، قاسم ڪم نہ آئي

## وائي - ۲

توڙي جاڻي يارنہ جاڻي، اسان دست رانجهي دي وِڪاڻي هُون

۰۱ توڙي نِيتئي هوش ڏِتُئي مئي نوشي
هـوشانْ تِـي اُپِيانْ بي هـوشي (۱)
ڪڏانْ اسان خاص سِياڻي هُون

۰۲ پنهانْ لوڪان دي وچ خوشيان جي هونديان
آکِـيانْ مَيڏيانْ رِي رت روندْيان
اسان ڪارڻ يار ڪُماڻي هُون

## وائي - ۳*

ڪاڌِيئانْ نانگ بِره دي، مارِيئان نانگ بِره دي آياڻي
مَين پُڇ پُڇ رَهِيئانْ سِياڻي

---

(۱) خ ڪ ش. توڙي نيتي هوش ڏيتي مي هوشي
هـوشا تـي آپيا بـي هـوشي
ظ. توري ليتئي هوش ڏتئي مي هوش
هـو ٿهي اپيا مي هـوشي.

* هيءَ وائي اصل ۾ سر پورب' هيٺ ڏنل هئي، جتان تپائي هت آندي وئي آهي.

۱. ڪاڏيئان لوڪو اَسين بَشيهر ڪاڏي، وَل وَل چڙهدئي وِه جو واڏي
محڪم ميش ميائي

۲. قاسم آکي يار سڄڻ دا، مَين نماڻي عيب کَڄڻ دا
شال نہ عشق آکاٽي

### وائي - ۴*

لنگهہ پيان سأڏيان سَيّان، غم خوف خطر ڊيان واديانَ

۱. عشق اُنهانْ ڪُونْ پار لنگهايا، مَين هِڪا اِٽ رَهيانَ

۲. اِٿون لنگهہ پيان نال آمن دي، آٿ آسوديان ٿَيانْ

۳. يار بنا اِٽ اور ڪِسي سي، ٿاه نہ پئي ڪنهن ٿَهيانْ

۴. نال جِنهانْ دي ڪيڏڻ ڪيڏيي، قاسم سِي ڪِڏي ڳَيانْ

### وائي - ۵

نِت نِت عِيد اُنهانْ ڪُونْ، پِلا سائين!
عشـــق رفـيــق جِنهانْ دا هونـدا

---

۱. خ. 'يارو مين بشير ڪاڏي، ول ول چڙهدي مين جو واڏي'؛ ظ. 'يارو مين بشيهر ڪادي، ول ول مين وه جو واڏي'؛ ڪ. 'ڪادياء لوڪو مين بشير ڪادي، ول ول چڙدي مين ويه جو وادي'.

* هيء وائي اصل ۾ 'سر بروي سنڌي' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٽپائي هت آندي وئي آهي.
۳. هيءَ مصرع ڪ ۾ ڪانهي. ۴. خ ظ. 'قاسم سي ڪن ڳيان'؛ ڪ. 'قاسم سي ڪيڏ ڳيان'.

۰۱ عِشْقا چُل ڪرجنهن گهر آوي، سِرتَنْهِينَ دا پاسٽ ڪاوي
ڪِيتُسِ طعام تنهاَن ڪُون

۰۲ محبت والي ٿئي مرداني، ڳَل اُنهان دي ڳاڙهي ڳاني
ڏِتُس جام جِنهان ڪُون

۰۳ قاسم آکي عشقا آوي، ميري سَجن ڪا دَرس وِکاوي
پهچي سو سَمنان ڪُون



# سر بروو سنڌي

## فصل پهريون

[١] ساجن آيو سَنبهي، ڪري هٿ ڪمان
آتَسِ اکڙينِ ۾، بڙودائي بان (١)
پرين پهلوان، رونسيو رڱي هٿڙا (٢).

[٢] ڪَمرِ پائي ڪات، ساجنُ آيو سَنبهي
وِيا سي واڍوڙيا، ڪانه پُڇائي ذات
ڏنائين سا ڏات، جيائين ماڙهن مِيهٽو (٣).

[٣] مونکي وِنجهل وَڍيو، ڪونهي تَن طبيب
چَتُر ساڻ چَڱي ڏِيان، جي لا يِين هَٿ حبيب
تنهنجو نانءُ نَجيب، وَٺيو ويٺي وِنڌران.

[٤] آءٌ تہ پَرچون پاڻ ۾، رُسڻ ناهہ روا
پِرين پير گُهماءِ، اگڙِ اُڪندِيَن جي (٤).

(١) خ د . 'بڙودائي بان'؛ ڪ . 'باڙو ڏائي بان'؛ ظ. 'بڙودائي بان'. (٢) خ د ڪ . 'رسيو رنگي'؛ ظ . 'روسيو رنگي'. (٣) خ. 'ڏنائين سو ڏات- الخ'. (٤) د . 'پرتڻون پير گهماء- الخ'.

[۵] آءٌ تہ پَرچون پاڻ ۾، ڇڏ روساُون رَنج
آءٌ، گُهرجين سَنج، اگَڻِ اُڪنڊين جي.

[٦] آءٌ تہ پَرچون پاڻ ۾، ڇڏ روسامين رِيتِ
ڇني مُور نہ ڇڏيانْ، سَندو پاندُ پِريت (١)
جئن لَڪمَڻ ساڙِي سِيتِ، تئن مونکي ساڙ مَ سُپرين!

[٧] آءٌ تہ پَرچون پاڻ ۾، هِنيڙو هِنيڙي گڏ
آوڪِيءٌ سَوڪيءٌ سُپرين، توڪي ڪريان سَڏ
اللّٰہ ڪارڻ آڏ، آئي پڪا اوڏڙا.

[٨] آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾، رُسِي رات مَ ڇڏ
اسين تابع تنهنجا، هِنيڙا هنيڙي هَڏ
تَپِي تاب تَوڏ، تون ڪامل ڪندين ڪن سان!

[٩] آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾، رُسِي راتِ مَ رنڊ
لالڻ! لَئي چنڊ، اورِ تہ ٿَرَنِ اکڙيون.

[١٠] آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾، رُسِي رَنڊِ مَ راتِ
اسين تابع تنهنجا، تون زوراوَرِ ذاتِ
ساجن گهڙي ساتِ، اور تہ ٿَرَنِ اکڙيون.

---

(١) خ ظ ل. 'ڇنان مور نہ ڇڏيان، سندو پالد پريت'؛ ڪ ش. 'ڇني مور نہ ڇڏيان - الخ'.

[١١] آجُ پـَرِتاسُونْ، اِجهي سجڻَ آئـيا
مَٽِي پيرَن مُونْ، آٽِي رَڪيون اڪڙِيُون.

[١٢] آجَ پَرِتا عِيدَ ٽِي، لَٽِي مون تان لُڪَّ (١)
چُنا ڦَٽَ فِراقَ جا، سامهان ٽِيڙا سُڪَّ
ڏُجهڻَ پاسي ڏُڪَّ، اچي اوطاقي ٿيا.

[١٣] آجَ پرتا عِيدَ ٽِي، لَٽِي اَجَ اَڪاس
مَنَ مُرادون پُنِيُونْ، اڪين پُنِي آس
وَڍيوسون وِسواس، ڦوڙائِي فِراقَ جو.

[١٤] اج پرتا عِيدَ ٽِي، پڇيائون پيهِي
ڳالهہ ڪيائون ڳُجهہ جي، وٺان مون ويهِي
ڏٺاسون ڏيهِي، مَنَ مرادون پُنِيُون.

[١٥] ڏُجهڻ ويا، ڏُڪُ لٿو، وَرِي ٿئو وِصالُ
جانب جو جمالُ، ڏِٺي ڏُڪَ لَهِي ويا.

[١٦] ڏُجهَڻ وِيا، ڏُڪ لَٿو، سَرِي مون صحتِ
پِريان پاسي سُکَ ٿيا، چَڏي ڪَرَ ڪَپَتِ
سُپيريانڻ جي سَتِ، ڏِٺي ڏُڪ لَهِي وِيا.

---

(١) د ڪ ش. ’لٿي مَنَ تان لُڪ‘.

[١٧] ڏُجهَڻ ويا، ڏُک لَٿو، سَرِي صِحتَ سَرِير
وَڍِي مرض وُجودَ جا، ڪيا طبيبن تَغيُرُ
دَم دَم ڪريان دوست سان، سندا نينهَن نَظَير
ڪَرَ پَسَنَدِي ڪِير، سونکي پِرِينِ پياريو.

## وائي - ١*

آلله واري آڻِ، سانگ ويا جي سُپرين
١. منهنجو مَنُ پِرِين سان، ٻَڌو جيءَ ٻانڌاڻ
٢. ڳجهيون اٿم ڳالهڙيون، آيل ماء آن ساڻ
٣. وينِي فالُون پائيان، اُڪنڊِڙي اُن ڪاڻ
٤. ڪندا قاسم سُون پِرين، وِهلڙِي شال وَراڻ

## وائي - ٢**

جي گهر اچين سون، لالڻ لَکَ ٻلا يون ٻائيان
١. مَنَئون مور نه وِسري، سيّد تنهنجڙي سُونهَ
٢. لَئون پِريانجي نا لَهِي، لَڳڙِي جا سنجهه لُونءُ
٣. پاجاٽيءَ جِي پِريتڙِي، تـوڙ نِباهين تون

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر کاهوڙي' هيٺ ڏنل هئي، جتان نڀائي هت آندي وئي آهي.
** هيءَ وائي اصل ۾ 'سر کاهوڙي' هيٺ ڏنل هئي، جتان نڀائي هت آنديوئي آهي. ڪ ش ۾ هيءَ وائي ڪانهي. ظ ۾ تڪه هن طرح آهي ته: 'اچين جي گهر سون، لالڻ لک ٻلائيون'.

٤. ڪڏهن ايندين سپرين، پِرِي منهنجي پُون(١)

٥. قاسم قريبن جي، ماري مُنڊ وِرونه

## فصل ٻيو *

[١] پَچَرُ جون ڏاهُون، ٿيون جيارِيمِ جيڏيون!
ڪَيِي تو ڪِرڙَنِ ۾، ويچارو واهُون
آساتِي آئُون، ڪُتا ڪَرڙِجُ ڪِيمَ ڪِيِّ.

[٢] ڪُتا ڪَرڙِجِ ڪِيمَ ڪِيِّ، مون ۾ ناهي ماه
الله لڳ عجيب جو، راڱا رَڌَبِ مَ راه
پَچُرَا! ڪَرِ مَ باه، متان لوڪ لَڪَ پئِي.

[٣] ڪُتا ڪَرڙِجِ ڪِيمَ ڪِيِ، رَتِي ناهي رَتَ
نيش جَهانَ جي ناهِ ڪا، هڏي منجهه هِمَتَ
ڪُتا چڏ ڪُپت، ته موڻي ميڙائو ٿئِي.

[٤] ڪُتا ڪَرڙِج ڪِيمَ ڪِيِ، مون ۾ ناهي مِڪَ

---

(١) هيءَ مصرع فقط ظ ۾ آهي.

* سيني نسخن ۾ هن فصل جا جملي بيت 'مر سسئي' هيٺ ڏنل آهن. ٻ ۾ هنن بيتن جي شروعات ۾ هيٺيون عنوان ڏنل آهي: "تمت ٿيو سر آبڙي جو، شروع ٿيو سر معذور جو"، يعني ته ٻ موجب هي بيت 'سر معذور' جا آهن جيئن ته هنن بيتن ۾ جو مکيه مضمون محبت ۽ مجاز آهي انهيءَ ڪري اهي هن سر هيٺ آلدا ويا آهن.

آءٌ وڄان ٿي پِرَ ڏي، لوڪانْ ڪَري لِڪَ (١)
پانَ وَرَني پِڪَ، مَنَ مون تي وِڄهن مون پرين.

[٥] ڪُتا ڪَرِڙَجِ ڪِيمَ ڪِي، آساتي آهيان
پَسي پُڄُ لُڏائِيِنِ، پَلا يون پانيان
ڳِڻ تنهنجا ڳائيان، پَڇُر ڪِري پئين پاڏَ ۾ (٢).

[٦] پَڇُرَ ڪري پئو پاڏَ ۾، تورُو اسان لاء
ڪُڙڪو ڪُڙيءِ پيرَ جو، اَيو مَ اُوناء (٣)
ڏُجَهڻ پَئي مَ ڏاء، تہ رمان رات رِهاڻ ۾.

[٧] رَمانْ رات رِهاڻ ۾، ملان محبوبَنَ
ڪُتا ڪِيونْ ٿي ڪيتريون، پَرُنُونْ تو پرينَ
مَتي ڪَمِيڻنِ، تو پالَ پلايون ڪَرِيِين (٤).

[٨] ڪتو ڪاهي آئيو، راڳو مون تي رات
وڏائين ٿي وات، پُڻ ڏٽي ڏُوٽي جَهليو.

[٩] ڪُتو ڪاهي آئيو، راڳو رَوَازِي
مَهندئون مجازِي، مُنهن تي هنيس موچڙو.

---

(١) خ ظ. 'آءٌ وڄان ٿي پرڏيه'؛ ڪ. 'ٿي وڄان پرڏيه'؛ ل. 'آئون ٿي وڄان پرڏيه'.
(٢) هيءُ بيت ظ ۾ ڪونهي. (٣) خ. 'ڪُنُڪو ڪري پير جو'؛ ظ. 'ڪَنِ ڪُو ڪَري پير جو'؛ ش. 'ڪنڪو ڪري پير جو'؛ ل. 'ڪُڙڪو ڪري پير جو'؛ ڪ. 'ڪُڙڪو ڪُڙي پيري جو'. (٤) هي بيت خ ظ ۾ ڪونهي.

[١٠] ڪُتو ڪاهي آئيو، راڳــو ڪري رُوڙ
آچيو آدمزاد تي، سامهين ڪَيِي سُوڙ
ڪارايل جا ڪُوڙ، متان مڃيو ماڙهئا!

[١١] ويٺو آهي واٽ تــي، ڀڄُو جهليو ڀُنڀُ
لنگهڻ ڏئي نه لُنبُ، پَسان ڪيئن پرين ڪي (١)!

[١٢] ويٺي آهي واٽ تي، ڪُتي ڪُتي وَٽِ
پوتيون پانڌيڙن جون، ڦاڙيو ڪري پَٽِ
جا ڳُلرَ ۾ گهَٽِ، سا پونڇي تي پُوريون ڪري.

[١٣] پونڇيءَ ڦاڙيا ڪپڙا، ساجَنَ سِبيا سي
پرينِ پونڇيءَ ڪي، پادر هَٽِي پَليو.

[١٤] پَچَرُ ڀَهِي آئيو، ڪِجَڻَ ڀِڏو ڪاهُ (٢)
ڪُتي سَنڌي ڪَنِ تي، ڪنهن ڏُجهَڻَ وِڏو ڏاهُ (٣)
تيلاه منجهان تاءُ، تو وڳي ويچارن تي (٤).

[١٥] پَچَرُ ڀَهِي آئيو، ڪري هُوءِ هڪل
راڳي مُلا راتِ جو، لِڪڻ ڪونهي لَل (٥)
پرين! تنهن ڪي پَل، تو وَڳي ويچارن تي (٦).

---

(١) هيءَ بيت خ ظ ۾ ڪونهي. (٢) اصل. 'ڪجرلدو ڪاءُ'. (٣) اصل. 'ڏچر وڏو ڏاله'.
(٤) هي بيت نقط ظ ۾ آهي. (٥) اصل. 'لکر ڪولي لل'. (٦) هي بيت نقط ظ ۾ آهي.

[۱٦] پَچَرُ بَهي آئيو، چَڏي ڳوٺ ڳَري
سُتا سيڻ جڳائيا، ويچاري وَرِي
پَٽي دوستَ دَرِي، هيجئون هَلِي آئيا.

[۱۷] هيجئون هلي آئيا، لوڙهي ڏيئي لَتِ
معلومِ ٿِي محبوبَ تي، ڪُتي جِي ڪُپَتِ
پَچَرُ پَلَيءَ پَتِ، ٻَڏائون ٻاجهه پَئِيُ.

[۱۸] سو لَهُه لَڏائُون، جنهن سين خوف خِزانَ ٿيو (۱)
وَجِهي ڪَڙنو ڪنڌ ۾، ٻَهڙو ٻڏائون (۲)
ڏِسڻ ڏنائون، لَٽو پِؤ پَچَرَ جو.

[۱۹] لٽو پِؤ پَچَرَ جو، وَرِي ٿئو وصال
ڏاڙهيندڙ ڏور ٿيا، ڪُتو وِئڙو ڪال
سُتي لوڪَ سنڀالَ، لڏائون لطف سين.

[۲۰] پَچَرُ خَچَرُ خارِجِي، ڪندو ڪوهه ٻَهِي
ويهِي رهيو وِچَ ۾، واٽي در وَحِيَ (۳)
سهو ربّ صحي، ٿئو سهند محمّد شاه جو (۴).

[۲۱] پَچِر بَهي بَس ڪِي، ٿئو سيندو سُجاڻِي

---

(۱) خ ظ د. 'سولو لڏائون'. (۲) ظ. 'وجهي ڪونو ڪنڌ ۾'. (۳) خ د ڪ. 'واڙي دڙ وحي'؛ ظ. 'وايِندَر وَحي'؛ ش. 'واڙي در وحي'. (۴) ظ. 'سُنُهو رب صحي'.

ايندي ويندي وات ۾، ڏِسي ڏِهاڙي
سَڏي سُهماڻي، سِڪونَ لاٿيون سڄڻين.

[٢٢] ڪُتن ڪونهي ڏوه، ڏٺين ڏاري چِڏيا (١)
ڪين چِڏيندا ڪَڏهِينَ، ري ڪوٺايو ڪو
سَڏي نِيندا سو، جو پسند اِيندُن پاڻ کي.

[٢٣] پسند اِيندُن پاڻ کي، تنهن کي جَهلي ڪير
راڳـو رِيجهي، تنهن جا پاڻان چَٽي پير
وچان لٿو وير، صلح وارئو سَڄڻين.

[٢٤] صُلح وارئو سَڄڻين، لَٿي ڪاڻِ ڪُتَنِ
پَسي قربُ قريب جو، گُلر گيرُ نہ ڪَنِ
تَوَڏَ چِڏي تَنِ، صلح ٿئو سڳَنِ سين (٢).

[٢٥] لَٿي ڪاڻِ ڪُتنِ جي، نہ پُڻ ڪاڻِ ڪيڄِ
پِريان سندي پارَ جا، 'سائين' ڪِئو سڏيڄِ
نہ هڏهن ڪندا هيڄِ، ساچاهَ پِريا سَگَڙا.

[٢٦] لَٿي ڪاڻِ ڪُتنِ جي، نہ پڻ ڪيڄ ڪاڻ
جي پِرينِ پاريا پاڻ، ڪِهڙي تَوَڏَ تَنِ سان!

---

(١) ج د ش. ڏٺي؛ ظ ڪ. ڏٺين. (٢) هي بيت د ڪ ش ۾ ڪونهي.

[٢٧] قريباڏا ڪُتڙا، پاڻان پيرين پُون
سَگ سجاڻن تن کي، جي حضوري هُونِ
پائي چَڪُ نه چُونِ، آمُرَ داران اُنِ جي.

## فصل ٻيون

[١] ساجَنَ سِجَ اُيارَ، نين نقابئون ڪَڍِيا
حُورن ٻڌا هَتڙا، پَرِيُون تيون پينارَ
موهَن سُونهن - مَلارَ، سُورِجَ سَلامِي ڪِيا (١).

سُورِجَ ڪِيو سَلامِ، اُپرندي عجيبَ کي
پيتائين پُرِ تيو، منجهان جلوي جام
آتَس مَٿي عام، تيلَهه سدا سوجهرو.

[٣] قَمرَ شَمسَ شُعاعُ، حاصل ڪِيو حَبيبَ کون
موهن روپ مُهاءَ، ماڪِيءَ ميٺُ پرائيو.

[٤] پُونَم پاڻ پِرِيَ، ٻي سپ اُونده اُن ري
ميٺي ويچ وِرِيَ، اچڻ سان آزار جي (٢).

[٥] پُونم پاڇويون، سِجانَ چِتا سُپرين
ڪو تِل ڪوثر آبَ ۾، مَنجهان پِڪ پيون

(١) ظ. 'موهن سونه مدار - الخ'. د. 'سورج سلامي ڪيو'. (٢) خ. 'ميٺي ويچ وري، اچڻ ساڻ آزار جي'.

جَڳَ ۾ جوت جهونِ، پسان ڪونہ پرين جي.

[٦] جَنِي سَڏ سُڻِي، سِي سَرُ ڪَنسِ سَڏَڙا
ڏَڏِي جَنِ ڏُڏِي، عرض اونائِي اُن جا.

[٧] سِي سَرُ ڪَنسِ سڏڙا، ڏڏيءَ ڏُڏا جِي
سؤ سؤ پيرا سِي، سَرُ ساريو ڪنس سَڏَڙا (١).

[٨] سُڻِيَ جي نہ سُڻِي، تہ پُڻ ساعت سَڏُ نہ لا هيان
جي ڏَڏِي مون نہ ڏُڏِي، پر مون تان ڏَڏِي ڏُڏيو (٢).

[٩] سَڏِنِ مَتِي سَڏَڙا، ڪُوڪُنِ پنيان ڪُوڪ
سَچُڻ وِرچي چَڏِيِن، وِلولو ۽ ووُڪ (٣)
ڪندا سَڏَ سُلوڪ، البت عجيبن سان.

[١٠] ڪانگل ڪَرِ ۾ ڪت، وج اُڏامِي اوڏهين
ڏَج سَنيهو سَجَڻين، رَکِي پيرين هٿ
قاسم! ڪنهين پَت، مَنَ ميڙائو ٿِئي.

[١١] ڪڏهن آئين ڪانگَ، پريان سندي پار َ ڪوُنَ
وِيهِي ڪَرِ وِصالَ جِي، ٻولِي سِر ٻِڙانگَ
جي سَجڻ وِئڙا سانگَ، سي اڄ اُڏائي آڻ تون.

(١) اصل. 'مر ساريو ڪن سڏڙا'. (٢) هي بيت ڪ ۾ ڪونهي. (٣) ظ. 'وَلوَلو ۽ ووڪ'.
('وِ لولُوَ'ن ۽ ووڪ؟)

[۱۲] اَڄ پسجين اِت، ڪالهہ ڪِٿي هوئين ڪانگڙا!
وٽن چڙهيو وانڱيون، آءٌ نهاريان نت
جي چَڙهيا مَٿي چِت، سي اڄ اُڏائي آڻ تون.

واڃي - ۱ *

ڪو پِريان جو پانڌي، آئڙو مون گهر آڇي
۱. پَسي پانڌي پِرَ جو، هوند بيراڳڻ بَچي
۲. ساريو پنهنجا سُپرين، پاڻمرادڙِي پَچي
۳. سُٺي سندو سَڄَڻين، نينهن نياپڙو نَچي
۴. وايون وَرڻ سَنديون، ڪانگ سُٺايم سَچي
۵. قاسم اتم آسرو، پِريمِ مانَ اڇي

واڃي - ۲**

ڪانگلَ پِريان جي پار جي، وو ساري ڏي سُڌ مون
۱. جَنِي لايا ڏينهڙا، سي تان سارياسُون
۲. پِريانَ سندي پار ڪوُن، ڪڏهن آئين تُون
۳. ڪڏهن ايندا سُپرين، پيٺي مُنهجڙي پُون
۴. ايندا مانَ اُجهائيان، دُکي جا مَنَ ڏُون
۵. قاسم ڪانَ پِريان جا، لڳا سِي منجهه لُون.

---

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.
** هيءَ وائي اصل ۾ 'سر سامونڊي' هيٺ ڏنل هئي، جتان ڦٽائي هت آندي وئي آهي.

# سر راڳو

## فصل پهريون

[۱] وِجَ وَرنيُونَ ڪامِٽيُون، نِگيُون نادولا
سِرَ چيرا، گُل پيپنيُون، چِڪَن سين چولا
پاجاما پيرنِ ۾، وِجَهن واڍولا
آمُلَ آتولا، پوتائون پازيب ۾.

[۲] آج نادولا نگِيُون، آيون ڪاڪِ ڪَهي
توڙَئون طِلسماتِ جي، پِرينِ ڳالهه پَهِي
العشق نارالله، ڪنيائون سانڍ صَحِي
ٿَهِي سا ٿِهي، آڻ ٿَهي ڪانه ٿِهي.

[۳] آج نادولا نگِيَون، پِرَيون ڪَري پِروازُ
اُت اُڏامِي آئيون، جينءَ سو بَحرِي بازُ
زِندهِ طعامُونَ تازُ، هاڻِ گُهرجَنِ گهوٽِئا.

[۴] نادولا ٿو نِينهَن، سَوَ سِينهائِين آڳرو

ڪَلنگيون جَنِ ڪَپارَ ۾، تَنِي چاڙهي چيٺَن
ڪاڪَوُن بچن ڪيٺَن، جينءَ ڪات ڪُنوارينِ هٿ ۾.

[٥] نادولاڻي نينهن جي، سُڄي ڳالهه ڳري
ڪِي مُئا، ڪي ماريا، ڪِني سوٻ سَرِي
آيو ڪوٺ وَرِي، قاسم ڪَهڪ - دِوال ڪوُن.

[٦] مومل ماڙيون آڏيون، ڪَوُنرَ قُلاريا ڪاڪ
باغ، باغوچا، بنگلا، تَنِي سونا طاق
حُسنَ پيٺي هاڪ، لَسَ لُڏاڻي ڪَنڍيين (١).

[٧] مُومَلَ، سُومَلَ، سَهجان، سُرادِي مُختيار
گُل قُل ڪليا ڪيتَڪِي، چمن ۾ چوڌار
آڙدابيڪيوُن آئيون، چَڙهِي تَنـد تَوار (٢)
ڪجي ڪاڻ ڪُوار، قاسم تنهن ڪُماچَ جي.

[٨] راڻيوُن رنگ رَتولَ ۾، ويٺيوُن ڪَنِ وَرَنَّ
ڪوڙين عاشق ڪيترا، مَٿي پِڪَ پَرَنَّ
پَروانا پَڙلاؤ تان، واريا تان نه وَرَنَّ

---

(١) ظ. 'حُسن ٻَنِي هاڪ - الخ'. (٢) خ. 'چري تند توار'؛ ظ. 'چَرِي تند توار'؛ ل. 'چِڙِي تند توار'؛ ڪ ش. 'چڙهي تند توار'. انهن پڙهڻين مطابق 'چُرِي تند توار' يا 'چِڙي تند توار' به پڙهي سگهجي ٿو.

ڪي تا ماڳ مَرَنّ، ڪي قاسم گوندر ڳاڌوانْ.

[٩] ڳُجر سَندي ڳامَ ۾، ڪنارو ۽ ڪات
ڪانهَ پُڇائي ذات، مُنهن پِيا سي مارِيا.

[١٠] ڳُجَرِ سَندي ڳامَ ۾، ڪَنارو ۽ ڪوسُ
سندو جِيئڻ سوسُ، لوڌِي لاهِي آئيا.

[١١] ڳُجر سَندي ڳامَ ۾، نِت گهَڙجي نِينهن
آڌَرَ مٿان عِشقَ جي، مَوڳُهون لا يون مِينهَن (١)
قاسم راتو ڏينهن، سيڪو پيڙو سَچَٽين.

[١٢] ڳُجر سَندي ڳامَ ۾، آديسي آيـو
پَسڻ پِري ذات جو، ٿيو سامي‌ءَ ڪي سعيو
ڳمڙنديئي گهايو، ايندي آتڻ وِچَ ۾.

[١٣] بابُو ٻکاري ٿئو، مِيري مُنهن مَلَنگ
آچي آتڻ وِچَ ۾، رات ڏنائين رنگ
جوڳِيَ سَندِي جانِ ۾، ڪُتا خوب خَدَنگ
ڪَمَرَ تاڻي تَنگ، قاسم هَلِيو ڪاپڙي.

[١٤] لوڏِينِ هٿ لغام، گهوڙنِ پُٺ پَلاڻيُون
من ۾ ڳُجهي مام، ڪا جا آتڻِ ڪاڪ جي.

---

(١) ظ. 'موڪون لا يون مينهن'.

[١٥] رَکِي شَوقُ شِڪارَ جو، هليا ساڻ هَمِير
دِل بهادر دادلا، سَڀِي ساوَج گِير
قَتِيل دِل فقِير، صُبحَ گَڏِينِ سامهُون (١).

[١٦] صُبح گَڏِينِ سامهُون، سامِي سونَ - وَرن
نَکو پاڻِي پيٽَ ۾، نَکو آندرِ آن
مَهيسِيءَ جي مَن، کا ڳجهي آهي ڳالهڙي.

[١٧] صبح گَڏِينِ سامهُون، راوَلُ چڱيءَ رُوءِ
بابوءَ سَندي بُتَ ۾، ڪتورِي خوشبوءِ
راڻي روبروءِ، ڳالهيون پُڇيون ڳُجهه جون.

[١٨] ڪِتان آئِين ڪاپڙِي، ڪِٿ وهاڻِيِين راتِ
سَل سَيائِي سُورَ جِي، بابُو مُون سان باتِ
توکي طلسماتِ، مَڄُڻ وِڌو مامِرِي!

[١٩] آءٌ گِرنارِي گودڙِيو، توڙان تَن تَنَها
قاسم ڪاپڙِينِ جِي، نانيءَ منجهه نگاه
منجهه پَرنديءَ باه، اچي پِڙِس اوچتو (٢).

[٢٠] آءٌ گِرنارِي گودِڙِيو، هَلِيُس ڪوُن هالار

(١) خ ظ د ش. صبحا. (٢) د ش. مچ پرندي باه - الخ.

عِشقَ جو آثار، ڪالهه پِرايُم ڪاڪ ڪُوَن.

[٢١] آءٌ گِرنارِي گودڙيو، پُورب منهنجو پَنڌُ
وَڍيو آتڻ وارِيين، ڪالهه سُنهِينجو ڪَنڌُ
قاسم پِيم ڪَمندُ، ڪاڪُل زُلف ڪاڪ جو.

[٢٢] گَدالو گِرنار ۾، آسَڻ اَونچِي روه
ايندي ڏِٺُم آڪيين، جيڪين لکيو لوح
آتڻ منجهه اندوه، ڪالهه پِرايُم ڪاڪ ڪوُن.

[٢٣] گَدالو گِرنارَ ۾، ٻَرڙِي منجهه ٻَهَڪ (١)
ڪاڪل ڪُنوارينِ جي، ڏنو ڪالهه ڪَهڪ
ڏَڪَنِ مَٿِي ڏَڪَ، لَڳِمِ لَطِيفَنِ جا.

[٢٤] نادولاٽي نِينهَنَ جا، پيچ تہ ڏِيان پار
جي آيا سي آڳِهِيا، اُتِ وِيندي جي وار
گُجَر سپ گَنوائيا، لوڏي لَکَ هزار
ڏَڙ ڪوُن مَتا ڏار، قاسم لُڇن ڪيترا (٢).

وائي

ڪاڪِ ڏَٺي ڪَرَها، چندن تو چاريندا

---

(١) د. 'برڙي منجهه ٻهڪ'. (٢) خ. 'لوڇن ڪيترا'؛ ظ. 'لوڇن ڪيترا'.

۰۱ پِرينِ سَندي پيچِري، پير پَروڙي پاء
۰۲ نائي ناگر وَلڙيون، جِينءَ ڪائين تينءَ ڪاء
۰۳ آگر پيڙو آهُرين، توڙئون توهِي لاء
۰۴ آهي آتڻ وچ ۾، جَمَل تُنهنجڙِي جاء
۰۵ وِيندي ڪَتَ پِرينِ ڏي، قاسم ڪَجِ مَ ڪاء

## فصل ٻيو

[۱] پَرِي ذات پَدمَڻيون، ڪَنين ڪُندنَ لالَ
چِٽيون چوڏَسِ چَنڊئون، مُنهن ۾ نيڻ مَشعال
ڪاڪل ڪوڪبانَ سان، هِيرو منجهه حَمال
اِنهيءَ جوت جَمالَ، قاسم موهيا ڪيترا.

[۲] پَرِي ذات پَدمَڻِيُون، آڪين ۾ اِلماس
مُنهن مهتابانَ آڳرو، تَنُ چِمڪي تاس
ڪوڙين مِيرَ مَواس، قاسم نينهن نَمائيا.

[۳] پَرينِ سَندي پيچِري، پير پروڙي پاء
جي توڪي سانگو سِرَ جو، تان تون اوڏو مور مَ آء
جَنِي جاء ـ نُماء، سي مرُ وڃن سامُهان.

[۴] راڻا يانءَ مَ راندِ، هِي سَڳ سورن ڳاڏئون

سِسِي نيزي پاندِ، ڏڙ ڏرتيءَ گَڏِيا (۱).

[۵] مومل موهيو ميندرو، آيو آتڻ پاس
ويٺو ڪاڪ وٽن ۾، ڪري لال لباس
قاسم ڪِجَ تپاس، اِيُ ماندي مَندُ پُڪيڙيو (۲).

[٦] ڪاڪ وٽن جا ڪوڏيا، آيا ڪاڪ ڪَهِي
مومل جي مَذڪورَ جِي، پيَرَنِ سُڌ صَحِي
جا پَرِينِ ڳالھ پِڇِي، سا قاسم لَکِي لوڏيين (۳).

[۷] آتَڻَ ڪوڏيا آئيا، سوڏا شڪاري
ويهندي ڪاڪِ وٽن ۾، ڏِڄيائُون ٻحري
مارِيندو مارِي، قاسم قُمري ڪاڪِ جِي.

[۸] آتَڻَ ڪوڏِيا آئيا، هِتِي لَکَ هزارَ
مُنهُن پيا سِي مارِيا، هُتِ ويِندي جي وارَ
قاسمَ! اِنَ ڪَنارَ، گهٽا لوڏِي گهائيا (۴).

[۹] آتَڻَ ڪوڏيو آئيو، ڍوليو ڍِٽ اوجار
آيُون اِستقبالَ تِي، مومل جون مختيار
آنـدا آرادابيڪِين، تحفا طعام تيـار

(۱) خ ڪ. 'ڏڙ ڏرتين گڏيا'. (۲) خ. 'اي مادري مند پکيڙيو'; ظ. 'اي مادر مند پکيڙيو'.
(۳) ش. 'لوڊيين'. (۴) ش. 'لوڏي گهائيا'.

لَتو غمُ غُبار، قاسم آئي اُنَ جي.

[۱۰] سومَلَ سوڍي پاڻ ۾، ڳجھ ڳَرَهِي ڳالهِ
معلوم ڪيائين مينڌرِي، طِلسماتي تال (۱)
پاڻُ مَ ڪٽج پاڻ سين، ماسو هَڙ نہ مال
قاسم ٿيءِ ڪنگال، تہ سوڍا ماڻين سيجڙِي.

[۱۱] جا سُومَلَ سُٽائِي، سا سَڀ مَڃِي مينڌرِي
قاسم پيِيَس ڪَنَّ تي، وصل جِي وائِي
ٻوڙِي ٻِيائِي، سوڍو چڙهيو سيجڙِي (۲).

[۱۲] سوڍِي سَــڏُ ٿئو، اُردابيگيون آئِيُون
ڪوٺِي رات ڪُنوارِيين، منجهانِ نــازَ نِئو
اُتي وِيرُ وِئو، جِتِي پير نہ پَڪَٽانَّ.

[۱۳] جِتِي پيرُ نہ پَڪَٽانَّ، نَڪو جِنُّ مَلَڪُ
نڪا بوءِ بَشَرَ جي، نڪو دَئِيءِ دَرَڪُ (۳)
رَأيتُ رَبِّي بِرَبِّي، ٿئو حق سان واصل حَقُ
قاسم ڪونهِي شَڪُ، سُومل ماڻِي مينڌرِي.

[۱۴] سُومَلَ ڇِڳو مُوتِيين، هيرو منجھ حَمالَ

(۱) هيءَ سٽ ڪ ۾ ڪانهي. (۲) د. 'سيجڙئين'؛ ش. 'سيجڙيين'. (۳) ش. 'نڪو ديھہ ڌڙڪ'.

مُنهن مهتابَئُون اڳرو، لَب يَمَني لالَ
ڪاڪُل ڪعبي - پوش جانْ، آبرُو چنڊ هلالَ
اِنهيءَ جوتِ جَمالَ، موملَ ماڙِي ميندَري.

[١٥] مومل ماڙِي ميندري، هَنڌ هَنڌ پيئي هاڪ
فَڪَانَ قَابَ قوسَيْنِ آوْآدْنيٰ، لَتو فَرق فِراق
ڪٿوري خوشبوء سان، قاسم واسِي ڪاڪ
مومل ء مشتاق، هردوئِي هيڪ ٿِيا.

[١٦] راتيان ڏينهن رهاڻ، مَتِي رَنگ رَتولَ ۾
چَبِي پانَ سوپاريُون، سوڊو مومل ساڻ
هِنيڙي سنديون هاڻ، مَنَ مُرادون پُنيُون.

[١٧] ڊِوليو ڌَڙِي ڍَٽَ جو، سندو جامَنِ جام
آڇئو اُردابيڪِيُون، سَئِين سَئِين ڪَنِ سَلام
وِيرَ آڳِينِ جا واريا، وارثَ وِيرَ وريام
مٿان ڪاڪِ مَلام، قاسم! ڪاڙِي ميندري.

[١٨] ڊِوليو ڌَڙِي ڍَٽَ جو، ساڏُوْرَنِ سَردار
موڪِي ماڏَنِ مَڃِيو، موڏورن مهندار (١)

---

(١) خ ڪ د. 'موڪي ماڍن منجھو موڏورن مهدار'؛ ظ. 'مُوڪي مادَن منجھو موڏُورن مهدار'؛ ش. 'مولڪي ماڍن مجھو موڏورڻ مهندار'.

قاسم ڪاڪ ڪنڌين ۾، چڙهيا ڪالهه ڪُنار
سوڍي سِليدان وير آڳين جا واريا.

## وائي

راڻل رات مون گهرِ آيو، مون پَرچايو
۱. آچو آتڻ واريون! ڳاجَ سُهاڳي ڳايو
۲. ڳائُون ڏيئي ڳجهيُون، لالَنُ مون گهرِ لايو
۳. مَنَ مُرادون پُنيُون، سائِڙو تيِمِ سَجايو
۴. قاسم ڪميڻيءَ تي، لائق! ٿورڙو لايو.

## فصل ٽيون

[۱] رَتَ وَرَنُونْ راتِ، سوڍا! رَنُو راڻيين (۱)
اکيون تُنهنجي آسري، تَنُ تُنهنجي تاتِ
قاسم! ڳُجهي ڪاتِ، مومَلَ ڪُني مينڌري.

[۲] مُومَلَ ڪُني مينڌري، ڪاتَ اُلٽي آج
ڏنگيون سِڌيون سُپرين! ڪاندَ منهنجو ڪَج
پائي چاڻ مَ ڇج، ميتِ مدايُون مينڌرا (۲).

(۱) خ. 'سوڍو رانيو راڻئين'؛ ظ ل. 'سوڍو رنو راڻئين'؛ ش. 'رتو رنو رات، سوڍو رنو راڻيين'؛
(۲) خ. 'پائي چان م ڇج'؛ ظ. 'پائي چَانَ مَ چَيَجَ'؛ ڪ ل. 'پائي چان مڇيج'؛ ش. 'پائي چاڻ مڇج'.

[٣] سَدِي جي ميرِي، آءٌ اوهان جي آهيان
قاسم! ڪَنَرُ وچَ ۾، وِڏو ڪنهن ويِري
گوندرَ آءٌ گهيرِي، سِگهو مونِجُ سُپرين!

[٤] سِگهو مونِجُ سُپرين، وارثَ ويرَ ۾ لاء
ڪَرَهو موڙِي ڪاڪ تي، اللّٰه ڪارڻ آء
جوڙِي ڏِيان جاء، اڪيون اوتارا ڪَرِي.

[٥] اوطاقون اڪين ۾، وهَڪَ منجهه وُجود
لَڻو سَهُوُ سُجود، مُومَلَ ٽِيڙي ميندرو.

[٦] مُومَلَ ٽِيڙي ميندرو، چِنو غيرُ گُمان
آڱڻِ آئي جَنِ جي، مومل لَڌو مان
صِفَت ڪي سلطان، منجهان نينهَنَ نوازِيو.

[٧] سودِي شَڪُ پِئو، ڪُوڪَٽُ پَسي ڪو ڀِئو
ڪَرهو موڙِي ڪاڪ تان، واري واڳ وِئو
قاسم نِينهَنَ نِهو، هِتان چِنِي هَلِيو (١).

[٨] چالَ ۾ چِجِي نِينهُن، پِرتِ پُراڻِي ۾ ٿِئي
ڪوء رُسڻُ ٻَنِ رِيتِيُون، ڪوء ڏولائي ڏينهن

(١) ع ڪ د ش. 'ليهن نيئو'؛ ظ. 'نيهن نيهو'.

[٧] پَرِيُونءِ وِجهي پاڻ، ڏوتين ڏُتُ سَميٽيو (١)
جِتي پير نہ پَکڻان، نکو عبد آهياڻ
سندِي آلک آماڻ، آندائون آنَ ڏيہ مان.

[٨] جِتي جاء نہ ماء، سو ڏيہُ سونو ڏوتئين
سُڻُ پَسَڻُ ناهِ کو، نکا هُوء نہ هاء
وِڃڻ ڪاڻ وِياء، ڏُت ڪَرِيندا ڪن لاء.

[٩] سُونهان ڏِينِ صَلاح، هِنَ اورانهين ڏيہَ جي
آهي جتِ الله، تِتي پنڌ نہ پيچرو.

[١٠] لُوسائِيا نہ لُکَّ، آج نہ اوڏي آن ڪي
پُڪوليا نہ بُکَّ، قُوتُ ڪيائُون 'ڪُلّ' مان.

[١١] قُوت ڪيائون 'ڪُلّ' مان، 'جُز' ۾ ڪَمُ نہ ڪو
'آنَا احْمَدُ بِلاَ مِيمٍ'، ڏيہ سُونائون سو
ڪُونْدَرَ ڪندا ڪوہ، تَوُنَ لڌائون تَنَّ مان.

[١٢] جِتي سَپُ نہ سَپِجي، بَبَرَ پوء پَچَن
ڪِلِي ڪاھوڙِين، وڻ چوندِيا تنهن وِيڙِ مان.

[١٣] جِتي سَپُ نہ سَپِجي، راڳا رَتُ رُئِن
ڏاہَ نہ سُجِي ڏِيپِلِين، ڪارا نانگ ڪَنبنِ

(١) خ. ونجي پاڻ ; ظ. و جي.

ڪِلِي ڪاهوڙين، وڻ چُونڊيا تنهن ويڙ مان.

[١٤] جتي سَپُ نہ سَپجي، راڳا رُئَن رَت
آسُونهَنِ واتَ نہ اُجهِي، سُونهَنِ مُنجهي مَت
تتان پَلِيءَ پَت، ڏوتين ڇِڪُا چاڙهيا.

[١٥] وَحشنِ وائِي ناهِ ڪا، ڪيهَرَ جتِ ڪَنبنِ
تتي ڪاهوڙين، ڇَپَر ڇِڪُا چاڙهيا (١).

[١٦] ڪيهَرَ ڪَنَّ هَٽنِ، جت وَحشن وائِي ناهِ ڪا
آلا اِنَّ اولياءَ اللّٰهَ لاخَوْفٌ عَلَيهِمْ وَلا هُمْ يَحْزَنُونَ،
خوف نہ ڪاهوڙينِ
ٽيلانْ وچِي تَنِ، ڇَپَر ڇِڪا چاڙهيا.

وائي

ڏُونگرڙا ڏَس ڏِي، جَبلڙا ڏس ڏي
تو ڪِي ڏوٽي ڏٺڙا

١. تَنِي سَندا پيچرا، معلوم ڪر مونکي
٢. پيچئو رُجَنِ راڏڙيون، جهنگل جُهٽڪن جي
٣. پَسِي ڏوتين ڏُٺڙا، تَنگُونْ ڪِيڙَمِ تي (٢)
٤. ڪُونڌر قاسم جَن سان، رات سَنياريم سي

---

(١) هيءَ بيت فقط خ ۾ حاشيي تي ڏنل آهي ۽ چاڙهايل آهي تہ: ”همين بيت هم حضرت خليفه صاحب است“. (٢) ظ. ’پسي ڏوتين ڏٺڙا، تنڪون ڪيڙم تي‘.

# سر رامڪلي

## فصل پهريون

[۱] رامَ ڪَلِي تِي روءِ، ساريو سناسينِ ڪي
چَڙهِي آيِي چوءِ، آنْ ڪِي جوڳِي گڏيا!

[۲] رامَ ڪَلِي، ڪَنهن نه پلِي، چَلِي سامِيَنِ سَنگ
جَڏِي نَنگ نِسنگ، گَڏِي گورڪَنات ڪي.

[۳] رام ڪَلي، ڪنهن نه پلِي، تي جوڳياڻِي جوءِ
چَڙهي آيِي چوءِ، آن ڪِي جوڳي گڏڻا.

## فصل ٻيو

رامڪلي سي حرفي

[۱] الف ڪــي اوڏا ٿيا، 'مِيمُ' رکيائون مَنَ
فَـاَيْـنَـمَـا تـوَ لُّـوا فَـثَـمّ وَجْـهُ الـلّٰـه، جوڳِي
جانُون ڪَنِ
نَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنَّ حَبْلِ الوَرِيدِ ٿيا پاڙيچا پِرينِ(۱)

---

۱) ش. 'ٿيا پاڙيچي پرين'.

قاسمَ ڪانوڻين، نانِي گـڏي نِجهري .

[٢] بي جو لَٽو بار، ”آلفُ“ ڏنائُون اِڪيين
آنَا آحـمـدُ بِـلا مِيمِ، ٿِئا سامي سِليدار
رَأيتَ رَبّي بِـربِّي ، ڏنائـون ڏاتـار
قاسمَ! ڪَلاندار، آسڻ آرامـي ٿـيـا.

[٣] تي تَڪبّر تارِڪي، ڪِيْنُو مُور نه ڪَنِ
هُـئَـنُ چـَڏي هَليا، روئِي رامَ رَسنِ
فَلِيَضْحَكُوا قَـلِـيْـلاً وَ لِيَبْكُوْا كَثِـيـرا،
اِي عادت آديسين
قاسم ڪانوڻين، ناتُ نَمايو نيازَ سان .

[٤] ثي سَڌُ ٿِئون، ٿي سُٽِيڏي آتـيـا
ذالِکَ فضل اللّٰه يؤتيه مَنْ يّشَاءُ،قادِرَ ڪَرَمُ ڪِيونِ
مَنْ لَهُ الْمَوْلٰي فَلَهُ الْكُلُّ، سِيڪِينْ اِتِ سرِئونِ
بارِي ياگَ، وَرِيونِ، قاسم ناتَ نَوازِئا.

[٥] جيمِ جَهلِيندي جَڳ، نادُ وَجائي نَگَئا
اِهْدِ نَـا الصِّراطَ الْمُسْتَقِيمَ، سامي ٿِئا سَرَڳَ
مَنجهان نات نَـرڳَ، قاسم ڪيئا ڪاپڙي.

[٦] حي هَتَ جي حَدَّ، وِيا اورانگهي اوڏهين
نانگن پنهنجي نَفسَ جي، سَيڪا وَڍي سَتَ
مَنْ عَرَفَ نَفسه فقدَ عَرَفَ ربَّه، پُنهون عشق عَدَد
مَنْ طَلَبَ شيئًا و جَدَّ وَ جَدَ، قاسِم سَريو سامين.

[٧] خي مَليندي خاڪ، قاسم هَليا ڪاپڙي
دُنيا ۽ عقبىٰ ڪان، پاڻ رکيائون پاڪ
طالبُ الدّنيـا مُخَنَّثٌ، طالب العقبىٰ مُونَّثٌ
آلڪَ جا عُساق
منجهان روزَ ميثاق، پَنڌُ پَروڙي آئيا.

[٨] دُوئي دال ڦِٽي ڪَري، ٻورِ ويا پيهي
جوڳين ڪي جَبرُوتَ ۾، ٻل گهڙي پيئي
مُلڪ ڇڏي مَلَڪُوتَ جو، ويا سامي سنجهيئي
نُـهَـنْ ڪوڙيندي نِڳئا، ناسُوتانْ نيهي
ڏٺائون ڏيهي، لَتاڙي لاهوت ڪـي.

[٩] ذال ئون ذِڪرُ خَفِي، جَهْرُ جَڳايو جوڳيين
نانـگا نانِي هَليا، ڇَـڏي آبُ آخِي
پاڻُ نہ ڪَٽِنِ پاڻَ سان، صوفي صاف سَخِي

مَهيسينِ مَخفِي، قاسِمَ! رامُ ريجهائيو.

[١٠] ري رِيا جي تَڪيي آسَڻُ ڪَنِ نہ آو
لوڪَ نہ لَڪِي سَڪهِيا، خاڪِي سندينَ خُوء
ڏاڳا ڏُوڙِ پَڪليا، ميرا ٽَٽڙن مُـوء
راوَلَ رُوبرُوء، قاسم وَصُـلَ واڳيـا.

[١١] زي ذَرو نہ جَڻيا، جوڳِي منجهہ جَهان
ماريندي مُرادَ کي، وِٺا ڏانه ويران
الْعشقُ نارُاللّٰه، جَـلَّ پِرايـو جـان
مُـوتُـوا قَبلَ آنْ تَمُوتُوا، مرِي لذّائون مان
قاسم اِن ڪَمانِ، گهٽا بابُو گهائيا.

[١٢] سِين وَجائِي سڳِيُون، هليا ڏانه هنگلاج
تَرڪ تڪيا تَن تارِڪين، ڪنه سان ڪم نہ ڪاج (١)
پيتِ بُڪيا لُنگ لانگ ۾، سرِ سلطاني تاج
سيواگر سَڪاج، قاسم نِينهَن نوازيا (٢).

[١٣] شِين وِجائي شَڪ، گڏيا گورڪَناتَ کي
صَحِي سُجاتو سامِيين، حق سان پنهنجو حَقُ

---

(١) اصل . 'ترڪ تڪيا تن تارڪي ـ الخ' (٢) خ ظ. 'سيوگر سڪاج، قاسم لينهن لوازيو'؛ ک . سيوگر سڪاج، قاسم نينهن لوازيا'؛ ش. 'سيوا گر سڪاج، قاسم لينهن نوازئا'.

آلانسانُ سرّيْ وَ آنا سِرهٗ، سِکيا ايُ سَبَقُ
وُجوديِ وَرَقُ، قاسم پڙهڻ ڪاپڙي.

[١٤] صاد صبرَ جون سگيون ويئا وَڃائين
وَاللّٰهُ مَعَ الصّابِرِينَ، ڳُجهه اندر ڳائين
جيڪينْ مُڪو سَڄٽين، سو پلو ڪيو پائين
نانيِ ڏَنْـهُ نائينِ، مُنهُن مونا ڪَنڌُ ڪاپڙي.

[١٥] ضادُ برتَنُ هٿ ۾، ڪاسو مُور نہ ڪَنِ
پَرگهرانْ پِرِي ويا، گهران ڪينَ گُهرَنَ
ڪانوڏين قبوليو، فاقو فَقيرَنَ
فَاقَـۃُ الفَقْرِ مِعْرَاجُ الفُقُراء، ايُ وَجهُ ويراڳين
قاسم ڏيٺي ڪَنِ، سُٽِج ڳالهہ سناسيينْ.

[١٦] طوئي طالبَ توڙ ري، وِچان ڪينَ وَرَنَ
مَرَضَ مهيسي موت جا، ماريا تان نہ مَرَنَ
آلا اِنَّ اولياءَ اللّٰهَ لا يمُوتُونَ، خِضر خوءِ سَندَنَ
توڙئُون مٿان تَنِ، لٿو حرف حسابَ جو.

[١٧] ظوئي ظالم نَفَسَ سان، جوڳين واريِ جَنَگ
فَتَحْنَا الجهادَ الاَصْغرِ وَرَجَعنا الِي الجَهادِ الاَڪْبَرِ،
مُڙن ڪين مَلَنگ

قاسم ڪيسَرَ رَنگ، ڪالَهه رَتائون ڪپڙا.

[١٨] عَينَ آلک سين واڳئا، پيائي پاريائُون
لَمْ يَلِدَ وَلَمْ يُولَدْ، پڙهي پارياٿُون
مَاڪانَ مُحَمَّدًا آبَا احَدٍ، اي سَٽ ساريائُون
ويا وارِيائون، قاسم قضا ڏينهڙا.

[١٩] غَينَ غذائُون اُن جون مِڙئي مُوچارِيُون
فَرضَ، واجِبَ، سُنّتُون، پڙهي تَن پارِيُون
سَڀِي سَنّيُون تَنِ کي، صاحبَ سيکاريُون (١)
اُنِي جِيوُن آريُون، قاسم! ربّ قبوليُون.

[٢٠] في فائِقَ فيضَ جا، آجها عاصيڙَنِ
وَما آرْسَلْنَاکَ اِلاّ رَحْمَةً لِلعَالَمين، سپ ڌي
هَٿ سندن
قاسم مٽان تَنِ، گهوري گهوريان جندڙو.

[٢١] قاف ڪَمائي اُن جِي، قادرَ پيشِ قَبول
اِعْمَلُوامَاشِئتُم فَقَدْ غُفِرَتْ لَکُمْ، مُختيارِي مَقبول
حَسَنَاتُ اْلاَبْرارَ سَيآتُ الْمُقَرَّبِيْنَ، سودو پيڙُن سُول
قاسم منجهان مول، هادِي حاصل وِتْرو.

---

(١) ظ ڪ جي پڙهڻي مطابق ' صاحب سينگاريون '

[٢٢] كافُ ڏٺائون ڪُلُّ، ’جُز‘ وڃائي جوڳِيين
آنَا مِنْ نُّورِاللّٰه وَ ڪُلُّ شَيءِ مِّن نُّورِيْ،
آيو پيش اَصُلُ
سَتگُرَ مُلا ساميين، آندو عِشقُ اَمُلُ
قاسم اَرڪَ اَتُلُ، مِليو مَهيسينِ ڪي.

[٢٣] لام لانگوٽئان ڏارَ، آنگَ نہ اوڍِنِ ڪپڙا
اِنَّ اَولِيائِي تَحْتَ قَبَائِيْ لا يعَرِفُونَهُمْ غَيرِيْ،
ڏِکئا ڏِکٿهارَ
نانگا پنهنجي نَفسَ تي، ساڃا ٿئا سُوارَ (١)
تَنِ سامِينِ تان سَو وارَ، قاسم قرباني ٿيان.

[٢٤] ميمَ نہ ماسو مالَ، نڪا سُڌِ سوالَ جي
نڪو سَنگُ ثَوابَ سان، نڪو ذوه وَبال (٢)
اَلا اِنَّ اَولياءَ اللّٰهِ لاَ خَوفٌ عَلَيهِمْ وَلاَ هُمْ يَحْزَنُونَ،
لٿو خوف خيال
جوڳِي منجهہ جَمال، قاسم پُوتا ڪاپڙِي.

[٢٥] نُون نمائي ڪَنڌ، آيا آلڪَ سامهَان

(١) ظ. ساڃا؛ ساڃا (٢) خ ڪ. ٻبال.

آدبُ آديسينِ جو، پُوربَ منجهه پَسند
مُنهن مُونئِن سِر مَٽڙا، سِيني منجهه صَمَد
تالَ وَڃائي تَند، قاسم ريڏا رام سان.

[٢٦] واڳئا واو وِصالَ جي، وينا منجهه وُجُود
منجهه تيرٿ، منجهه تَڪيا، منجهه عَنبَر، منجهه عُود
منجهه ڪعبو، منجهه ڪيرَتُون، منجهان منجهه مَعبوُد
قاسم ڪَنّ سُجُود، پاڻ سُڃاڻي پاڻ ۾.

[٢٧] هي هِنيين سين لاءِ، قاسم سُڻ سَنيهڙا
ايڪلَتارو تالَ سان، ويهي هِت وڃاءِ
ڳايو وينو ڳاءِ، سَو ڳُڻَ سناسينِ جا.

[٢٨] لامُ لَڪياري پِير، مُرشد منهنجو مَعنَوي
ابنُ علي شاه جو، ڏوهٽو مُحمّد مِير
قاسم! ڪُل ڪَبِيرَ، ڪامل منهنجا ڪانئيا.

[٢٩] ألف آسَڻ آئيا، جوڳِي جاتَ ڪري
پُڇ تَني ڪان خَبَرُون، پرتَئُون پير پَري
قاسم اُنّ ڳَري، ڳُجهي آهي ڳالهڙي.

[٣٠] يِي يارانيِ حَقَ رِيِ، ڪنهن سين مُور نہ ڪَنَ

لاڳاپا جي لوڪ جا، لاتا لاهوتين

اَلْفَقِيرُ لايَحْتاجُ اِلّا اِلَى اللّٰه، پَرگهَرِ ڪين پِنَنِ

توڙ ئون قاسم تَنِ، اوريو ڀِيڻُ آلڪَ سان.

وائي

سِڱَڙِيَنِ سامِين سُڻائِي، اي ساءُ اجو ڪِين جامَنَ ڳالَهڙِي

١. سامين سِڱڙِينِ ۾، وحدت ڦُوڪَ وَڄائِي (١)

٢. رَأَيتَ رَبِّي بِرَبِّي، سَتگُرَ اِيَ سَمجهائِي

٣. آنا اَحْمَدُ بِلا مِيمِ، ڳالهہ اِها تَنِ ڳائِي

٤. ڪارو پَسن ڪِينَڪِي، سامِينِ پيش صفائِي

٥. قاسم! قُلزُمَ ڪُنَ ۾، ٻوڙِي ڇَڏِ ٻيائِي

—⁂—

(١) خ. اللّٰہ سامين سڱڙين ۾ - الخ؛ ظ. آلا" سامين سڱڙين ۾ - الخ .

# سر رپ

[۱] سُورَنِ سَوا-سير، جي پائي ترازيَ توريان
گوندر غمر غريب جي گهَٽ ۾ لايا گهير(۱)
پيو سَچيندو ڪير، صحتَ سپيرين ري.

[۲] سورنِ سيرُ-سوا، مَٽنِ مَتو ڏاهه ڪو
مون ڏي مُڪا ماءَ! آڻ توريا سَچَٽين.

[۳] سڄڻ! سِڪ مُياس، موٽ منهنجا سپرين!
وَرهيه منجهه وِماس، مون ليکيندي لنگهيا(۲).

[۴] سڄڻ! سِڪَ مران، ڪَرَ نه لَڏيئي ڪَڏهين
منجهئِي منجهه پِران، ڪُنير نِيهائين٘ جانْ(۳).

[۵] سڄڻ! سڄي راتِ، تو گَرِ ڏيان پانهڙِي
پاپوهي پِرياتِ، هوند ڪيُرون ڏنمِ جيڏيين(۴).

[۶] سا مَ وهامي راتِ، جنهن ۾ گڏيا سُپرين
پينَرَ! پَلِيءَ پاتِ، اوريان سورَ عجيب سان.

---

(۱) ڪ. گهيڙ. (۲) ظ. ورهه منجهه-الخ. (۳) ظ. منجهيئي منجهه-الخ. (۴) ظ. ش. ڪيرون ڏينم جيڏيون.

## وائي*

سانگ مَ پوئي سَڄڻين، مَ قوڙائو پوءِ

١. سَيڪو پيڙو سَڄڻين، هوند هَميشان هوءِ

٢. جدا پنهنجي پِرَ ڪُون، قادر ڪج مَ ڪوءِ

٣. قاسم قرب جنهين سان، سائين آيم سوءِ



* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪاهوڙي' هيٺ ڏنل هئي، جتان ڦٽائي هت آندي وئي آهي. ٽي مصرع ط ڪ د ۾ ڏنل ڪانهي.

# سر ليلان چنيسر*

[١] ليلان لُڇڻ ڇڏيو، ڪِينَ چَنيسر چيوسِ
پُڇهان ڪَنِ پيوسِ، ڪو جو ڏوهُ ڏُهاڳَ جو.

## وائي**

توبه توبه يار! تو در زارِي، خان! تو در زارِي

١. رَبِّ آرِنِي موسيٰ ٻولِيَ، ’لَنْ تَرانِي‘ آءُ مارِي

٢. بازِي عشق جِي ڪيڏڻ وارن، ڪَنِ ڪِتي ڪَن هارِي

٣. دلبر منهنجو دانا بينا، آءُ تان پورڙي ڏارِي

٤. پاڻان پاسي پاڻ سجاڻي، ڏِکي ڇِڏِ مَ ڏارِي

٥. ڪَني عيسيٰ موسيٰ ميڄئو، قاسم احمد تارِي



* هن سر جو هيءُ هڪ بيت نقط خ ۾ آهي، جتي سر جو عنوان هن طرح ڏنل آهي: ’سر ڪونرو ۽ ليلان ۽ چنيسر‘

** هيءُ وائي اصل ۾ ’سر ڏنا سري‘ هيٺ ڏنل هئي جتان تپائي هت آندي وئي آهي. ظ ۾ ٿلهه هن طرح آهي: ”توبه توبه يار، تو درجاني، خان تو درجاني، توبه“؛ ڪ ۾ ٿلهه هن طرح لکيل آهي: ” توبه توبه زاري، اي خان تو در زاري “. ١. خ. ’لن تراني آه ماري‘. ٢. ظ. ڪيڏڻ وارا. ٣. ڪ. ’پورڙي ڏازي‘؛ ش ’پورڙي ڏاري‘.

# سر بلاول

[١] ڏئي جي ڏاتار، تہ منگ منگتي ڪيتري!
لک ۾ لک هزار، پينارا پُر ڪري.

[٢] ڏاتارُ ڏنڌ نہ پيڙڻو، ڏئي ڪلندي ڏاتِ
آيا سي اگهيا، ڪانہ پڇي ٿو ذاتِ
ڏيڻ جي ڏينهن راتِ، وائي اٿس ولت ۾.

[٣] ڏاتارُ ڏند نہ پيڙڻو، ڪلي مُنهن خوشحال
جيڪو ڪري سوال، تنهن کي ڪري سڏڙا.

[٤] ڏاتارُ ڏند نہ پيڙڻو، ڪلي مُنهن خوشحال
آئِي پهر عامَ تي، وَسي مينهن مثال
ڪوڙين لک ڪنگال، تنهن پاڳاري پرُ ڪيا.

[٥] پَسُ پاڳارو پيرُ، ٻئي دَرِ وَڃُ م مڱڻا!
دائم دستگيرُ، جنهن ڏڪيا ڏوليءَ چاڙهيا(١).

---

(١) ڪ. ڏوکيا ڏولي چاڙهيا.

[٦] حاتمُ هلي آئيو، پِنن پَٽ ڪٽي
سَندي قُربْ ڪَٽي، حاسيءَ ڏني هٿ سان.

[٧] حاتمُ هَلي آئيو، پَٽُ ڪَٽي پينار
سُرڪي سَخاوَتَ جي، ڏياريَس ڏاتار
عشق جو آثار، حاصل ڪري هلئو.

وائي

تون جُڳ جيندا هووينْ يار! تون جُڳ جيندا

١. توڙ ڪَنُون وه تؤن دلبر تَؤُن، مَئن صَدقي سوُوار
٢. ڪل عالَم دي تاج تَيڏي سِر، تون صاحب سردار
٣. لَک دشمن تيڏي ڪُون ڪَلاّ، ماران ٻانهن اولار
٤. حورانْ مَلڪَ، پَريانْ مل تيڏي پير چُمن پَينار
٥. قاسم دا سيئ دو جڳ دي وچ، باري تَوُ سِربار

# سر ڏهر*

## فصل پهريون

[۱] جاڙيجاڻي جنگ، آهي اوٺارن سان
لڳو لوڙائن جو، منجهان ٻنيءَ ٻنگ
گورا توڏ گڙنگ، هٽيو هيڪاندا ڪري(۱).

[۲] لاڪاين لغام، وڏا واڏين وات ۾
آڻن اوٺي ذات جي، من ۾ ڳجهي مام
آتُ نہ لڏو عام، لاڪي لوڙائن جو.

[۳] سڳڻ ٽيڻ سواءِ، جوءِ ۾ جمٽو ٻوليو(۲)
آيا جني لاءِ، سي وڳ پہ ڳڏين سامهان.

[۴] لاڪي لال ڪماڻ، هردم آهي هٿ ۾
سلهيو تيرن ساڻ، واگهہ پلي ٿو واهرو(۳).

[۵] ڪوڙين سؤ ڪيڪان، پڻ پاڇاواڙي پڌرا(۴)
هٽيو گرز غنيم کي، ماريو ڪن مسان

---

* ظ ۾ هن سر وارا اڪثر ورق ضايع ٿيل آهن.
(۱) اصل. 'گهوڙا توڏ گڙنگ'. (۲) خ ڪ ش. 'جمُر' (ڪذا). (۳) اصل. 'سليو'؛ خ ڪ. واگ؛ ش. واگهہ. (۴) ش پاڇا واڙي.

سِسيون نيزي ساڻ، ٻَڌيو وڃن ٻاپڙا (۱).

[٦] گهوڙا لک گهٽا، پُڻ پاچاوڙِي پڌرا
جَنِي مُنهن مٽيا، سي مون لاڪائي لَکِياَ.

[٧] پَکو پَکِي پاس، رِڻُ ريبارِڻ ڇانئيو
ويچارِن وِسواس، لٿو لوڙائُن جو.

[٨] رِڻ ريبارِڻ ڇانئيو، پکو پکِي وَٽِ
اُنيون چَرن اُنِ جون، پَهريُون مَٽِي پَٽِ
لٿو سُور سَرٽِ، لاڪي لوڙو ڇَڏيو (۲).

وائي

پَکو پکِي وٽِ لو! رِڻُ رِيبارِڻ ڇانئيو

۰۱ اُنيُون چَرن اُنِ جون، پهريون مَٽِي پٽِ
۰۲ لٿو لوڙائِن جو، سندو سور سرٽِ
۰۳ وانڍيون ويچارن جون، ڍِري وينيون وٽ
۰۴ ويهي ڌن وانڍِين ۾، ڪو ڏينهن قاسم ڪٽِ

---

(۱) خ. ٻڌيو اچن. (۲) خ ظ. لاڪي لوڙو ڇڏيو؛ ڪ. لاڪي لوڙائن ڇڏئو؛ ش. لاڪي لوڙڻ ڇڏيو.

## فصل پهريون

[۱] واٽيُون وهِي هَٿ تي، هاڙُو هٽِي پاس
لعلون لُٽي لاڏڪا، رزق ڪيائون راس
وَڍيائونْ وسواس، آلَسْتوَنْ آڱهُونڊ جو.

[۲] ڪارو مُنهن ڪِــراڙ ، ساڳاڻِ منهن سَنرا
گهوڙا پسيو گهوڙيو، تو پٽي نڪ نِراڙ
جِينءَ سو جَهنگ ڀِراڙ، تينءَ ڪِيْمَنُ پَرِي خبرا.

[۳] ڪِيمن خوش نہ اڄ، مَهتِي منهن نہ سَنرو
سندو سُود سَهڄ، وِئو ويچارِي وِسري.

[۴] ڪيمن ڪلڻ ڇڏئو، ويٺو روئِي رَت
ڪَمَن سَنڌِي ڪَن ۾، ڪالهہ وڌائون ڪَت
پِڳت پَلِيءَ پَت، لوڙائن لَتاڙِيو.

## فصل ٻيون

[۱] مارِيءَ مُنهن مَ پوءِ، ڪانُ مَ لڳي ڪونْجڙي
چِڳِي پَلِي هوءِ، سدا پيڙي سَڄڻين.

[۲] ڪوڙين پَرِي ڪان، اِجهِي مارِي آئيا
جِي تون نگهبان، تہ پَکُ نہ وِنگو پَکڻان.

[۳] چال م چيچي ڪا، سنجهان وڳر ڪونجڙي
مَچڻ مُلا ماء، جيئري جُدا مَ ٿئي.

[۴] ماري مڙيا لڪَ، ڏور آڏيائون ڏيهڙا (۱)
جي راضي رب آلڪَ، تہ پڪ نہ ونگو پڪڻان.

[۵] ماري سُنهن ڪارو، ڪارا متس ڪپڙا
جو پاريندڙ پکڻان، سو رَکٽهارو
وچي ويچارو، هٿين خالي هلئو.

[۶] رات لَمندي لاتِ، ڪوڪسُٽائي ڪونجڙيَ
پرڏين جا پرياتِ، آچي سور اُڌميا.

[۷] اٿي اُڏاڻي، پڪ چَنبيندي ڪونجڙي
آيس اُهجاڻي، ڪا رات پنهنجي روه جي (۲).

[۸] ڪونج اُڏاڻي ڪيچ، بچا پَرني ربّ کي
اُڏو ڏيٺي ريچَ، ماريءَ منبيو مامرو (۳).

[۹] ڪونج اُڏاڻي ڪال، بچا پَرني ربّ کي
وَڳر ساڻ وصال، موٽي ڪو مسّ ٿئي.

---

(۱) ظ. دوُر اڏايون ڏيهڙا؛ ڪ. اڏيائون ڏيهُون. (۲) خ ظ ڪ. روح جي. (۳) خ. اوڏا ڏيٺي.

### فصل چوٿون

[١] هٿي هٿ حڪمت جو، وٺي هاٿيءَ ڪان حساب
جنبو ڇا جواب، ڪندو ڪيهر سامهون(١).

### فصل پنجون

[١] مون جي ڏٺا ڪال، سي اڄ نه آني پيٽئين
ڪوه ڇاٽان ڪيڏانه ويا، ڪنه منهن ڪاهي مال
سچ سلائج ڳال، پڪا پرڏيهين جي.

[٢] پڪا پرڏيهين جو، ڏي ڏکيءَ کي ڏس
جي وانديون ويون وس، ٿو اندر آئي آن لئي.

[٣] اڄ سانباهي سٽ، ڏنم سنگهارن ۾
ما منهينجا مٽ، ڪاڇي وڃن لڏئو.

[٤] ساڏاڏايون سونهن، ٽڙين ٻنهي ڪنڌيين
ڪنڊين ۽ ڪونهن، هيڪ هميشان نه لهي.

[٥] مينهون جهل مهار، کهري چارِ م ڪنڍيون
ڇيڻهي جي چاهه پٽي، مينهون هڏ م مار
هتان لک هزار، هور پرائي هليا.

(١) اصل ۾ هيءُ بيت 'سر بلاول' هيٺ ڏنل هو، جتان نڀائي هت آندو ويو آهي:

[٦] جِيئَنِ سِي سنگهار، جَنَبُ گُذاريم جن سان(١)
مَتَنِ سانوڻ مينهن جا، گَجنِ گُونْدَ ملار
قاسم! ڪُنديون اُن جون، ڏسن ڪوڻ ڏڪار
گورس غم گذار، اوتيو پِيئَنِ پَهَيَڙا.



(١) ڪ ش. جنم گذاريم.

# سر ڪاپائتي*

[١] اوريندي آرَتَ، ڏوري ڇڪي سڄڻين
هٿيو چُنو هَٿَ مُون، وِڌو سُورَ سَرت
پُهو ڪريو پَٽ، آتڻ وِٺو وِسري.

[٢] آتَڻُ وِٺو وِسري، پرهَ ڪَتندي ڪيرَ
هُتِ سَرتيون گهُرَنِ سيرَ، اسان تندُ نہ اُڄَهي (١).

[٣] آتڻ مٽان آڄ، اسان لا تو آسرو
وَنُي وِڌم ڇڄ، سي واڙا واء ڪٽي ويو (٢).

[٤] آتڻ مٽان آڄ، اسان لا تو آسرو
پُوٽيون پائي پاند ۾، پيٺ اسان ڪان پيچ
جي تو اچي لڄ، تہ آيَلَ ويهہ مَ اوڏڙي.

[٥] مون سين ڪتيو جنِ، سي ويا اولاڏي اوهِري (٣)

---

* هي بيت سيئي قلمي نسخن ۾ "سر ڏهر" هيٺ (شروع ۾) قلمبند ٿيل هئا، جتان جدا ڪري هي 'سر ڪاپائتي' قائم ڪيو ويو آهي.

(١) ظ. 'ڪَرَنِ سيرِ'؛ ش. 'ڪتين سير'. (٢) هي بيت ڪ ۾ ڪونهي. (٣) خ. 'مُن سين ڪتيو جن- الخ'.

هاڻي ساڻ ٻين، آتڻ مُور نه اُجهي.

[٦] مونکي ڪتڻ ڪال، جن سيڪاريو جيڏيين
چَرکو اُني چال، ڪا ڦيريندي نه پَسان.

[٧] نَڪَ نه ڪَپي تند، آرٽ پُٽڪو نه ڪَري
هَنجهُون هاري هَند، پَسان پاڙيچين جا.

[٨] نه سي نَڪَ نه مال، نه سي آتڻ واريون
اجان چرکا ڪال، ٿي پانهيارين پُرائيا.

[٩] چرکو نَڪُ ٻئي، اولاڻجي آڌ ٿئا
پِها پٽ پئي، لَڙيا لاڪيٽين جا.

## وائي *

تُون پڻ ياد تني ڪي پوري! تو جَني جي ڙي تاتِ

.١ فَاذْكُرُونِي أَذْكُرْكُمْ، اِيَ پَرُوڙِج باتِ

.٢ گُجهان گُجهه ٻريان سين، اورج آدي راتِ

.٣ قاسم ڪِيمَ وِسارِيين، سَندَڙي لا لَڻ لاتِ (١).



* هيءَ وائي اصل ۾ 'سرڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي. (١) ڪ. 'قاسم ڪيئن ۽ وساريان- الخ'.

# سر گهاتو

## فصل پهريون

[١] مِڙِيئي مَلاحَنِ، مَڇَ سان وڏو مامرو
وڙهڻ وائِي وات ۾، روڪيا تان نه رَهن
صُبح سي نه سَهنِ، آجُ هِينْ ماريُون مَڇَ کي (١).

[٢] اج هِين ماريُون مَڇَ کي، صُبح سَهي ڪيرُ
وَٽُ وَهلو ويرُ، ته پرِيِي ٽِئِيئِي پِڏرِي (٢).

[٣] سَڌَ سَيَڪنهن هوء، سَدا مُندَ شِڪارَ جي
تانگهو گهوريو گهاتُئِين، اونهِي ويا نه اوء
مَڇُ ماريندو سوء، پِسِي جو پاتارَ کي.

[٤] پِسي جو پاتار کي، سو مَرُ ماري مَڇ
جَنِي گهوڙي گهاتُئِين، سَندِي پاٹيء پَڇَ
تَنِي سَندا رَڇ، پِٺُونْرا پاٹِي آئيا.

(١) ڪ. 'صبح سيءَ نه سهن'. (٢) ڪ. 'ٽئي پڏري'؛ ش. 'ٽيندئي پڏري'.

[٥] جَنِي گهورِي گهاتُئين، سَندي پاڻي پڪَ
تَنِي چُوسِي چڪَ، ڏانَ لَڏائُون ڏيڏريُون.

[٦] گهاتو گهيرِيا مَڇَ، مَڇُ نہ گهيريو گهاتُئين
تَنِي سندا رَڇَ، جهَلي رپَ رَهائيا.

[٧] گهاتو گهڙيا، نہ وَريا، وَڏي لَڳيَن وير
تَنِي سندا سِيرَ، آيِـي نتُ نهاريان.

[٨] وڙهڻ واري سيڪو، وڙهي نہ جاڻن
ڪُجهاڙِي ڪي ڪَنِ، ڪُوڙيون سَڏون ڪُنَ تي.

[٩] گهڙِي گهوريائُون، اونهي ڪُنَّ عَميق ۾
جتِي تانگهہ نہ تارُئين، سو ڏيہُ ڏوريائُون
ڪَجُون ڪوريائُون، وِجهي ڪاتُ ڪپارَ ۾.

[١٠] آيا مردَ مَڇي، ڪَلاچِيَ جي ڪُنَ تي
ڏِٺائون ڏَئيتَ ڪي، اڪين ساڻ آچِي
مورڙِي مَلَ مَڇي، وڌُس ڪُندُ ڪَپارَ ۾ (١).

[١١] سَرُ جان چايو ماء، مَلُ مَهائين مورڙيو
وِڙهندي مانگر مَڇَ سان، ويرَ نہ لڳو واء

(١) خ. 'مورڙيءِ'

ڏِڀو دَلُوراءِ، هردم ڏُنسِ هَٽَ ۾.

[١٢] گهٽا گهاتو آئيا، دِلْ بهادُرَ دَلَ
ڪُتا ڪُنَ ڪَلاچَ جي، اونهي آب آجهَلَ (١)
رِي مَهائِينْ مَلَ، وِڙهي ڪير ڪَلاچَ سان!

[١٣] گهٽا گهاتو آئِيا، مَتِي ڪُنَّ ڪَهِي
سَگهِي ڪونه سَهِي، تابش هِنَ تلاءَ جي.

## فصل ٻيو

[١] تانگهيائِين سو تار، جو اڳ نه گهوريو گهاتُئِين
مَهائِين مَنٺار، لاتِي آڳَ اڳين جِي.

[٢] مَرُ جانْ وِڙهي مورِڙو، وِڙهي جو چاڙي
جيڪِينْ لِکِيو لوحَ ۾، سو سَيِ سُجاڻي
تانگهوءَ ڪي تاڻي، ڪيڀائين ڪَلاچَ مان (٢).

[٣] تُون مَلُ مَهائِين مورڙو، تون شِڪاري شيرُ
تون قلعي جو ڪوڏئو، تون وَنديِن ويرُ
ٻئو وِڙهندو ڪيرُ، ڪلاچِيءَ جي ڪُنَ سان.

---

(١) ظ. 'ڪُتا ڪُن ڪُلاب جي- الخ'. (٢) خ ظ ڪ. 'تاگونءِ' ; ش. 'تاگهو'

[٤] موڙي ماريو مَڇُ، مَڇَ نہ مهٽيو موڙو (١)
راوتَ ڇڏي رڇَ، هنيسِ ڪاتُ هٿن سان.

[٥] لَڪين گهاتو گهڙيا، پر مُهتُ پرايو مورَ
تتي مانگر تڪيو، جتي آبُ آتورَ
شڪاري شهزورَ، هنيسِ ڪُندُ ڪپارَ ۾.

[٦] لَڪين گهاتو لَڙيا، پر موريو مَلُ مَزارُ
جتي تانگهہ نہ تارُئين، تانگهيائين سو تارُ
هٿي ڪُندُ ڪَنارُ، مانجهيءَ مانگرُ مارِيو.

[٧] لَڪين گهاتو لَڙيا، پر مُهتُ مورَ ڪيو
ڪري ڪيرُ ٻيو، هيڏي سوبَ شڪار جي!

[٨] لَڪين گهاتو لَڙيا، پر موريي مَٽُ نہ ڪو
هي سوڀارو سو، جنهن ويرَ اڳين جا وارِيا.

[٩] مانگرُ مارِيائون، گهاتنِ گهرِ واڌائيون
پنهنجا پارِيائون، قولَ ڪَلاچيءَ ڪُنَّ سان.

[١٠] ڪَڇُون موريي ڪَڇِ ۾، ڪَڇُون پري ڪينُ (٢)
ادا! ڏي آمينُ، تہ همہ ڏي حَقُّ ٿيو (٣).

[١١] تون ڪَڇُونءَ جو ڪوڏيو، ڪَڇونءَ توسين ڪوڏُ

(١) خ. 'موڙيي'؛ ظ ڪ. 'موڙي'. (٢) ڪ. ڪڇُون. (٣) اصل. 'حَقُ ٿئو'.

کنهن کي چُونڊين ڀوڙُ، جي هَمَه ئي حَقّ ٿيو.

[١٢] ڪٿان ڪَڇُون آئيو، ڪٿان آئين تُون
ڏيکِ مَ آدا ڏُون، جي هَمَه ئي حَقّ ٿيو.

[١٣] ڏِسَڻ ڪيا ڏُورِ، ڏِسُ مَ ڏائي جيٽي
اکيون ٻئي پُورِ، تہ هَمَه ئي حَقّ ٿيو.

[١٤] نَکو ڏُجَهڻُ ڏيهَ ۾، سَڄَڻ نہ وائي
ٻولِ نہ ٻيائي، جي هَمَه ئي حَقّ ٿيو (١).

[١٥] جانْ جانْ جيين جڳ ۾، مَڇي مُورِ مَ کاءِ
ٻَلِي سَندي ٻِرِيءَ کي، هارِئا هَٿُ مَ لاءِ
جنهن ۾ ڪِکيءَ ساءِ، اوڏو وَڃُ مَ اُن کي (٢).

## وائي *

موريو مارينڌءُ ووا مَتو آهيين مَڇَڙا

١. مَڇَنِ سندو مَنَ ۾، هُمُڻُ توکي هوءِ
٢. تولاءِ رَکِي رَڇَڙا، صبح ايندو سوءِ
٣. ڪاڏي ڪندو وانڙي، [لِڱَن] منجهان لوه (٣)



(١) ڪ. 'تہ همه ئي حق ٿيو' (٢) هي بيت فقط ظ ۾ آهي.
* هيءَ وائي فقط ظ ۾ ڏنل آهي. (٣) اصل 'لوح'.

# سر ڍولو مارو

[۱] ڍولو نَرُوَرَ سيريين، مارُو پاس ٽَرين
قاسم ٿَر ٻاپِڙا، آڙهر پِياس مَرين
گورِيْ جُوئِي ٻانڙِي، تون ڍولا! آو گهَرين.

[۲] ڍولو نَرَوَرَ سيريين، مارُو ٿر رَهَڪ
گورِي جُوئِي ٻاڏِڙِيْ، اُوِيِيْ ماٿِي لَڪ.

[۳] مارُو ماٿِي سِينڍِيُون، ڍولِي منهن ۾ مُوڇ
قاسم ڪيم بِسارتان، ڍولا سونَ سَرِيْڪا سُوچ (۱).

[۴] مارُو ماٿِي سِينڍِيُون. ڍولِي ماٿِي مول
ڍولا! ٿارِيْ ماروئي، قُول سَرِيڪِي تول.

[۵] مارو هاٿِي مينڍڙِي، ڍولِي هات ڪمان
ڍولو ماري مِرگڙا، مارُو لال جوان.

[۶] مارو هاٿِي مينڍڙِي، ڍولِي هات ترار

(۱) ظ. 'قاسم ڪير وسارتا، ڍولي سون سريڪا سونچ'.

ڍولو ماري ايڪ دو، مارُو لاک هزار.

[٧] مارو مُونهه ۾ پيڙلو، پان سوپاري کاءِ (١)
ڍولو نَرور سيريين، اُڙ ڪانگا ليءِ آءِ.

[٨] ڪوڏ، پُرنٿ، ڪَٿ، ٻاجري، مونگ، جواري کاءِ (٢)
قاسم ڪَنوَل ڪامني، چوڏس چاند لَجاءِ.

[٩] پانا جَيسي پاتلي، قاسم ڪَنوَل رنگ
اُوپي آنگڻ تڙَڦڙي، جيم جوئي نانگ پوَنگ (٣).

[١٠] گم گم پائي گُونگهرا، جان الٿيو گَينَدُ (٤)
راه آنگڻ مارُو چلي، [جيم] پيني بادر چَنڊ (٥).

[١١] مارُو اوٺا اوتري، ڪَڙيين لاوي ڪيس (٦)
چَتر پَتيو راجيو، جيم مارن چليو ديس (٧).

[١٢] ڍولو آوي هَنس ملُون، پائُون پَڙُون مين توءِ
تُجهه سليڪي آبرو، پاڳ همارو هوءِ (٨).

[١٣] اُڙ ڪانگا لي جا تون، ڪاڳد ميرو آج (٩)
قاسم ڪيم بسارتان، ڍولا لاک سَريڪي لاج.

---

(١) خ ظ ڪ. پيڙي؛ ش. پيڙلي. (٢) ڪ. ڪوڏ؛ ش. ڪيوڏ (٣) خ ظ ڪ. 'جين ڏسي لانگ پونگ'؛ 'جيڻ جوئي نانگ پونگ'. (٤) اصل. 'گم گم پائي گوگرا'. (٥) اصل. رائي. (٦) اصل. 'ڪڙيي لاوي'. (٧) اصل. جڻ مارن؛ هي بيت ظ ۾ ڪونهي. (٨) خ. 'همارا هوءِ'؛ ظ. 'هماري هوءِ'. (٩) اصل. ڪاغذ.

[١٤] ڍولي ڪاڳر وانچتي، قاسم لاڳو ٻاڻ
ڪاڳر پڙهتي پڙ گئي، مَن ۾ تاڻو تاڻ (١).

[١٥] ڀَڪ هووي تو آڙ ملوڻ، گڙتي مانجهه رات (٢)
مارُو سي باتان ڪران، قاسم ڀاتو ڀانت.

[١٦] اُڪنڍيا تنگ تاڻيا، مارُو چت چڙي
آڌي رات اوٿارسان، سُوتي سيج پڙي.

[١٧] قاسم ڪاڪر ڪاڍ لي، ڏي مهارن ڍيل (٣)
ڍول هماري ڀڳ ۾، ڪين سوڪ لڳايا ڪيل.

[١٨] ڀڳلين ڪاڍي ڪاڪري، ڪرهي لاڳي ڪام
گڙتي مانجهه راتڙي، نجرين ڪيڏو گام (٤).

[١٩] ڀڳلين ڪاڍي ڪاڪري، ڏيڏي تڻ مهار (٥)
ڀڳ پون سي مل گئي، جا اُوڍو آنگڻ ڀار.

[٢٠] ڪرهي ٻاڍي ڪوسڙي، پل ۾ سات پچيس
ڪُٽڪ سُتتي مارُوئي، اُرڙي ڀاڳي ايس (٦).

[٢١] رُوم رُوم سيتل ڀئي، اُتر گئي سب پاپ
ووهي ڍولو گهر آئيو، جو آنني ڏيڏو ٻاپ.

(١) اصل ۾ نهي سٽن ۾ 'ڪاغذ'. (٢) ظ. 'ڀڳ هو وي تو'. اصل. 'گنتي مانجهه رات'. (٣) ظ. 'ڪاڪر ڪاڍڪي'. (٤) اصل. 'ٻاگين' ۽ 'گنتي مانجهه راتڙي'. (٥) خ. ٻڳلي؛ ظ. ڀڳلي؛ ڪ. ٻاڳيي؛ ش. ڀڳ. (٦) ڪ ش. 'ڪرُڪ سُتتي' اصل. 'آرڏي'.

[۲۲] مارُو ڍاڙُٿو ڍولئو، ساسُو ڍاڙِيۡ سيج
آج ڍولو گهر آئيو، مانڍِيۡ مِلئو ويج.

[۲۳] سو ڍولو گهر آئيو، جِنۡ ڪِي جوتِيۡ بات
مَيّن ڍولِي سي هَنۡس مِلِي، ڪِلِن لاگِيۡ ڪات.

## وائي *

ڪَيۡسَرِيا! گـره لَگاني دي سانۡوَرِيا (۱)!
اِتني عرض ميرِي مان ري
ساچ ڪَهو، تُم ڪاهيڪو رِيسّاٹي، رَهتي روز خَفا
قاسم سي هَنۡس بول پيَرَوا! جو چاهي سو لي (۲).

—✻—

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر سورٺ' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٽپائي هت آندي وئي آهي.
(۱) خ ڪ د ش. 'ڪيسريا گرهو لگاليندي سامريا'؛ ظ. 'گرهو لگانيڏا سامريا ڪيسريا.'
(۲) ڪ. 'جو چائيي سولهي'.

# سر مارئي*

## فصل پهريون

[۱] پَتين پَتين پال، مون سِرَ ماڙيچنِ جا (۱)
ڪوهُ ڪَريان ڪَوْنَنَ ڪي، مون نہ گهُرجي مال
ويٺي گهران وِصال، مَنَ ۾ مارُوءَ جام جو.

[۲] مون سر ماڙيچنِ جا تورا نہ تورا
آءٌ ڪينءَ ڪيان ڪَنَن مان، ڏاڏاڻا ڏورا (۲)
سانيِي سَدورا، مُنڌ رُونديءَ ميڙيين.

[۳] مونکي وِجهَل وَڍِيو، آباڻن جي آڄ
ماڙيءَ لَڳُم ميهڻو، لُڇيو مَرانْ لَڄ
پائي چاڙيان چَڄ، مِٺي مَڪ مَلير جِي.

[۴] منهنجو وِجهَل وَڍِيو، هِنيِڙو وِچِنءَ ويِرَ
عمر! آباڻنِ جا، ويٺي سوريان سِيرَ

* خ ظ. 'سر مارُوئي'. (۱) ش. مارونٽن جا (۲) خ ظ. 'ڪن مان'.

اڪيون ڪَرِي پِيرَ، وچان وطن سامُهِينْ.

[٥] وِجُهلَ ويڙهيچَنِ جي، مون وٽ وڏو مال
گِٽي گِٽيان ڏينهڙا، ساعت پانيان سال
اينذَمِ اڄ ڪِ ڪالهه، وِيئي وات نهاريان.

[٦] وِجُهلَ ويڙهيچَنِ جي، ويهه مَ وِسارِي
فَلْيَضْحَڪُوْا قَلِيْلاً وَ لِيَبْڪُوْا ڪَثِيرا،
پَڙهيو تِـي پارِي
هَنجُون جا هارِي، پِسي سا پَهنوار ڪِي.

[٧] سَڳا سُونهَنْ سنگهارَ جِي، سونئُونْ پَلا سَبَ
هميراٽي هَٿَ سان، تَنَ تِي چَڙهِي تَبَ
لوڏِي لَسِي لَبَ، پِيان شال پَهنوار سان.

[٨] ڪَٽَ مَٽَ مُور نه پانئيان، وهڻُ وارِيءَ هنڌُ
شال نه ڪنديس سومرا، ڪُرَ هيٺانهون ڪنڌُ
مون ليکي مَسْنَنْدُ، مَنَهنْ ماڙِيچَنِ جا.

[٩] قَلْبَ ڪَڪَ وَڏَنّ، ماڙِيءَ مَنُ نه وِنْدُرِي
جَهروڪن جهوريو هنيون، هتي هڏ سڙن (١)

(١) هيءَ مصرع خليفي حاجي شيرمحمد جي صدري روايت ذريعي ملي مگر قلمي نسخن ۾ ناهي.

ڪرڙين پٽ پُهنوار، سي پُسيءَ تا پَرَنِ (١)
جي ڪِلِي ڪَٽَ چَڙهنِ، آءٌ نه ڄاڻي اُنِ مان.

[١٠] آءٌ نه ڄاڻي اُنِ مان، هُوءِ جي پيچن حَقَ
منهنجا سيڻ مليرَ ۾، ميڙيو آچنِ مَڪَ
ماڙيءَ تَنَ مَرَڪَ، جي ڄايُون چاموڻنِ جُون.

[١١] ماڙيءَ مونجهه ٿِيامِ، هُنيِڙو پَٽَنِ هيرَئُون
جي هُت لِکيا لوحَ ۾، سي هِت پُهَر پيامِ
هُو جي وَسَّ وِيامِ، ٿو آندرُ آٽي اُنِ لاءِ.

[١٢] آندرُ آٽي اُنِ لاءِ، هُوءِ جي وئڙا وَسَّ
وَسِي راتِ وِڃڙِيين، مونکي ڏنا ڏَسَّ
واڏُون وَلين ڄانئيُون، گُلن ڄانيا گَسَّ
هُتِي پايو هَسَّ، ٿيون لُڏنِ لووَڙياريُون (٢).

[١٣] اوتيمِ پِيتمِ جَنَّ سان، سي ڪالهه ويا ڪاهي (٣)
عُمرا آباڻنِ جي، ساڙيس سانباهي
لاڳاپا لاهي، هِتان مارو هلِيا.

---

(١) خ ڪ ش. 'ڪوڙِ پٽ پنهوار جي پسيتانه پرن'؛ ظ 'ڪوڙين پٽ پنهوار جي پسي تانه پرن'. پيون مناسب پڙهڻيون : ١. 'ڪوڙين پٽ پنهوار جي پسيءَ تاپرن' ٢. 'ڪوڙين پٽ پنهوار جي پسيءَ تا پهرن'. (٢) ڪ ش. 'ٿيون لڏن لوئيءَ واريون' (٣) اصل. 'اوتم پيتم'.

## وائي - ۱

آءٌ وساريان ڪيئن، هي ڳُڻَ مارُوئڙنِ جا

۰۱ ڇَتا هَڏِ نہ ڇوڙيان، جيڏين ڳُتا جيئن

۰۲ مُنهنجو ماروءَ ڄامَ سان نِنڍي لاڪُون نينهن

۰۳ اسان ماروءَ پاڻ ۾ ڳَڏَ وسايا مينهن

۰۴ قاسم ڇٽي ڪوٽ ۾ روئان راتو ڏينهن

## وائي - ۲

ڪو ماروءَ ڪي چوءِ، جا مَنِ مُنهنجي ڳالهڙي (۱)

۰۱ سارئو توکي سُپرين! رويو وينٽڙي روءِ

۰۲ وَڳرَ منهنجا واڇڙو ڪنهن جو وجي ڪوءِ (۲)

۰۳ ڏوري ڏسن پانهنجو ساعت ۾ هوند سوءِ

۰۴ آءٌ تان ويَسِ وِسري ڏاڏاڻ ڪنهن ڏوهہ

۰۵ مُنهنجو ڪِيڙو ماروئين قاسم داد نہ ڪوءِ

## فصل ٻيو

[۱] پَکا تِت پهنوارَ، جهانگي تِتي جُهوپڙا

مُندائتي ماٽِيَان، ماروءَ ساڻ ملارَ (۳)

---

(۱) ڪ. 'جامن منهنجي ڳالهڙي'. (۲) ش. 'وڳر منجهان وَڇڙيو'. (۳) خ ڪ ش. سندائتا

ڪالهوٽا قرارَ، پاريان شال پهنوارَ سان.

[۲] جت سائو تت سَنگهار، مارُو تتي مينهڙا
مُوهَرَ - جائي، سون ڏٺي! ماڙيءَ منجهه مَ مار (۱)
پَلرُو ساڻِ پهَنوارَ، پيان پائُرَ ڪَنديين.

[۳] ڪِت ڪائُڙ، ڪت ڪِيرَ، ڪت پائُرَ، ڪت پَهنواريُون
سون سِرِ چڙهي، سومرا! وِچوڙي جي وِيرَ
هوند نہ هتِ هَميرَ، گهَڙي گهاريان آنَ ري.

[۴] ڪِت ڪاڙُڙ، ڪت ڪير، ڪِت ساڏوهيُون، [ڪت] سيڙِ ڪا
پَهُون ڪت پهنواريون، ڪت ميهاِ ڪت ڪوڏير (۲)
اچي پيٺي اوچتي، ڦاندي منجهہ فقير
ڪانڌ قبوليان ڪو پٿو، قاسم تِين ڪَبير
مٿان ماروءَ مير، سهسين گهوريان سومرا.

[۵] پکَنِ منجهہ پهنوار، منهنجو قالب ڪوٽَ ۾
وجي گڏ وَسائيان، ساڻوڻ ساڻ سنگهار
ڪتيريون ڪائُڙَ ۾، ڏيکاريين ڏاتار
سوهَر منجهہ ملار، مُندائتا ماٺيان.

(۱) ظ ش. 'موهر جايون' (۲) خ ڪ ش. 'پهون ڪت پهنواريون'.

[٦] پکا پائُرَ کَنڌيين، سُونْهَن سائيءَ ريلَ
مُنهن گولاڙن مُکريون، ڦُليا جينءَ ڦُليلَ
پَلي پاروڙن جي، چِٽي اَنَّ چَنْبيلَ (١)
سالُون پانيان سِيلَ، لوئيءَ هريا لڳَڙا.

[٧] کوءِ کُهنبا، پَنِ پانْڌڻا، کوءِ پٽولا پَٽ چِيرَ
مون مارُوءَ سين لَڏيُون، لائُون منجهه لَوِيْرَ
قاسم تَيَنِ کَبيرَ، جي سالُون اوڍيان سومرا!

[٨] جِتي کُت نہ کارڙا، نکو مَچَرُ ماڳ
چُٽئو لُـلُر لاڻيُون، کِينْ سَلُوٽا ساڳ
اُتان کنهن آياڳ، آنديس عمرکوٽ ۾ (٢).

[٩] ميها سوگر تَلِيِنْ، پِپون پاسارَنَ
کانبا کوڏِيرن سين، پُر کِئا پهنوارنَ
سَنَ اَنايان اَن جا، قاسم نايو کَنَ
سارِيو پنهنجا سَنَّ، وِيني کِوڙها کاڙِيان.

[١٠] سهسين گهوريان سومرا، مٿان ماروءَ چام
بَاغئون پَلي پانئيان، کَارِي کِپڙ لام

(١) S. 'پليون پاروڙن جون'. (٢) S. 'آيس عمرکوٽ'.

آسُون عمرڪوٽ جون، هِنيَڙي منجهه حرام
عمر! سون ڏي آئيا، پاڙيچا پيغام
ماڳ مَتايا مارُوئين، ڏَلهي تَڙ تمام (١)
تِڙڪوليون تَرڪ ڪري، وڃي ويٺا گوچَر گام
اچي نہ آرام، سا سُٽيندي ڳالهڙي.

[١١] سرڻ جيئڻ مارُوئين، اوڏڻ پهرڻ اُنَّ
سَهجُ تنهنجو سومرا! آسان ڪاري ڪُنَّ
منجهان سَچَ سَمُنّ، پَدُيمِ پانهيارينِ سان (٢).

واڻي

پَر پيرونُ گڏ چونڊيا لَو! مون سان ماروءَ مِيرَ
١. پيان شال پهنوارَ سان، وڃي ڪائُڙَ ڪِيرَ
٢. آسان آچِ مَ سومرا! منهنجو قُوتُ ڪوڏيرَ
٣. وچان وطن سامُهين، اوڏِي لوئيءَ لِيڙَ
٤. پاريان تُنهنجا پانڌٽا، پَٽولا پَٽَ چِيرَ
٥. قاسم آيا ڪارِڻي، پکِي هامَ هَميرَ

(١) خ. ’ڏلي‘؛ ڪ. ’ڏهلي‘. (٢) ظ. ’پڌم پاپائن سان‘.

## فصل ڏيون

[۱] قادرَ! قيد نہ هُونِ، [پَئي] مَ ڦوڙائو سَڄڻين
سدا ڳَنڍ سنگهارَ سان، گهاريان پاسي گهُونِ (۱)
تہ هُوند رَت نہ رُونِ، نت نماڻيون اکڙيونُ (۲).

[۲] جهڙو قَيدُ ڪَمَنڊُ، تهڙو بَندُ نہ ڪو ٻيو
ٻانهينِ ٻاريان سَڄَ ۾، ٻَچي بازو بَندُ (۳)
هُتي هيڏانهون ٽئو، ڪالهہ منهينجو ڪَنڌُ
سَڄي رات صَمَدُ، ويٺي سوريان سومرا!

[۳] پٽيو ڪَيان پارَ، پَرَ ۾ پهنوارنِ لاء
سانگين لاء ستارَ، ويٺي ڳوڙها ڳاڙيان.

[۴] منهنجي وِيڌَنِ مون ڳَري، اَنِي جي اَنِ ساڻِ (۴)
پانڌي پرين پهنوار جو، هتَ نہ آيو هاڻِ
سَڀي جَنِي ساڻِ، عمر اوريان ڳالهڙيون.

[۵] مُنهنجي ويڌَن مون ڳَرِي، اَنِ جي اَنِي وَٽَ
منهنجو وهَڻ ماڙيين، اَنِ جا پَکا پَٽَ
کوء پَن چپڙ-ڪتَ، لگين واري لوئيان (۵).

(۱) خ ڪ ظ. 'گون'؛ ش. 'گهون' (؟). (۲) اصل. 'هوند نہ رت رون'. (۳) ڪ ش. 'ٻانهيون ٻاريان'. (۴) ڪ ش. 'منهنجي وندر مون ڳري'. (۵) ڪ ش ۾ هي بيت ڪونهي.

[٦] منهنجي ويڙَن مون ڳِرِي، مارُو ڪاڻ مُنْجَنَ
ڪنهن سان ڪريان ڳالهڙيون، سنديون سنگهارَنِ
پَکِي پهنوارنِ، گهٽو اُڪنڊِي آهيان.

[٧] اِينْڌا عُمرڪوٽ ۾، سِڪان سينڌَن لاءِ
نہ سرتيون، نہ ساڏوهيون، نہ سِي سِتَ، نہ ماءِ
سانگي ڳُڻَ سنداءِ، وَڻيو ويٺي وِنْدُران.

[٨] اِينْڌا عمرڪوٽ ۾، ڏِسان نہ ڏيهي
جَنِي وَٽِ وِيهي، پُڇان ڪائُڙ خَبَرُون.

[٩] آءُ ٿِي مُنجهان ماڙيين، مارُو منجهہ مليرَ
سَڏِيان، سوريان، ساريان، پهنوارن جا پِيرَ
آباڻَنِ آسيرَ، ميڙِ تہ مانْدائي لَهِي.

[١٠] جانْ جانْ جيءُ وجود ۾، تانْ تانْ مارُو مَنَ
پَلاءِ سين نہ پاڙيان، ڪائُڙ مانِي ڪَنَ
سهسين گهوري سومرا! ٻِئا سڀ وِجهان ٻَنَ
قاسمَ منهنجا ڪَنَ، اِبْرَ آباڻِي سبياَ.

[١١] اِبْرَ آباڻِيءَ سِبِيا، ڪَن منهنجا ڪالَهہ
سونْ تُنهنجو سومرا! مونکي لوهَہ مِثال

قاسم! عيبُ ڪمال، اوڏڻ پَٽُ پهنوارِيين.

[١٢] جَنب ڳاري ۾ ڳَم، ساڳَ سَلُوٽا راڄَڙِين
گَنْدُمَ ساڻ غريب جو، قاسم ڪونهي ڪَمُ
داوُرَ! مُنهنجو ڏَمُ، پُوتو هُتِ پَهنوارَ سين.

[١٣] نہ سِي ڏِٺيِ ڏِرَنّ، آجَرَ آڙِينْ هيروانْ (١)
گُندا گوچارن ۾، جُهڳا پا، جُهرَنّ
هِنيَڙِي منجھہ هُرَن، ڳالهيون ڳوٺاين جُون.

[١٤] ڳالهيون ڳوٺاين جُون، چَڙهيون مَٿي چِتّ (٢)
عُمَر! اوريم اُنِ سان، جي هُوندَ هُئڙا هتِ
نيڻ نَمايو ذِتِ، قاسم! ڪانگ اُڏائيان.

[١٥] ڳالهيون ڳوٺاين جون، چَڙهيون مَٿي چِتّ (٢)
آءُ نهاريان نِتِ، وانئُونْ ويڙهيچنِ جُون.

[١٦] ڪَايا منجھہ ڪَڙَنّ، مَنُ ماروءَ سين واڳيو
ساهُ سنگهارن سانڍِيو، هتي هَڏُ سَڙَنِ
سندِي تانگهہ تَڙَنّ، جانْ حيانْ تانْ نہ لَهي.

[١٧] گهَڙِي گهورِي سا، جا پِيَرِ هت پهنوار ري

(١) خ ظ. 'اجڙ اري هيروان'؛ ڪ. 'اجر آري هيروان'؛ ظ. 'اجزاري هيروان' ت. 'اجڙاڙي هيروان'؛ (٢) ظ. 'چڙيون مٿي چت'.

منهنجو مارُوءَ چامَ سان، ناتو ننڍي لا
سو ڪو وَرِي وا، جينءَ مونِي ميڙائو ٿئي.

### وائي

متا مارُو موٽ، آءٌ اَڪنڊِي آهيَان (١)

١. نئو نماڻي پاڻ ڏي، ڪَڍِي منجهان ڪوٽ
٢. پيَان اَسُتَ پهنوار سان، لوڏي منجهان لوٽ (٢)
٣. واڙي وَرُ وِهارِيان، جوڙي مَٿي جوٽ
٤. لاهيان شال لطف سان، وجي ڪائُڙ ڪوٽ
٥. قاسم اورِيان ڪانڌ سان، ڳالهيون پنهنجي ڳوٽ

### فصل چوٿون

[١] پِرِهَ ڦُٽندي قارَ، وڏيم ويڙهيچڻ لاءِ
لاتقنطوا من رحمة الله، ڏنو سَڏُ ستارَ
اِن آيت جي آڌارَ، ويٺي پُڇان پيَرَّا.

[٢] پُڇي پُڇي پيَرَّا، وِيئي وهامِي راتِ
الله! سيئي آئين، تَنَ جَنِي جِي تاتِ
پهنواريون پِرِياتِ، اچي چڙهيون چِت تي.

(١) ظ. ' وَهيان مارو موٽ'. (٢) ظ. ' پيان اوت. الخ'.

[٣] چَڙهي چِتِ چَڙِي، جا ٻِرِي ٻَڪَر ڳَلڙين (١)
عمر آجڙين رِي، گهاريان تان نہ گهڙِي
ڏوئي سينڌ ڏَڙِي، ڪِينءَ مَرُ ماروءَ رِي لا هيان!

[٤] هُتي هُيس جَن سان، هِتي سو ڏنوم
اچِي عمرڪوٽ ۾، مارو مُنهَن پٺوم
جو ڏڪارن ڏوتوم، سو مينڊو ميرو مَ ٿئي (٢).

[٥] ماروءَ مِٺي وات، سُهٽي ۾ سَڏُ ڪِئو
جيسِ جيڪس آئيا، پانهِنجي پِنيءَ رات
پَسان جانْ پرِيات، تہ جُسو زنجيرَنِ ۾.

[٦] ڏِنگ وِڙنگا وِيڻَ، اڳ نہ سَنا آجڙيينِ
توڙئون تُجارنِ کي، سانگي ڪَنِ نہ سيڻَ
ڏُنهن سِرِ ڏَرَنِ نيڻَ، جي پَسان مُنهن پهنوارَ جو.

[٧] عُمر! آچِ مَ سا، جا مت ماروءَ نہ وَٽي
مَچُڻ منهنجي ما، مُنهَن مٿانهون نہ ڪَٽي.

[٨] عُمر! آچِ مَ اچ، جا مَت ماروءَ نہ وَٽي
مَچُڻ مَران لَچ، صُبحِ سَنْجهہ سرتئين.

---

(١) اصل . 'ڳلڙين'. (٢) هيءَ بيت فقط ش ۾ آهي.

[٩] عُمر! آباڻا، مون مَٿي تي مَچيا
اينڊو عالمُ پائيان، سانگي سڄاڻا (١)
وَچي ڪريان ويڙ ۾، واريءَ وِچاڻا
ڪائي ڪُوماڻا، مُوهَر ڏٺي موڊيا (٢).

[١٠] تي سيَاري سِتّ، تَرَ مَمولا آئيا
عُمر مُنهنجا مِتّ، مِينهن وَسائي موٽيا.

[١١] ماروءَ مُنهن ۾ مَڪّ، مون هَٿ ۾ ڏاريُون
چُونڊيو وِجهيم وات ۾، سندا ڦُلنِ ڦَڪّ
لائُون پاسي لَڪّ، لَٽَمِ لوهيڙَنِ ۾.

[١٢] سوپاريون ساٿيهَ جون، مُڪيون ماروءَ ميرَ
عمُر! پِسي اُنّ ڪي، هنيڙَي آئي هيرَ (٣)
ڪاڪاڻا ڪوڊيرَ، ماڪيان سندا پائيان.

[١٣] سوپاريون ساٿيهَ جون، اِجهي آج آيُون
عُمَرَ! پِسي اُنّ ڪي، اڪيون ڍئو ڍايُون
ٿُوهَرَ ڏَرَ جايُون، ويئي ساريان سومرا.

[١٤] سِتي لَڏمِ سُهٽو، ڪَتيءَ ۾ خاصو

(١) خ. 'اينڊو عمر ڪوٽ ۾ سانگي سڄاڻا'. (٢) ڪ ش. 'ڪائي ڪهماڻا'. (٣) ظ. 'هنيڙي اڇي هير'.

لا تقنطوا من رحمة الله، ٿيو دل کي دِلاسو
سُمهي ڏِج سنگهار کي، پاسي سين پاسو
سا سُٽَندي ڳالهڙي، وَڏئو وسواسو
چَرِي چؤماسو، سُوهَرَ ڏٺِي مونکا.

[١٥] آيُسِ آجَڙوال، ٿاريلا ٿَرَ ڏٺِي (١)
لا ٿائون لطف سان، مٿان قيدُ ڪنگال
مون تي وَريا واهَرُو، لَٿو بندُ ببال (٢)
سٽِي سَڌَ سوال، سُوهَرَ ڏٺِي مونکا.

وائي

ڪَنڌَڙِي آءٌ اُنَ ساڻ، ڳالهڙيون جي مون مَنَّ ۾
١. سنهنجو مارُوءَ چامَ سان، پِڌو جِيءَ پَنڌاڻ
٢. مارڙيءَ سندي مون ڏٺِي، مَنَ ٿان لاهِ مُنجهاڻ
٣. آجو ڪَنِّ آسيرَ کي، آڇِي سانَ آباڻ
٤. آءٌ اوريندي اُنّ سان، ويهِي منجهه وٿاڻ
٥. قاسم ڪَرَّ ڪَرِيمَ تي، وِڏا عَبْدَ آجاڻ



(١) ش. 'مون ٿاريلا ٿر ڏٺي'. (٢) ظ. ' موني وريا واهرو - الخ'.

# سر ڌناسري

[۱] پيرُ منهنجو بادشاه، پيا ڪل قدم زير
هاديءِ هدايتَ جو، وڏو سَڏُّ سوَير
احمد ڏنو عرش ۾، پيِرَ ڪُلهي تي پير
اِبْنُ عِلي شير، قاسم منهنجو ڪارڻي.

[۲] پيرُ منهنجو بادشاه، ڪُلَ تي قدم سَندوس
دادلو درگاه ۾، داوُرَ سندو دوس
پيرَ سَنْدِي پابوس، قاسم ڪر تہ اُبَهِينْ.

[۳] پيرُ منهنجو بادشاه، ڪُل پيِرَن جي پاڳ،
ڪامِلَ هَتِ ڪوڻَيْنَ جِي، واليءِ ڏِني واڳ،
جن مِٺو محيالدين ڪي، سَرئو تن سَياڳ
لَڪِيءِ - ڏَٺِي لاڳ، قاسم لاٿو ڪُلَّ تان.

[۴] پيِرُ مُنهنجو بادشاه، خواجا خاص وزيرَ (۱)

---

(۱) ظ. 'پير منهنجا بادشاه'.

عابدَ، وَلي، اولياءَ، عالَمَ جا اکسيرَ (١)
قاسم ڪُلّ ڪبيرَ، ڪاملَ منهنجا ڪانڌئا.

[٥] قَدَمُ ڪاملَ پيرَ جو، مَٿي ميڙئو جَنِ
وَجِي وحدت گَڏيا، وڏا طالع تَنِ
عاشقَ عيدون ڪَنِ، قاسم وَصلَ واڳيا.

[٦] پَليرو بغداد ۾، روهڙيءَ پاسِ رَهَڪَ
پاڙهي ٽِئو پاڻ ۾، حَقَ سان واصل حَقَ
شارڪَ آڻِ مَ شَڪَ، هردوئِي هيڪ ٿِيا.

[٧] قدم ڪاملَ پيرَ جو، سَڀِ تي آه سُوار
آهي آپَ زمينَ ۾، سندي پير پچار (٢)
جي آيا سي اگهيا، هُت ويندي جي وار
هدايَتَ هزار، حاصل ڪَري هَليا.

[٨] گِلا گيلانِيءَ جي، ڪندا ڪاذبَ ڪورَ
هوندا حاويءَ وِچَ ۾، مَٿِن آڳ آتورَ
سي چارِيندا سورَ، قاسم! شيخ صنعان جانْ.

[٩] لَڪيءَ - ڏٽي لاڏڪو، مَهدِي مُحيُ الدين

(١) ظ. 'عالم جا اڪثير'. (٢) ظ. 'سندي پرين پچار'.

عَربُ، عَجَمُ ارشاد سين، موهيائين ماڇين

قاسم سُونهن سَندِينِ، سورج سلامي ڪيو.

[۱۰] سورِجَ ڪئو سلام، قَمرَ قَدَمَ چُميا

لالَڻُ اِنَّ لِباسَ ۾، آيو احمد چام

ڪَري مادَ سلام، داوُرَ دين جيارئو (۱).

## وائي *

لالَڻُ لوا مون گهر آيو، ڏولڻ لوا مون گهر آيو

۱. آءٌ جنهن جي آهِيان، ساڏي تِـيَـڙُم سو

۲. سو تان اڳڻ آئيو، جڳ ڄُڻائيندڙ جو

۳. سڄڻ گڏئا سَڄَڻين، هاڻ رقيبا رو

۴. احمد جي اوصاف ۾، قاسم غم نہ ڪو



(۱) ش. 'دين آجاريو'.

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر بروي هندي' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٽپائي هت آندي وئي آهي.

۲. ظ. 'جڳ ڄڻائي جو'. ۳. ظ. 'رقيبان رو'.

# سر پورب

## فصل پهريون

[۱] لوچي جانْ نہ لهَنّ، تان سُک نہ ساميڙَن کي (۱)
جت پيڳائون ڏينهن کي، اُت نہ رات رهَنَ
آيل! آديسين، مڙهي آڏُ ميهٽو.

[۲] جا ٿي آڏيائون، سا پٽيندي پنڌ ٿئا
اُٿي آڏيءَ رات جو، کن ديوانا دانهُون
آديسي آهُون، کندي ويا کابُلَ ڏي.

[۳] کاهيندا کابولَ ڏي، هت نہ هوندا هاڻ
لانگوٽين لاهوتَ جي، تن ۾ تاڻو تاڻ
مڙهيءَ ۾ مهماڻ، کو دمُ هُئڙا کاپڙي (۲).

[۴] ڳوڙهن پريو ڳاٽ، پُڇان مڙه مهيسين
قاسم کانوٽين لاءِ، ويئي گهڙيان گهاٽ
جوڳي وئڙا جاٽ، ٿو آندر آئي اُن لاءِ.

---

(۱) ظ. 'تان تان سک نہ ساميڙن کي' (۲) ظ. 'مڙهين ۾ مهماڻ'.

[٥] ڇتا ڏوڙِ پڪليا، ميري مُنهن ملنگ (١)
دنيا ۽ عقبيٰ جو، نانگن ڇنو ننگ
ودي ننگ نسنگ، قاسم هليا ڪاپڙي.

[٦] نڪا ماءُ مهيسيين، قاسم! آدُ نه آبُّ
لَم يَلِد وَلَم يُولَد، روح ۾ رهينِ رَبُّ
سامين لاءِ سَبَبُ، مُسَبَّانُ مَعبُودُ ٿئو (٢).

[٧] مُسَبَّانُ معبود ٿيو، ويو 'عَبدُ' وڃا
لَا خَيرَ فِيْ العَبِيدِ، آتو احمد شاه
اَلانسانُ سِرِّيْ وَ آنَا سِرُّهُ، قادر ڪلاما
'لا' سين ٻيائي لاه، آڏي جا الڪَ ڪي.

وائي - ١

جانُ جانُ هنڙم پاڙي، جوڳي مون نه سُڃاتا (٣)

١. ڪالهه وڃائي سڳيون، ويا سوزن سان دل ساڙي (٤)
٢. ڳڏيا گورکناتَ ڪي، تيرتِ ويا مڙهه تاڙي (٥)
٣. جاڳر جوڳين جا نه پسانُ، جن ڏيل وڏڙم ڏاڙي (٦)
٤. قاسم ڪاپڙين جون، ڪر ڳالهڙيون ڳل ڳاڙي.

---

(١) خ. 'پوڪليا' ظ. 'ميرا منهن ملنگ' (٢) خ. 'سامي لاءِ'. (٣) ڪ د ش. 'هنڙا پاڙي'. (٤) د ظ ش. 'ويا سورن سان دل ساڙي'. (٥) خ. 'سهڙ تاڙي'؛ ظ. 'مڙ تاڙي'؛ د ش. 'ميڙ تاڙي'؛ ڪ. 'مڙ تاڙي'. (٦) هيءَ مصرع فقط خ جي حاشيي ۾ قلمبند ٿيل آهي.

## وائي - ٢

کوه ڄاڻان تان کيهي وو کِيهي، جيجانَ جوڳين جي مَنَ ۾

٠١ آڏيءَ آديسين کوُن، وِرهُ وِهايم ويِهي

٠٢ مون جهَليندي نا رهيا، پورب وئڙا پيِهي

٠٣ سُتا سُورَ جڳائيا، سِگڙين سَيِئِي (١)

٠٤ گڏيا گورکنات کي، ناد وڄائي نيِهي

٠٥ قاسم کانوڻِين جِي، ڏوُڙ پُکلڙي ڏيِهي (٢)

### فصل ٻيو

[١] آنْ کِي ويندا گَڏِيا، جوڳِي ڇَگيءَ جوڙَ
جَني مُکَهَت موڙَ، مون لَهُه لڳو تن سان (٣).

[٢] آنْ کِي ويندا گَڏِيا، جوڳِيڙا جامِيرَ
جَنِي پِکوا پِيرَ، مون لَهُه لڳو تَنِ سان (٣).

[٣] آنْ کِي ويندا گَڏِيا، جوڳِي جيسر مِيرَ
جَنِ اُگهاڙا پِيرَ، مون لَهُه لڳو تن سان (٣).

[٤] آنْ کِي ويندا گَڏِيا، مِيرِي مُنهَن ملنگَ
جَنِ چَڏِيا ننگ نِسنگَ، مون لَهُه لڳو تن سان.

---

(١) ظ. 'سگڙين ساڻ سيئي'. (٢) ک. 'پکولڙي'؛ ش. 'ڏوڙ پُکلي ڏيهي'. (٣) اصل. 'تن سين'.

[٥] آنْ کي ويندا گڏيا، نانگا ننگي ڏيل
جَن وٽ قالُ نہ قيل، سون لَهُ لڳو تن سان.

[٦] آنْ کي ويندا گڏيا، کانوڻيا کَنَ چِيرَ
آسڻَ جَنِّ عَنبيرَ، سون لَهُ لڳو تَنِ سان.

[٨] آنْ کي ويندا گڏيا، سامي سِليدارَ
جَنِي مُنهَن مَلارَ، سون لَهُ لڳو تن سان.

## وائي

هلو جي نہ هَلو (١)

جيڏيون! سونکي تان مَ پِليو

١. اديون! منهنجي جانِ ۾، جوڳين پاريو جَلو
٢. جيڙو جوڳينِ واڳيو، هِت کَرنگهر ٽلو (٢)
٣. جوڳِي جَنِّ جُهارِيا، ياڳُ تَنِي جو پَلو
٤. کَندي وِئڙا کاپڙي، قاسمَ! آلو آلو



(١) اصل. 'هلو هلو جي نہ هلو'. (٢) خ ظ د ش. 'کران گل ٽلو'؛ ک. 'کرکل ٽلو'.

# سر آسا

## فصل پهريون

[١] آڄُ ڪيائون عِيد، اڪيون پِرينِ گڏيُون (١)
ويچارين وَصَل جِي، رَسِي رَمَز رَسِيد
مونکي مُلُّ خريد، قاسم ڪيَڙو سڄڻين.

[٢] عيدَ نہ عِيدُن جِهڙِي، عجب جِهڙي آه
رَهي نہ رَتِيءَ جيتري، وَصَل رِي ٻي واه
آهي منجهہ ارواح، اُنَ تِنَ اِنهيءَ ڳالهہ جِي.

[٣] اڪيون اڪينِ گڏيُون، هِنيانْ ساڻ هِنْيَنَ
هَڏُ چَمُ راحت رَسِيو، پنهنجو ڪِيو پِرينَ
ڏسيو لوڪَ ڏِيَنِّ، واڌايون وِصال جُون (٢).

[٤] 'اَلِف' آڻ آڪين ۾، ٻُوئي 'دالُ' ۾ پَسُّ
آدَمُ [سِرُّ الله جو]، ڏِسيو ويـنو ڏَسُّ(٣)

---

(١) ظ. 'اڪيون ۾ گڏيون'؛ ڪ. 'اڪڙيون ۾ گڏيون'. (٢) ں. 'واڌائي وصال جي'. (٣) اصل عبارت مبهم 'آدم بنيان ربه- الخ'.

قاسم لتو ڪَسُّ، آندرُ عشقَ آجاريو.

[٥] اڪيون عَينَ آجارِيُون، لَتو غَيْنَ گُمان
لامَڪاني لاڏِڪو، مِليو منجهه مَڪان
خَلَقَ آدمَ عَلَىٰ صُورتهٖ، سوئِي قول سُبْحان
سَيوئي سُلطان، قاسم! پَسُ مَ ڪِينْ ٻِئو.

[٦] اڪيُون عَينَ آجارِيُون، وِيو ڏُنْتُ وِچا
آنا آحْمَدُ بِلا مِيمِ، ڪيئن رَسول جُدا(١)
پڙهه پروڙجِ ڳالهڙِي، عَربي عَيْنَ سَوا
جهَتِ جاءِ نہ ڪا، قاسم! پَسُ مَ ڪِينْ ٻِئو.

[٧] قاسمَ! پَسُ مَ ڪِينْ ٻِئو، رِي ڏَٺيان ڏار
فَاَيْنَمَا توَلّوا فَثَمَّ وَجه اللّٰهِ، چوڏس نُورُ نِبار
ڪانهِي جاءِ ڪُوارَ، مِڙوئِي مِنو ٿِئو.

[٨] مِڙوئِي مِنو ٿِئو، ڪَڙِي جاءِ نہ ڪاءِ
سَيوئِي ماڪيءَ ساءِ، چَڪين جي چيتِ ڪري (٢).

[٩] ڪِينْدَرُ ڪاڏِي خوش ٿِئي، ڏِٺي لَهي نہ ٻُڪَّ
ڪيئَن پِربي ڪُڪَّ، ڪَنَ سُٽَنْڌِي ڳالهڙِي!

---

(١) اصل. ' ڪهيو رسول خدا'. (٢) S. 'چَڪيين'.

## وائي

آيا مَينْ گهَر هادي، سَيان! ڏيو مبارڪ شادي

۰۱ مِل مِل مومن ڪَرن سَلامان، شاهه پيتا چڙهه گادي

۰۲ جو چل آوي، گل قُل پاوي، باغ جها بغدادي (۱)

۰۳ ڪوڙين قاسم دَر هادي دي، لَهندي ڏات بَرادي (۲)

## فصل پهريون

[۱] جُونْ سُرَنْدي جانِ مان، ساري ڪي سُجانَ
سَجُڻ ڪَري مڪانَ، ويهي وارَن وچ ۾.

[۲] جُونْ سُرَندي جانِ ۾، هاريا هَڏ مَ چَڏ
مُنهن وجَهندي ماهه ۾، پوءِ چَبيندي هَڏ
جي مَندي ويِني مَڏ، تہ ڪنا ڪَندي ڪپڙا.

[۳] جُونْ سُرَنْدي جانِ ۾، جڏهين پَسين جتَ
تڏهين ويهي تتَ، پَسي ڪَيُ پَليت ڪي.

[۴] جُونْ سُرَنْدي جانِ ۾، نندي ڀانءِ مَ نيڪ!
پيون پڻ ايندِيون آتهين، جتي هوندي هيڪ
ڪَنْدي ليِڪ آنيڪ، ڪوڙين لَکَ ڪپارَ ۾.

(۱) ڪ د ش. 'باغ جيهان' بغدادي'. (۲) ظ. 'قاسم در هادي دي لهندي، نئين نئين ذات برادي'؛ د. 'گهيندي ذات برادي'.

[٥] جُونْ سُرَنْدِي جانِ ۾، آهي جينءَ آلَکَ

جي ويٺي وارن وِچَ ۾، تہ ليکُون کَندِي لَکَ

ڻتان ڏِٺئي مَکَ، تہ کهڙو اثر آن کي.

[٦] جُونْ سُرَنْدِي جانِ ۾، پَسين جنهن کنهن پَر

نظر تيز نِگاهڙِيْ، گهڙُ تَنْهِين جي گهر (١)

جا جُونْ ـ کَيارِيْ جَڳہ ۾، ديکِ تَنْهين جو دَر

قَدَمْ بوسِي کَر، نائي سِر نياز سان.

[٧] نائي سِر نياز سين، ويهُہ ويچارو ٿِيءَ

تہ جُونْٺانْ تُنهنجو جِيءَ، آجو کَنِ آزارِ کان (٢).

فصل ٽيو

[١] هڪُ پِيالو پہ ڄٽا، پِيَڙُ ٽِئو پِلَيت

ايئَن نہ کَجي آنِ کي، جيئَن ٽُکو مَنجهہ مَسَيْت (٣)

ڄَڏ رَيزالِي رِيت، نيِنهُن نفاقينْ نہ ٿِئي.

[٢] هڪ پيَالو پہ جَٽا، عشق نہ پَرچي اِتّ

ماسَن کيئن مياڻ ۾، پہ ترازِيون تتّ

اِيءَ پَرِ آهي اُتِ، جت ناتو ناهہ کو (٤).

(١) خ ک د ت. 'نظر تيز نگامري'؛ ظ. 'نظر تيز نگاميري'. (٢) خ ت. 'تہ جوان'؛ ظ. 'تہ جوآن'؛ ک. 'تہ جئوان'؛ د. 'تہ جئُوَن'. (٣) ظ ک د ش. 'تيئن نہ کجي تن کي'. (٤) خ ظ د ک. 'جت ناتو نہ ٿئي'؛ ت. 'جت ناتو ناهہ کو'.

[٣] هڪ پيالو پِيَ چَٽا، تہ ڪَر ناتو نانءَ
پَنِ پِٺي سا پانءَ، جا سِيَڪو سيرانِدي ڪَري.

[٤] سيڪو سيرانِدي ڪَري، پانءَ پِٺي سا پَنَّ
ڪِينءَ سيرانِدي ڪَنِّ، عاشقَ آوائيءَ ڪي.

[٥] هِڪ پيالو پِيَ چَٽا، تہ ڪَر جَنگ جَدالُ
ٿِئي تانْ نہ حَلالُ، جي پيو شَڪُ شَراب ۾.

## فصل چوٿون

[١] آسا جَڏِ 'اللّٰه' جِي، دَر دَر پِن م دانُ
پاڻَ وِجائي پانهنجو، ثابِتَ ڪَر سُبحانُ
'ميم' بِڌِي سر مولهيو، 'الف' تي اڳوانُ
گولَپ جو گُمانُ، قاسم! ڪَٽر آڪ ۾.

[٢] ڏُهُ آنَّ مان نِڪِيو، تُهَ ۾ آنَّ اَصُلُ
پوکيو سو پيدا ٿِيو، ذرو ناهہ نَقُلُ
قَـرَ مان سِرجيو قُـلُ، قُل رِي قَـرُ نہ سَپِجي.

[٣] ڪانو اِبْنُ ڪَڻ جو، ڪانو والِدُ ڪَڻ
ايءَ ڳالهہ هِنيين سان هَڻ، تہ قاسم پَسين 'ڪُلَّ' ڪي (١).

(١) خ ظ ڪ ۾ هي بيت 'سُر ھروي هندي' ۾ ش ۾ 'سُر آسا' هيٺ ذڪر آهي.

[٤] مَد مانِي ۾ آئيو، مانِي مَد سهاء
نَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ، ڳايو ويٺو ڳاء
سندو شمس شُعاع، چوڏس چمڪي چنڊ ۾ (١).

[٥] مَد موم سين گڏيو، مد نه موميون ڏار
خَلَقَ آدَمَ عَلىٰ صُوْرَتِه، آهي ات اِشار
قاسم! ڪَنڌُ مَ وار، پَسُ پاڙيچا سُپرين.

[٦] پَسُ پاڙيچا سُپرين، پَرِ گَهرِ پيرُ مَ پاء
اکين ڪي سمجهاء، ته پِرين پَسِن پاڻ ۾.

[٧] پِنُي ڏي مَ پر کي، نَڪينْ سامهون ٿيءِ
اَلْاِنسانُ سِرِّي وَ اَنا سِرُّه، هتان چِڏ مَ هيءِ
پِيو ويٺو پِيءِ، منجهان 'پاڻَ' پِيالِيُون.

[٨] سجَ ناسينڌي نيڻَ، سامهان سَڄيا سَڄَڻين
سُورجَ قَمَرُ سرجيو، مَد سين گڏيو ميڻ
سو ڪيندڙُ سو ڪيڻ، سو پَڪي سو پِچرو.

[٩] سو پَڪي، سو پچرو، سوئي سَين سُور
سوئي آبُ حُبابُ ٿئو، سوئي نسورو نُور
ڪونهي ات قصور، قاسم پَسُ مَ ڪين ٻئو.

---

(١) S. 'چمڪيو چنڊ ۾'.

[١٠] سو پکي، سو پِچرو، سوئي ٻولي ٻول
قاسم کجِ مَ پرَ جِي، پاڻان پاسي ڳول
منجهہ وُجودَ وڙولَ، ڏِج تہ ڏسين سُپرِين.

[١١] مَتو ناء مَنّ ۾، ڪينْ پَريُونْء پيرُ مَ پاء
آنَاَ اَحْمَدُ بِلَا مِيمٍ، ايءِ حَدُ هنين سين لاء
سو تان لا ٿو 'لاء'، جو قاسم آڏو 'ڪُلّ' کي.

[١٢] 'لاحَد' 'حد' ۾ آئيو، ويٺو منجهہ وجُود
نَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الوَرِيدِ، 'مُطْلَقُ' ٿئو'سوجود'
پاٺي پڙهي پاڻَ تي، دم دم لَک دُرود
قاسم ڪَنِ سُجود، مَلَڪَنِ آدَمُ مَجيو.

**وائي***

جا وَٺي سا واهِ، ماء منهنجي سَچَٽين

١. قلم قادر هٿ ۾، ٻئو سڀ ٺَلهڙو ٺاهہ
٢. ڪَهيْ ڪامِلُ ڪارَٽي، ايندم احمد شاه
٣. جيڪين مُکو سَچَٽين، قاسم! پاندَ ۾ پاء



* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪاهوڙي' هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.

# سر ڪارايل

## فصل پهريون

[١] ڪارايَلَ مون سانِ، ڪر ڪالهوٽيون ڳالهڙيون
راتو ڏينهَن رهانِ، سَما! تنهنجي ساريان.

[٢] ڪارايَلَ مون وَٽَ، ڪر ڪالهوٽيون ڳالهڙيون
ڪامانڻ پِسيو ڪَٽَ، جنهن سِرَ ڏنئي پيرَڙا.

## فصل ٻيو

[١] آهي آجُ اُداس، اُٿيو ڇَنڊي پَکڙا
وِڙا وَکَرَ سنڌاس، هنجَ هِنيارِي جَن-سان (١).

[٢] جَن سان جيءَ ٻانڌانِ، سي اج نه آئيا آنهري (٢)
ويٺي ڳوڙها ڳاڙيان، قاسم اِني ڪانِ
هِي سَرُ ڇَڏِي هانِ، ساڪن ٿيا سَمونڊَ جا (٣).

[٣] سَرُ سُجو مَ ٿئي، هَنجهُ هميشه هوءِ

---

(١) خ ڪ د. هياري؛ ظ. هنئياري؟؛ ش هنئاري. (٢) اصل. 'آهري'. (٣) د. 'وڃي ساڪن ٿيا سمونڊ جا'.

پَکِي تو هَانْ پوءِ، وَرِي پيا وِماسَ ۾.

[۴] هَنجهُ مِلي تو مَنْجهه، تَرِي نہ تانگهارَ ۾ (۱)
جنهن سَرِ پُوندو سَنْجهه، سو سَرُ کَندو سُرَهو.

[۵] پَنجَ سَت ذاتيون پَکَٽا، چوڏهن چار چَونَ
قاسم منجهان تَنِ، هيرو آندو هَنجهڙي (۲).

[۶] پَنجَ سَت ذاتيون پکٽا، چوڏهن ۽ چار
هيرو هنجهئُون ڏارَ، جُڙي نہ بي ذات کي (۳).

[۷] پَدَمَ ذاتيون پَکَٽا، سوا لَکُ سُجهنَ (۴)
قاسم مَنجهان تَنِ، هيرو آندو هَنجهڙي.

[۸] چار پيرِ، چوڏهن خانوادا، زاهد ۽ عُلَما
کشفُ القبورِ، کَشفُ القُلوبِ، قطبِ، اوتادا
قاسم غوثَ مُلا، ماڻِکَ مِڙنِ مُوڙيين (۵).

---

(۱) اصل . ' تانگار'. (۲) خ جي حاشيي ۾ :

پنج ذاتيون پکٽا، چوڏهن ۽ چار
هيرو هنجهان ڏار، جڙي نہ بي ذات کي

" اين بيت از شاه عبداللطيف رحمة الله عليه است". هيءُ بيت بمبئي ڇاپي ۾ ڪونہ آهي.
(۳) ظ ڪ د ش ۾ هيءُ بيت متن ۾ ڏنل آهي، مگر خ جي حاشيي ۾ قلمبند ٿيل آهي جتي آخر ۾ هي اهڃاڻ ڏنل آهي تہ : " اين بيت از شاه عبداللطيف رحمة الله عليه است". البت بمبئي ڇاپي سرڪاري توڙي ميرزا قليچ بيگ جي مرتب ڪيل رسالن ۾ هيءُ بيت موجود نہ آهي.
(۴) ظ د ش . 'سُجّن'. (۵) ڪ . 'موڙيو' (موڙيون ؟).

## وائي - ١

پَکي پُونِ ٻيا، سَرَ اهي ئي اڳيان

١. هِيءُ سَرَ ڇَڏي هَنْجهڙا، وڏي سَرِ ويا

٢. اونهي وِئـڙا اوهِري، لَـلاَ لعلنِ لاءِ

٣. شهبازن جي تڪيي، لاتيون ڪَنِ لِها (١)

٤. آنْهيرا آنِ پيٽيين، ڪانيرَنِ ڪِـيا

٥. قاسم ڏِٺي ڏينهڙا، توڙا تن ٿِيا (٢)

## وائي - ٢

وري وطن ۾ هنجهڙا ويچارا، سونهارا،

آيل آنهري آئيا (٣)

١. موتي ڪائي موٽيا، مُرغا مُنهن موچارا

٢. سَرَ ۾ سُونهنِ هنجهڙا، ويا ڪانيرا ڪارا

٣. جَني لايا ڏينهڙا، ڏنـڙا تَنِ ڏيکارا

٤. آيل آسڻ آئيا، قاسم جيءَ جيارا (٤).

—✻✻✻—

(١) خ د ڪ. 'شاهبازن'. (٢) خ. 'توراين ٿيا'؛ ظ. 'تورا من ٿيا'؛ د ڪ. 'توڙا ڀن ٿيا'؛ ش. 'تورا ٻڻ ٿيا'. (٣) خ. 'هنج ويچارا'؛ خ ڪ د. 'آيل آسڻ آئيا'؛ ش. 'آيل آنهري آئيا'. (٤) خ. 'وري وطن آئيا، قاسم جيءُ جيارا'.

# سر ڪاموڏ

[۱] لوڙهي لَڪ وِڪاءِ، ڪُرُّ ڪروڙيانْ آگرو (۱)
پيڻُ پُدَمَنَئُونْ پَري، قيمت بِهَ نہ ڪاءِ (۲)
گيِرَبُ ڪَرِي نہ گندِري، ڪاڄُ غاريبو ڪاءِ
جنهن سان رِيدو را، سا سَڄيائين سوڪڙي.

[۲] تالَ طَنبورا تان، لڳا ڪِينجُهر ڪنڌيين
هٿ شيشو، منهن ونڙي، ڇَپيو ڇپي پان (۳)
مَنَجَرَ لڌو مان، جڏ تِڙ تماچي آئيو.

[۳] تڙ تماچي آئيو، ڪَنِ رنگيليون راند
پَڪي پِيهِي آئيو، ڪينجهر ڏٺي ڪانڌ
چُنيءَ چارئي پاند، ويچاريءَ وِڃائيا.

وائي - ۱

سمو تُنهنجڙي ساءِ، ڪندو معاف مياڻيون
۱. هيرو لعل هٿن سان، پويو پارس پاءِ

---

(۱) اصل. 'لوڙيه'. (۲) اصل. 'پدمن پري'. (۳) ڪ. ونري؛ خ د ظ ش. ونيون'.

۲. سَهسين سرودَ سُهاڳ، جا، ڳايو وينڙي ڳاء

۳. چُوئو، چَندن، ڪيوڙو، لويو لِڱن لاء (۱)

۴. پاتا پيچَ پِريتَ جا، رات ڳُهرائي راء

۵. ميچيءَ سندو مامِرو، لتو تو متاء

٦ قاسم پانَ پِريانِ سين، ڪايو وينڙي ڪاء

وائي - ۲

سمو جامُ سُڌير، تو گهر آيو گَندرِي

۱. متان مِياڻين جي، تيندڙي اوتَ عَنبير

۲. اوڍئو اوڍ لڱن تي، پٽولا پَٽَ-چير

۳. ڪندو معاف مَچياريين، قاسم سڀ ڪبير



(۱) ڪ د ش. 'چوئا چندن ڪيوڙا'.

# مداحون

## [ مدح - ۱ ]*

مدح حضرت محبوب سبحاني، غوث صمداني، قطب رباني، ميران محي الدين شيخ سيد ابي محمد عبدالقادر جيلاني گيلاني قدس الله سره العزيز .

بسم الله الرحمٰن الرحيم

صفت ڪريان سبحان جي     آگا تنهنجي احسان جي
دعويٰ رکان تو دان جي     توکي ميان مهدي موچارا
داد ڪر بغداد وارا

جن سان نبي تنهنجي يراني     پيو تني جو ڪير ثاني
تون پسا تن جي پيشاني     وهه بنيا گڏ چنڊ تارا
داد ڪر بغداد وارا

پير پيران پير تون     شه ڏي دلاسو ڏير تون
منهنجو وسيلو وير تون     هردو جهان هادي همارا
داد ڪر بغداد وارا

تون ڌڻي بغداد جو     سڻ داد ڪر فرياد جو
امداد ڏي دلشاد جو     توکان پني پاڙي پيارا
داد ڪر بغداد وارا

ٿي سگهو همراه هادي     ڏي اسان کي شاه شادي
محمعي ٿيا سات مادي     مٺا وچائين ٿي ويچارا
داد ڪر بغداد وارا

جن اسان سين جنگ جوڙي     تو تني جي ناؤ ٻوڙي

---

* هيءُ مدح ظ ر ڪانهي.

كين پهتا تـــوڙ توڙي    كيا تني ۾ موت مارا

داد كر بغداد وارا

جن درنگي كي دغائي    كيو تڙي تن كي توائي

تو وچاين ويـر! وائي    پيا آهـــڏ انـــڌا آسارا

داد كر بغداد وارا

توكي مڙئي معلوم ميان    بي دانهن آءٌ كنهن كي ڏيان

تنهنجي دلاسي تـو جيان    تون پاڻ ٿي مسكين پارا

داد كر بغداد وارا

منهنجا مدعي مات كر    غمناك دل كـي شاد كر

احمد وصل ارشاد كر    تنهنجا پسان نوري نظارا

داد كر بغداد وارا

مهدي! منافق مـار تون    اغيار كي كر ڏار تون

خونخوار كي كر خوار تون    نيكي وڃائي ويا نصارا

داد كر بغداد وارا

كـر تـو تـڙايا كودڙا    گس تؤن كٽي ويا گودڙا

[پيا ڏوڙ ۾ ـــي دوڏڙا]    منهن تي مَلين عربي انگارا

داد كر بغداد وارا

منهنجي ميان! كر ماڙ تون    بگهياڙ جي پٽ پاڙ تون

يَڃ ڏيپڙي جي ڏاڙ تون    بَڇ گرگ كي سگ بي شمارا

داد كر بغداد وارا

كامل قبولت عرض كر    بيي غرض كان لاغرض كر

مون سين ملاقت فرض كر    منظور كيم تنهنجا منـارا

داد كر بغداد وارا

پارس وسيلو پيـر تون    عارف آمـل اكسير تون

دلگير جو دلدّير تون    لك پي چڙهيا تو كان تسارا

داد كر بغداد وارا

هادي هدايت جـا ڏٽـي    پايان اكيين تنهنجي پٽي

توڙا اتـــم تنهنجي تٽي    جيءَ ۾ وسين جاني جيارا

داد كر بغداد وارا

دارو دوا در دست تو دل مست کي منجھ بست تو
ويئي ورائـي وست تو تنهنجا امـر جاري اشارا
داد کر بغداد وارا

هادي رسين هر حال تون فائدو ڏئين في الحال تون
کر سوال جي سنپال تون سڏ تو کريان توکي سوارا
داد کر بغداد وارا

دل ۾ وسين دلبند تون هادي همه هر هند تون
منهنجي وساء مسنند تون کامل قمر قـوت قرارا
داد کر بغداد وارا

سرور سپه سالار تـون چؤ طرف چوکيدار تون
پنهنجو اُکارين پار تون کوڙين لکين عاصي اپارا
داد کر بغداد وارا

حامي حمايت تو گهران توکان تنهينجو تو گهران
توکي وٺي سک سو گهران دک دور کر داڙو دوبارا
داد کر بغداد وارا

هر حال ۾ همراهه تون گمراهه کي کر راهه تون
بدخواه کي ڏي باهه تون کامي مرن خوني خسارا
داد کر بغداد وارا

توڙان اٿم تنهنجو تکيو هر حال ۾ گهرجين هکيو
چورن کتن آهيان چکيو کاهيو رسن دز ديوَ کارا
داد کر بغداد وارا

تـوڙان اٿـم تنهنجي تڳا سگ کي وجهين قابو سڳا
بهکيو اچـن پيٽو پڳا تن کي چکا لٽ جي لغارا
داد کر بغداد وارا

توڙان اٿم تو ۾ طمعان ضامن آهين منهنجو ضمان
کوڙين نـوازيئي ناکمان مشکلکشا مختيارکارا
داد کر بغداد وارا

دائم ڏکهو هٿ دين تو مقصد گهُري مسکين تو

سلطان چاڪر چين تو بردا برين بلخ و بخارا
داد ڪر بغداد وارا

شب روز شڪرانو چوان آندي مهر مون تي اوهان
پُر جام ڏي نينهن جا نوان صدقا گهران ساقي سونهارا(١)
داد ڪر بغداد وارا

بي پير ڪيا لک پير تو دُزِ ميرا! ڪيا شه مير تو
سَنگ سون ڪيو اڪسير تو تاران اُڪاريا تو آتارا
داد ڪر بغداد وارا

توکان گدا لک شاه ٿيا لک شاه تنهنجا ڏاهه ٿيا
گمراه توکان راهه ٿيا فرمان ۾ فغفور دارا
داد ڪر بغداد وارا

داڙو! وڏايو دين تو نَهرا ڪيا نابين تو
توڙاڻ آهيان تابين تو جڳ جو مثِ مهدي مدارا
داد ڪر بغداد وارا

تازا نوان ڪر نينهڙا محبت وسايو سينهڙا
ڪڍ تون ڏولائي ڏينهڙا ڪر تون سڌڪا سبزا ستارا
داد ڪر بغداد وارا

تون ”ڪل“ جڳ تنهنجو ”جزو“ ڪامل ڪجان ڪاذب ڦڙو
چا نيڪ چا دانا دزو چا برگ گل ميوا موچارا
داد ڪر بغداد وارا

منهنجي مدت شه مير ڪر واهر وسيلو ويـر ڪر
پنهنجو لڪياري پير ڪر ڪل پير جا پارس پاڳارا
داد ڪر بغداد وارا

نيڪي بدي تنهنجي ڳلي پازي پيو تنهنجي پلي
خر ڪي پليو تنهنجي ڪلي دل سين گهران تنهنجو ديدارا
داد ڪر بغداد وارا

توکي ذبحي بخشو سدا تون دادلو خلق خدا
توکان مڱان من جي مدا قلبان پڙهان ڪلمي توارا
داد ڪر بغداد وارا

لا اله الاالله محمد رسول الله

(١) خ. سهارا

## [ مدح -٢ ]*

مدح پير دستگير شيخ سيد عبدالقادر جيلاني قدس الله سره

بسم الله الرحمٰن الرحيم

ساره ڪريان صاحب سندي — جنهن جي آهيان بردي بندي
آڏي جنهين اوڏي گندي (١) — يا پير پيران بادشاه.

احمد مجون ايمان سان — ڪلمون پڙهي دل جان سان
فائدو وٺون فرقان سان — يا پير پيران بادشاه.

چوڪا نبي جا چار يار — آهين اڪين جا نار نار
تن جي ڪدير قلبؤن ڪوار(٢) — يا پير پيران بادشاه.

پنجتن سندو آءٌ خاڪ پا — جوڙي ڏيان در سيني جا
ويٺو واڪائيان واه واه — يا پير پيران بادشاه.

بغداد پوڪيو باغ تو — ملتان مڪو ماڳ تو
روهڙي ٻڌي سر پاڳ تو — يا پير پيران بادشاه.

هن ديس ۾ آئين جڏي — ٻهرا ڏنئي ٻهرا تڏي
اي واحد ڏني توکي وڏي — يا پير پيران بادشاه.

عاصي آهيان هن پار جو — عاجز آهيان آزار جو
دارون ڪريو درڪار جو — يا پير پيران بادشاه.

چارئي عناصر چاڪ ڪر — هادي صحت هُشناڪ ڪر
غمناڪ دل چالاڪ ڪر — يا پير پيران بادشاه.

سڀ سرزمين سردار تون — مولي اڳيئون مختيار تون
محمد سندو منٺار تون — يا پير پيران بادشاه.

حسنين جا دو-نين تون — داڙو آهيين دن رين تون
سوالي سندي سڻ سين تون — يا پير پيران بادشاه.

اچي جهاز پئو قر ۾ قلي — 'جز' ۾ پئو جلوو 'ڪلي'
تڏ عشق جهولي پئو جهلي — يا پير پيران بادشاه.

---

* هي مدح ظ ن ۾ ڪانهي (١) خ آندهي جهم اوڏي گندي؛ ڪ آندهي جنهن اوڏي گندي
(٢) ڪ تن جي ڪير قلبئون توار.

چنڊ ۾ سهائو سج جو | پون تي وڻو مينهن وڄ جو
تون نور اعليٰ نج جو | يا پير پيران بادشاه .
ڪونين جي هٿ واڳ تو | ڪل پير جي سر پاڳ تو
منگتي ڏنا لک لاڳ تو | يا پير پيران بادشاه .
احمد چڙهيو عرشين جڏهه | تو تي قدم آئيو تڏهه
آت پيو نه ڪو پهتو ڪڏهه | يا پير پيران بادشاه .
جي اُمتيي احمد سندا | تون شاه تن جو رهنما
سي ٿيا پلا واصل با الله | يا پير پيران بادشاه
تنهنجي رِتا جي رابطي | توڙي نه پڙهيا 'بي' و'تي' (۱)
سَهوا بچيا سي سر قصي (۱) | يا پير پيران بادشاه .
تنهنجي آيا خمخوان ۾ | مستان ٿيا ميخان ۾
مُرڪي آيا ميدان ۾ | يا پير پيران بادشاه
تنهنجي زيارت ذوق سان | حاصل ڪريون شد شوق سان
محبت گهرون منهن موڪ سان | يا پير پيران بادشاه .
طالب آهيان تنهنجو سدا | تو ڪان گهران من جي مدا
سڀ او ڪ ٿئي مون تان ادا | يا پير پيران بادشاه .
وارث وسيلو وير تون | پٽ مرض جي جڙ پير تون
دارو دوا دلگير تون | يا پير پيران بادشاه .
تون اولياء الله جو | محبوب محمد شاه جو
رهبر سونهون ره راه جو | يا پير پيران بادشاه .
جي اُمتي احمد سندا | توڙي آهيون ميرا مندا
قائل آهيون ڪلمي سندا | يا پير پيران بادشاه .
عرب و عجم ايران ۾ | چيا ڪامرو ڪستان ۾
بغداد چيا بسطان ۾ | يا پير پيران بادشاه .

---

(۱) اصل. ائين .

دلي دکن لاهور ۾ پيران پٽڻ پيشور ۾
تنهنجا نائب هر دور ۾ يا پير پيران بادشاه.
چا چين چا ماچين ۾ آيا ڏکيي سان دين ۾
تنهنجي نظر منجهه مين ۾ يا پير پيران بادشاه.**

---

ٻي جدا مدح جو بند:

معجزا مشهور تنهنجا مالوي ملتان ۾ ڪڇ ڪڙي پٽلاد پورب روهه ريگستان ۾
پربندر منگرول سورت مسقط ومڪران ۾ يا پير پيران بادشاه

---

ٻي جدا مدح جو بند:

موسيٰ سندي عصا هوئي تنهنجي ڪرامت دست ۾ مونکي نبي بخشيو سدا آئي خوشي دل بست ۾
تاثير پيو تلقين ۾ منصور جي دل مست ۾ يا پير پيران بادشاه

---

** هن بند کان پوءِ خ ڪ ش ۾ ٻيا ۲ بند لاڳيتا شامل آهن جن مان سواءِ ٻن بندن جي ٻيا جملي بند، وزن، معنيٰ، توڙي شاعري جي لحاظ سان ناقص آهن ۽ يقيني طور اهي خليفي صاحب جا چيل نه آهن بلڪ بعد ۾ ٻئي ڪنهن لکي ڇڏيا آهن. البت جي بند هيٺ ڪاري ليڪ بعد ڏنا ويا آهن سي غالباً خليفي صاحب جي ٻين ٻن مداحن جا آهن جن مان هڪ آخري نالي وارو آهي - و الله اعلم.

# نظم : قافيو الفا اشباع

## [نُڪتا تصوف جا]

صفت ڪر سبحان جي، جنهن ڪي جوڙ جڳاء
جو خالق گهڻي خلق جو ملڪ ڏني مولا
جنهن آپايو آدم کي، مولي مهر منجها
آگهي آدم کي ڏني توڙان تعظيما
آلانسان سِرّي و آنا سِره، عجب اسرارا
قوم گهڻي قدرت سان، ٿئي پُرس منجهان پيدا
ڪي عابد، ڪي عادل، ڪي ظالم ڪن ظلما
ڪي عالم ولي اوليا، ڪي ملان مسجدا
ڪي گنگا ويندا گودڙيا، هرگز هندوئا
آهي ڪل عالم جو اصل احمدا
جمع منجهه فرق جي ٿيو رايو رحمانا
ته آهري ڪجي هٿ ۾ پسڻ پنهنجي لاء
جا هيڪڙي منجهان ۾ ڪري فرق في الحالا
ته مر جان رسي روح ڪي سندو صحبت سا
ته منهن پنهنجي جو اکيون ڪن درست ديدارا
تيلاه ڪيو هٿ ۾ آئنو ان سببا
ته صورت شور اٿاريو اڏميو اوڙاه
ڳڻي ڳٽيان ڪيترا عجب آگهي جا
پر اچي آدم ۾ پئي موج محبتا
سو ڪينَ مَيائهي ڪوزي ۾ ثابت سموندا
جيئن پَرِي ماٿي آنّ جي، ٿيڙڪهي ماڙهوءَ تا

ڪي شيشو ڪيري شراب جو پئي پهڻ مٿا
ڪي قضا ساڻ ڪنوار جي چنو هار هٿا
ڪي نهڪي سان نڪريون تيو داٿا دور پيا(١)
عشق آدم سين ايئن ڪيو جا پر پسو ٿا
پئي ڪارائي ڪاٽ ۾ تيـا ڦرها ڦرها
هاٿي هيڪ وجود مان لڪين لڪ ٿيا
تيو حسن هوت حبيب جو ظاهر ظهورا
اصل منديو معاملو مولهي محبت لاء
هاٿي گهرجي ڪينڪي توڪي سڪ سوا
گل ڦل ڪليا ڪيتڪي ميينهن ملارا
بجلين برساتون ڪيون چمڪيون چوڏارا
آئـي لايـا عاشقـين نيڻـين نظـارا
ڪنڌا ڪاڪل سجڻين ڪيا سيني سنڪارا
انو پهر عشق جا دل ۾ ڏنڙيارا
سر سودي ۾ آئيا گڏيا وڻجارا
سينا گڏيا سجڻين هينيان هيڪ ٿيا
من ۾ مشتاقن جي مقصد محبتا
اوڏا اڏيـر پڪڙا عقل سي اصلا
عقل عشق پاڻ ۾ وڏا وچ پيا (٢)
عقل تابع سي ٿيا مخنث مردودا
ماضي مسئلا اج سين پلهي تن پيا
پيا پڻ لڪين ان جي گهٽا صحبت سجهايا
ويچارا وصال ڪان موڪت منجهايا
ڪهڙو قدر موتيئن ڪوڙن ڪانيرا
ڪانگ ڪرڙي وات ۾، للو لالون ڪاء
جي تو ماڻڪن ميڙائو گهرين تا هنجهن پاڻ هيراء
سنگت ڦتي ڪرسانهه جيجا گوجون گانگت ڪاء

(١). خ ق. 'ڪ، ن ڪي سان'؛ د ڪ. 'ڪ نه ڪي سان ' (٢) اصل. 'عقل احمد پاڻ ۾'.

جا ڏيندڙ ڪاڻ ڏهن ۾ ٿي پاٽي پير پساءِ
ڪيئن ٿو پڇين ڪانڌ جي ڪر ڪنواريءَ ڪاءِ
رسيو نہ تنهن جي روح ڪي سندو صحبت ساءِ
پر رنڊائيندي رنڙي ايوجهہ ويچارا
جنهن جو مڙس مري ويو، ٿي سيڪي سينگارا
ذِڪر تنهن جي من ۾، ماضي موجودا
سڄر سپيرين جي سا ڳالهہ نہ ڪندي ڪا.
پر پوندي ڪا پرٽيءَ ڪان پيرين جي پرجها
هوت جنهن جي هنج ۾ هردم حياتا
نت نت تازا نينهن جا ٿي ڳاج هنيين سين ڳاءِ
وچان وچ وصال جهي سا لئن ڪين سماءِ (۱)
رهيو نہ رتيءَ جيترو ڪو هن وٽ حجابا
قرب ڪمالت رسيو وچان غير وڃا
ڪيري فرض مريض تي، صحت سيڪين ڪاءِ
"اِعملوا ما شئتم قدغفرت لکم" سيڪين تني لاءِ
تڙت لطيفي طعام جو سالڪ چکن ساءِ
ڪتو ڪير منو ٿيو مليو ماکي ساءِ
جنهن کي صحت سرير ۾ آگي ڏونہ اصلا
بادي ترشي طعام جو تنهن کي ڏپ نہ ڏاءِ
"يُبدّل اللّٰهُ سيّئاتهم في الحسنات" قادر جا ڪرما
ويا روزا، عيد ٿي، جيئن ڪائي تئن ڪاءِ
روزن سندي عيد مان ڪثر چڏ م ڪا
روزو رکڻ عيد ۾ وڏو غير گناهہ
نڪين مومن سو ٿئو محض مجوسي آهہ
ميرا تون منسوخ ڪر، مٿي اوڏ اڇا
هڏ بيڙو گل بانهن ۾، ڪجل ڪاني پاءِ
مڙ ڪتوري مينڊن ۾ تون لوئي لالڻ لاءِ

(۱) خ ڪ. 'سالو ڪين سماءِ' ش. 'سالون ڪين سماءِ'

دوئي ورق دفعي ٿيو خونيي خبيثا
جنهن وڌو وچ وصال ۾ هَئي هَئي حجابا
سا ڪيئن وٺي سڄڻين جُنْبِي هوندي جا
غير غباران گاڏئون پرين پاڪيزا
رات وهامي ڏينهن ٿيو، ڪيو شمس شعاع
سج چوٿي سر آئيو سجدو ڪين سماء
نڪا رهي آن وقت ۾ نفل نمازا
ڏُنڌ دوئي جو وڃيو سندي شمس شعاع
تون هڏ آهيين ڪونه ڪو، جو آهي سو آه
جيڪين آڏو سڄڻين سو سڀ لاٿو "لا"
" انا احمد بلاميم" آتسو احمد شاه
"فاينماتولّوا فثمّ وجه الله" چوڏس نورنگاه
لالڻ ڏارا ليکڙي قاسم! پس مَ ڪا
قادر ڪلمون راس ڪيو مٿي محمد شاه
لا اله الا الله محمد رسول الله

# نظم: صنف ڪبندون

## [نُڪتا تصوف جا]

بسم الله الرحمن الرحيم

ڪريان سائينءَ جي ساراهه — جنهن سائينءَ وڏم ساهه
ميان محمد مختيار — جنهن جا چار چڱا يار
سونهن سان صحابن — پيلا پاڪ پنج ئي تَن
هادي حسن ۽ حسين — سچا سيد ثقلين
منهنجو روهڙي وارو پير — هادي مهدي همه گير
مهدي منثون محي الدين — داڙهُو جنهن جيارين دين
آهيان آءٌ تنهن جو سڳ — جنهن تي پيرن سنڌي پڳ
شمس پير سندو پوش — آهي مهدي مي فروش
جن جو پير سان پيوَند — سي تان نوري نقشبند
نبي سوا لک چون — احمد موڙ مُرسلن
احمد الله سندو نور — قاسم! ڪونهه ات قصور
منجهان محمد جي نور — خلق فلڪ ٿيا ظهور
"آنا مِن نُورِ اللّٰه" — "وَ ڪُلُ شيءٍ مِن نوري" آهه
نور نبين ۾ جيئن آهي — پير پيرن ۾ ٿيئي
گوهر صدف ۾ آيو — پيس عشق جو رايو
مليو رنگ ۾ بي رنگ — مَتيي عشق سندي جنگ
ڪُليو "چُون" ۾ "بي چُون" — قاسم! ڏس مَ ادا ڏُون
"نَحنُ اَقرَبُ" موجود — وينو وارث منجهه وجود
پسو آب منجهه حباب — سوئي راڳي سو رباب
"بلاسير" چيو شاهه — وڏيو دوئيءَ ڪي داناهه
جنهن جي صفت تنهن جي ذات — جنهن جو ڏينهن تنهن جي رات
همه نور جو ظهور — ڪٿي صحت ڪٿي سور

آهي همه جا حبيب — گَنهي مرض گَند طبيب
لکين لهريون لک حُباب — آهي اصل سندن آب
هُتان هَلي آيو هيتّ — لڳو نينهن نغارو نِتّ
مليو رڳ رڳ ۾ روح — تنهن لاءِ ٻولي سنجهه صبوح
وارث وينو منجهه وجود — ميڙيو مَلَڪ ڪن سجود
پسو پرت سندا پار — ڪيائين ڪَٺي منجهان ٻار
پسو پرت سندا موڙ — ڪيائين ڪٺي منجهان ڪوڙ
پَئي قوڙائي جي فال — وري ڏيندو ڪئن وصال
منهنجو وطن آهي ويڙ — جهڙي پاناٺي جي پيڙ(١)
جتي ڏپ نه ڪو ڏاءِ — نه ڪا پيڻ نه ڪو پاءِ
نه ڪي موت سان مرڻ — ٻَڪر چاڳ سان چرڻ
نه ڪو موت نه ڪو مرض — نه ڪا سُنّت نه ڪو فرض
نه ڪو دوزخ دستور — نه ڪو مَلَڪ نه ڪا حور
نه ڪو بهشت نه ڪو باغ — نه ڪو بلبل نه ڪو زاغ
نه ڪو جِنّ پَريزاد — نه ڪو آتشي نه باد
آبي خاڪي ڪونه ڪم — نه ڪو استخوان لَحَم
مونکي ڪنيو ڪنهن خيال — تڏهن لوئي اوڏيم لال
ڪيلي آيس مٿي ڪوه — تتي ٿهڪيا ڏنم توه
عمر ايندو ڏنو مون — پانيان پيڙي ٿيان پون
آئي هوَيس مٿي آنهن — اچي عمر جهلي ٻانهن
مونکي هاڏو هٿ ۾ لاءِ — تو ڪي ڇٽيو منهنجي ماءِ
آهيان آءٌ تنهنجي ڀيڻ — صبح ڪيئن ڪَٽنديِن نيڻ!
قلم قضا آنديس ڪوٽ — منهنجي ڪٺيءَ لڳي ڪوٽ
اکيون واڙيون ڏسن — سدا سنديون سنگهارن
مونکي مولي ميڙيين سڀي — جيڏيون چار چڱيون جهڙي
پُڄيي آيس پريون (٢) — چِڏي 'چون' ڪي 'بي چون'
مونکي عشق آندو ات — جتي پونءِ نه ڪا پيت
عمر عشق جو نالو — ڪيائين 'چون' ۾ چالو
اَلْعِشْقُ نَارُ اللّٰه — نه ڪي رهيو ري اللّٰه.

---

(١) پاناٺيجو ٻوٽو، نواب شاه ۽ سنجهوريجي وچ واري اراضيءَ ۾ آڳاٽي وقت ۾ هڪ بريابان هوندو هو جتي پاڻي نڪا ٿيهر. (٢) خ ذ. 'پنجي'؛ ڪ د. 'پنجي'؛ ش. 'پنجيءَ'.

# سي حرفي  در [بيان] جنگ هير و مادر او*

[ نيهه اکري، هير ۽ سندس ماءُ جي جهيڙي بابت ]

**الف** آپ ستّار ستاري ڪَر٘ي، رب رکي رقيبان دري جنگ ڪنون
سڙ پڪ ٿئي دل ڪڪ مَيڏري، اِنهان جهنگ سياليان دري ننگ ڪنون
ڪيڙي خر ڪنون شلا مر وڃان، انگ انگ ڪَنّبي جنهن دري انگ ڪنون
اڄ ڪل ڪيڙا مَر٘ي پَل پيڙا، وَڃي موت پيرا وَڏري ڪنگهه ڪنون
رانجهو نال نهال ڪمال ٿيوري، دل دوڙ پئي لنگهه دنگ ڪنون.

**الف** آک ڏريا! مينُون ساک سچي، ڪتان چاک ڏٺي وچ خواب دري ڙري!
متان جاڳدي جاد مُنائي هئي، پلؤ کول نِکار نقاب دري ڙري(۱)!
ڪيڙي خان ڪنون بي ايمان ٿيوين، دَر دان گهني بد آب دري ڙري!
ڪوڙين عشق دي خيال خوار ڪيتي، لک تاب حسن مهتاب دري ڙري!
مَد پيي مَباد مُبيڊ والي، دنگ لنگهي هئين ڏوه ثواب دي ڙي(۲)!

**بي** بان لگا تينون ڪان ڪيها، نعرا مار نقاري تي لَڙدريُئين
ڦَتي سور وانگون ڪر شور سُڇي! ڪن چند اکون ڪَپ ڪَڙدريُئين
ڪيڙي نال نهال خوشحال ٿيوين، رانجهو ڏيک سدا نت سڙديئين
ڪر ٿُور چنڊُور انگُور پتي، اَسي وانگ اسان نال آڙديئين
آؤسَئي ڪر قيام دي ڏينهن ڪيڙا، جنهندي ڪاڻ جهنم وَڙديئين.

**بي** بار بره سِر سيئي چائن، سيني هانءَ رکن نَر شينهن دري ڙري!
پَهلُون آپ ڪنون پاسي آپ ٿيوَن، پچين نانءَ گهنن شه نينهن دري ڙري!
سَٽ دُور خودي خود خاص ٿيون، سِرمي صاف وانگون تَن پيهندي ڙري!

---

* هر حرف جا ٻه بيت آهن، جن مان پهريون هير جي زباني ۽ ٻيو سندس ماءُ جي زباني جواب آهي. (۱) جاد منائي هئي = چڳ ويڙائي اٿئي. (۲) اصل. 'موحدي والي'.

ڪارونيار بدل ڪپار چڙهيي، ابر آ وُٺي مند مينهن دي ڙي!
تونتان لڪپوورين پکيي ڪُڪ وانگي چُڪ چُڪ ڏيکين چٽ ڏينهن دي ڙي!

ٿي طعنا مينا مٺن نون چاڪ دا، آتين چاڪ مينا ڪنڊ کير ڪنون (١)
ماڻهي چاڪ چناه دي چتي شالا! جو مٺن منگ گيڌا وڏي پير ڪنون
ٿيوم عشق نباه نصيب سدا، ميلهي دان داڙو دستگير ڪنون
منجهينوال دي منجهين دا کير مٺن نون گهن پير ڏتا سچ سير ڪنون (٢)
راضي رب رحيم ڪريم ٿيوي، بچي هير توڙان تقصير ڪنون.

ٿي تن تيڏي متان رت تتيي، ست مت ڪُمت پرائيي آئيي ڙي!
مر قت اُقت اُ گهٽ وچين، پڳ باپ دي پت ڪرائي آئي ڙي!
منجهينوال ميهوال محتاج ماني، ڪيڙا چٽ شريڪ سرائي آئي ڙي!
کيڙي خان جوان سجان ڪنون، ڦکي دوڙ کيون دل ڦرائي آئي ڙي!
ڊنگ ڊنگ ڏيڏوري دا ڍول وجي، ڏيندي بدريان پيڻ پرائي آئي ڙي.

ٿي سڪ سچيي سچي يار دي مٺن نون، تين ڪوڙ نمي تن تيل دا ڙي!
اللّٰه ايوين ڪري جيوين آکديان، اکيين نال ڏيکان ماهي تيلدا ڙي!
شه تخت هزاري دا چاڪ بنا، ڪيسهي پاڳ والبين ڪيل ميلدا ڙي!
منجهينوال ميهوال مٺن نال شالا ڪيڙا ڏيک سڙي خوش کيلدا ڙي!
در دام ميڏي شهاز پيا، پلي ڪا گنيي بچا هيل دا ڙي!

ٿي سچ نصيب تنان ڪون ٿيوي جيڪي حب رکن گر پيردي ڙي (٣)!
ڪنون پير ملي، دلڏير ٿئي، اک سون ڪيتي اڪسير دي ڙي!
منجهينوال دي نال خيال تيڏا، جهڳ جهڳ چتين جهڳ کير دي ڙي!
سُمهي لوڪ سيو سُک رين ساري، نيٹين نند ڦٽي هڪ هير دي ڙي!
سڻ! ورير مباد مريسي تئن نون، تڪ تڪ بٽيي تن تير دي ڙي (٤)!

جيم جهولٽي وڙيا سچ چند ميڏي، زد خوف ٿئي ظلمات دي ڙي (٥)
منجهينوال وچولي مٺن شاه ڏٺا، مه نور پريا سچ ذات دي ڙي!

---

(١) اصل. 'تي طعنا مينون چاڪ دامٺا' (٢) منجهينوال = ميهار. منجهين دا = مينهن جو.
(٣) اصل. 'جيڪو حب رکي' (٤) مباد = مبادا ـ متان (٥) وڙيا = پيو ـ جهڙيو.
زد ٿئي = ختم ٿيا.

تيڏي شڪ اڪيهين ڪنون حق نيتا، ٽيڙ ٽابي ڪاوين آڌي رات ڏي ڙي!
ڏيندي ڏوه تڏان اکنين ڏنا نيو ري جو مئن ڏاج لڌا ڳجهي ڏات ڏي ڙي!
قاسم! رئين ڳتي ڏن هو رهيا، پکيي بول ٻيٺي پيريات ڏي ڙي!

**جيم** جڳ جهلي جس ڏڳ ڪنون، گهڻ ڏڳ اڳون ول وڳڏي ڙي!
اهين نڳ تيڏي دل نڳ نيتيي، سٽ جڳ آسي ڳل لڳڏي ڙي!
رڳ رڳ دونهين ڏک ڏڳ پئي جب جنگ لڳيي جهڳ مڳ ڏي ڙي!
ٻن گهٽ دنيا والي دوستي ڪون، حب رک غنيمت اڳ ڏي ڙي!
اسان آپ ٿوڪان ڪرون جڳ اتي، هڻ ٿوڪ پئي ساري جڳ دي ڙي!

**حي** حد عشق دي رد ٿئي، ورک وڌ پئي وچ يـــار ڏهين
ڪران بس ڪريهين، نهين وس ميڏا دل دوڙ ڳئي دلدار ڏهين
خس حز ڏي صاحب آزار ڪنون، بلبل آڏ ڳئي گلزار ڏهين
جي ٿيز ماه سڏي، گهڻ ان ماهي، منجان ميڙ ٽئن نون منتار ڏهين
شالا خير هووئي، ڪر خير ڪوئي، دارو پيچ دوا بيمار ڏهين.

**دي** هٿ سڄي! سٽ بٽ تلهي، مهڙ مٺ ٻري بد خيال ڪنون
ڪيڙي وڙ ڏي گهرسهاڳ مائيـــن، وڃڻ مر اهين منجهينوال ڪنون
جنهان حق پئي حق واليان ڏي، رنديان نديان سي رب وصال ڪنون
تينون لٽ آلت پلٽ لڳي، تاڙي ڳٿيئي تال چوٽال ڪنون
قاسم نال وصال بحال ٿيوي، رب رکي جدائي دي جال ڪنون.

**خي** خوش وتان آهو ڏينهن سڄا، جنهن ڏينهن سٽان مهٽين يار ڏي مئين
لک لک بديان، لک مهٽي طعني، پلئم پاء جهلان آس پار ڏي مئين
اهين خـــــر منافق وڙ ڪنـــــون وڃـــان مر اڳون منتار ڏي مئين
جنهن وار سياڳڙي يار آوي، ٻيٺي ڏينهن ڳٽان آسي وار ڏي مئين
گهٽي حيف سدا صف عاشقان ڏي، ڳاني تروڙ ٻهان دلدار ڏي مئين!

**خي** خون خنام خطائي ڪنون ڪـــر بـــس سدا هنس رس وٽهي(١)!
لڳي ڪيڙ ڪنون ڪيهي چيڙ تينون، ڏتئي ڏات ڪيها ڏنب ڏس وٽهي!
ڪيڙي نال نڪاح پڙهايون تيڏا، سونهي سيج سونهاري سس وٽهي!

---

(١) وٽهي = اڙي - ٻڙي!

پچين ڪيل ڏمال مجاز والي، منهن تي مَل ٻَهين ڪاليي مس وَلهي!
قاسم لاڪِهي نينهن نپايا جنـان، جهولي پا پيئي جڳ- جس وَلهي!

**دال** دم قدم تي ياد ماهي، رهيا رَم صنم سرير مَيڏي
هڪ دل نيتي دلدار هڪي، پنج ست نهين ڪجهه پير ميڏي
دل شير دلير دي پير ڪٿي، شمشير ستي سڻ وير ميڏي
هڪ جوُ جيتي نهين پوُ توڙي لک سوُ ستو سر تير ميڏي
قاسم ڪم سيي تَل تم تَهي، ليکي توڙ ڪنون تقدير ميڏي.

**دال** ديڳ 'سمَل' دي سڌ ڪيتا، آوي مجنون ٻي نون ڪاوٽا ڪيا(۱)!
جيڪو لائي تہ نينهن نيائي، نتان سُتا شينهن ڏي چوڪ جڳاوٽا ڪيا!
چُڪي تال چوُتال دي تال ڪنون، آسي تال بيتال تي ڳاوٽا ڪيا!
لَيي لال ڪيهي ڳت نال ڪيوين، پيُتا پاڻ پري بَد چاوٽا ڪيا!
قاسم ڪون قضا ڪنُون ڪند ڪدي، سر آئي قضا، تہ سجاوٽا ڪيا!

**ذال** ظن ڪنُون ڪيها ڏن ڪٿيئي، رن ٻن پيا ظن پيٽ دا ڙي!
ڏيوان ڏنپ تيئنُون هڻ ڏيک ماهي ميڏي پيٽ اُتي نيت ليندا ڙي!
دل پيچ ڪڙي جنهن لچ ڪنون، لٿا لاهم ستان پٽ هيٺ دا ڙي!
شلا جهنگ دا ننگ نصيب ٿيوي، انگ اوڍ ٻهان ٻوتا پيٽ دا ڙي!
لنگهه رُيل آويل سويل وچان، پيئي رات ڏيکان رنگ ريت دا ڙي!

**ذال** زنجير زليخا والي، تيڏي ڪاڻ سينگاريم ست وَلهي!
اِهين مت ڪمَت دي ڳت ڪنون، هڻ هٿ هٿوڙيان ڳهت وَلهي!
ڳهتان بند بلند ڪمند تينون، هنڌ هنڌ رووين رتي رت وَلهي!
ڪوهڪاف دي لاف نہ مار سُڄي! ڏيندا عشق ڪيسي ڪون نہ آت وَلهي!
قاسم! شمس دي ڪل چون ٿي ڪلهاجان رڳ عشق سيئتي سُهٽي نت وَلهي!

**ري** راند برهہ دي رمديئان، رم رم سڪيئان صنم ڪنون
خم خم ڪنون مد پيي ميڏي دل صاف ٿئي جام جم ڪنون
پيدا لوح قلم جنهن دم ٿيا، لـذا رم صنم تنهن دم ڪنون
ڪيڙي خر ڪنون سچ بر پلا، وچان مر اِهين مدي سم ڪنون
قاسم ڪيتاهي يار شڪار سانُون، ست چال ميڏي سر جم ڪنون.

---

(۱) اصل. 'سنبل دي'. سمّل' = سمّ الفار = زهر.

**ري** رنگ برنگ ڏي طور تيڏي، ڏينڊي رنگ برنگ ڏڪاليان ڙي!
نيت رنگ برنگ ڏي راند رمي، نت رنگ برنگ ديان چاليان ڙي!
مونڊي رنگ‌برنگ ڏي لال چيري، ڪنهين رنگ برنگ ديان واليان ڙي
ڏندين رنگ برنگ مساڳ ملين، لبين رنگ برنگ ديان لاليان ڙي!
ڏيکي رنگ برنگ ڏي ويس ماهي، ڪري رنگ برنگ ديان ڳالهيان ڙي!

**زي** زنگ دورنگ ڏي جنگ متي، ڪش تنگ ترنگ آتاوندڙينئين
پر تير فقير تون هير آتي، ڪش ڪان ڪمان ڪيون آوندئين
گم عيد پليد يزيد ڪيتي، تيغان عشق امـــام تـي چاوندئين
تون ته رن بني 'بني اميه' ڏي، زيرا پٽ صحاب دا ڪاوندئين
ميلهي ڪڏ آهڏ ڪن هڏ تيڏي، اج ڪلهه جهنم جاوندڙينئين.

**زي** ذري پوري سمجهاونديان پيني ڳائون ديان ڳالهين مت ڏيان(١)
ندي لنگهه نسنگ نه ننگ والي، تيڪون ننگ ڏي ونگ مين گهتديان
پڇي ڪنڌ تيڏا سنڌ سنڌ ڪنون، گلا چير پيوان وتيان رت ديان
ٻوڙين لت ڏي پت ڪپت تيڏيان متيان موڙهيائين مت سمت ديان
قاسم درد فراق. دي دونهين دکيي، ڪنهن دي نال ڪران ڳالهين آت ديان.

**سين** سينڌ ميڏي گهن‌چاڪ ڏي چوٽي تين‌عشق ڏتيان ڳنڌ ڳنڍيان ڙي!
منجهينوال ڏي نال مجاز ميڏا، لڳا نينهن نچان گهتا گهنديان ڙي!
جوڳي يار دي نال بازار گهمون، هٿ مار لڏون اسان لنديان ڙي!
گهنب گهنبيان ٻڌن لنديان، لڳن لنبڙيان ڏي پيچون پنبڙيان ڙي!
قاسم ڪون ستيان ڏي سنگ چلهي، ڏينديان چورڪتي واليان چنبڙيان ڙي!

*__سين__ سهيليان تؤ ستيان متيان، [چلين نيت نمويان] چتر چاليان ڙي!
هت هتيان هليان چتيان ڏي وچ[پٽ] پيتيان ڏتيان ڳاليان ڙي (٢)!

---

(١) ڳائون = ڳوٺ - راڄ .

* 'سين' جي هن بيت کان وٺي 'صاد' تائين، اهي پنج بيت فقط ٻن نسخن خ ق ۾ آهن، جن ۾ ڪن جاين تي ڪي لفظ ڪٽيل آهن ۽ صورتخطي ۾ ناقص آهي. خليفي صاحب جي اسلوب بياني کي مد نظر رکندي پنهنجي طرفان حتي المقدور ڪٽيل لفظن جو اضافو ڪيو ويو آهي. اهو اضافو چورس ڏنگين ذريعي نروار ڪيو آهي. (٢) اصل. هٿ هٿيان هليان چتيان دي وچ پٽيا ڏنيان ڳاليا ڙي.

چيچ پاليَان تيڏيان پاليان[سي] ڪُل ڪيتيانيِ سياليان ڪاليَان ڙي (١)!
هُل چِين مَچِين سَچِين پيَا، راند مَچِيِ وچ ريزاليَان ڙي!
قاسم جنگ آندِي جِنهان عاشقان تي، ڏيوان تنگ قاهي وچ تاليان ڙي!

*شين شالا شُد نينهن ٿيوِي، اوهو ڏينهن الله ڪنون منگديَان
ڪَچ، ڪيچ، قصور مشهور تيان، ڳالهين سٽيان جڳ[اين] جنگ ديان
وِچ رنگ بيرنگ دِي جنگ لڳِي، گهَت وَنگ نِسنگ نہ سَنگديان
هَٽ هَٽ[تي پَٽ] دِي گهَت وَچِي، ڏوما ڏوم بَنيان مِيرڏنگ دِيَان (٢)
قاسم لنگهہ دورنگ دِي دنگ ڪنون، پڳان ٻڌ شتاب سُرنگ ديان.

*شين شير شاهين شڪار ڪيتا، سڻ بين لکين ٿيان بانوَريان
جند جان [سِنان] نشان ڪيتيِ، اکين ڏيک سَلُوٽيان سانوَريَان (٣)
مَتيِ رنگ بيرنگ دِي جنگ جِتان، رک دنگ دُوئِي ترِيان تانوَريان
هيرا هير مَتِين ڪيون هتيَان تهي، جهولي پا موتي جهَل جهانوَريَان (٤)
قاسم! تال سنيال چوٽال والا، گُن پُڇ ڪنون گُن گانوَريَان.

*صاد سچ پيَا پَلهي ڪَچ نهين، ٻَليا مچ لڳا نينهن نَچديَان
نِچ نِچ پَتنگ پيا مچ تَلهي، ڪنون مَچ تيڏيان پَچ بَچديَان
بَچ بَچ پيراوَڻ ڪَچ ڪيها، ڪنون سَچ سَپَچ رنگ رچديان (٥)
لَٽ پَٽ ڪَتَڪ آتڪ پئي، گهر گيان [گهمير گهَر] گچديان (٦)

*صاد سڏ سهيليان گڏ ڪيتيان، پَتان آڏ تَوڏ ديان مازيان ني (٧)
جِن پُوت آڏوت پيوت متان مارِي تال ٻيتال تي تازيَان نيِ
سُڪيِ پيڙ دي سيڙهڪون چيڙ لڳِي، جهنگجهيڙ چُلي پٽ چاڙيان ني (٨)
ڏيکو ٻُوم دي قُوم دي ڏوم متي، جنگ آندي عُقاب تہِي آڙيان ني
قاسم! ڪَون سيئوي دلدار بِنئُون پوتيان عشق فراق ديان قاڙيان نيي.

—※—

(١) خ. 'چيچ پاليان تيڏيان پاليان جو ڪل - الخ'؛ ق. 'چيچ پاليان تيڏيان پاليا جو ڪل- الخ'. (٢) خ. 'هٽ هٽ جهمندي گت وجي'؛ ق. 'هٽ هٽ...... گت وجي' (٣) اصل. 'جند جان ضعان نشان ڪيتي الخ'. سنان=نيزو- ڀالو. (٤) خ. 'هيرا هير ڪيون منن همّيان تي'.؛ ق. 'هيرا هير ڪيون منن هميان تي' (٥) اصل. پچ بچ پيراون ڪچ ڪيها، ڪنون سچ سچ رنگ رچديان. (٦) اصل. گهر گيان ڪر گچديا. (٧) اصل. پتيان اڏ توڏ دي پاڙيان لي. (٨) خ. سکهي پهير دي سيڙ ڪون چيڙ لگي جهنگ جهڙ چُلي هٽ چاڙياني. ق. سکهي پهڙدي اسيڙ ڪون چيڙ لگي جهنگ جهڙ چلي پٽ ني!

# سي حرفي: لولي

الف يار سيڏي گهر آوي آئوندا ڏيکان تان ڏک جاوي
سهجوَن آنگ نہ چوليِ ماوي سُوهي ويس ڪران سير ساوي
دُرجن چوڙ ڪَڙي هَر دعوي گوڏي ڪول ٻهي گڏ ڪاوي

يا ربّ منگيم ڏي تون تيوين
آ مِل ڍول شالا جڳ جيوين

بي دِي بات سڻايان ڪيهي ميڏا يار تيا پر ڏيهي
اصلوَن ڏيک نہ ڪيتم ڏيهي ليکي لوح، پلپسان تيهي
ويسان جهاڳ آئي مُنهن جيهي لينڊي نينهن نيپينڊي نيهي

مارين يار وسارين ڪيوين
آ مل ڍول شالا جڳ جيوين

سڻ تون تي تبارڪ تعاليٰ يا ربّ يار ميلين منت والا
اوچڪ آيم سيء سيالا پنهلي رات نہ مارم پالا
بلبل ويک جيوي گل لالا جنهن ڪاڻ ڪاتيم سخت ڪشالا

مٺن نال جام صُراحي پيوين
آ مل ڍول شالا جڳ جيوين

سڻ تون ٿي سونهاري سڏان آؤسي سڏ ميڏي سڻ ڪڏان
جنهن ڪاڻ لعل پنگوڙا اڏان تڏڙي هير سڻاوي هڏان
نچان جهمر آوي جڏان مُوٺي خر پوون پر ڪڏان

ميڏي چاڪ سهڻا هٿ سيوين
آ مل ڍول شالا جڳ جيوين

ڪنهن نال جيم ڪران مُنجهيڙي — مُنهن ڪَن نيت لُٽيجين نيڙي
هردم هوندا هيڪِي ويڙهي — يا رب توڙ نه جوڙي ميڙي
باري پار آڪارين بيڙي — تڏڙي تار اکيندا ٿيوين
آ مل ڍول شـــالا جڳ جيوين

---

**هي** هُڻ عشق آيا ڪر هَلان — ڪنهن هٽ آڪ سنيها گهَلان
بيني وانگ تِنڊائي بَلان — چَتڙي چوڙ سناسين رَلان
پُڪلي ڏوڙ پَپُوتِي مَلان — هــمـدم ڏيندم درد هَلاڪِي
مِليم يار نـــه ٿيوم ياڪِي

**خي** هُڻ خط فِراقي لِکانُ — لِکان، لِکڻ ڪنهن ڪَن سِڪان
جوڙان مَس هڏي پَن مِکان — وِچان دوڙ پووَن جي وِکان
آوِي قاسم جنهن ڪاڻ سِڪان — جانُ بُت خاڪ نه ٿيندم خاڪي
مِليم يار نـــه ٿيوم ياڪِي

**دالين** داغ پيا دَر دِلين — تُوڻ بِن ماس پَتِيا مَه هِلين
مُرده جيء پووِي خوش کِلين — سُهڻي تور اگڻ جي تِلين
مَلان مُشڪ عَطر جي مِلين — مولِيٰ! ڪول وصل در طاقِي
مِليم يار نـــه ٿيوم ياڪِي

**ذالين** زنگ پينُون گهَت زَنگي — بَچُئي نينهن جنگاوَر جنگي
ويري ويڙهه مَيڏِي دل وَنگِي — مَلان پُوت پَپُوت مَلنگِي
سامِيين نال قِران سِر تَنگِي — ڏِتِي سُرڪ فــراقِــي ساقِي
مِليم يار نـــه ٿيوم ياڪِي

ڪِيتُم رهبر **ري** روانِي — پَنُيم يـــار ڏَهُون پَروانِي
گهونگهٽ لاهه! لِکان لِک جاني — مُنجانُ مــيڙ طرف مَستانِي
مِلن شـاه ٿِيوَن شـادمـانِي — ڪُلن باغ مُرادان بـــاقـــي
مِليم يـــار نـه ٿيوم يـــاڪِي

---

ظالم **زي** زمانا آيا ميڏي يار مهينا لايا
چاتم ڏينهن سؤ سال سڏايا ملسان يا ربّ يار ملايا
موهن ماه ڪنهين برمايا پيئي وات وصالي ويڪان
اي ڏک ڏيک لهن، جي ڏيکان

**سين** سڌ ڪران سؤ پيرين وهلا ملئم شاه وزيرين
ڪلدي ڪند رلايان ڪيرين دلبر ڏير ڏيهوين دلڏيرين
هردم چاڪ سهاوي هيرين قاسم لطف رباني ويڪان
اي ڏک ڏيک لهن، جي ڏيڪان

**شين** شراب طهورا پيتم پياري جام ڏتا پرپورا
پيتم اوت الٽ پنجتورا (۱) لڳا نينهن نچان گهت نورا
اي تن ڪيتم ساز طنبورا پيرم راڳ رلايان ريڪان
اي ڏک ڏيک لهن، جي ڏيڪان

اؤسي سڻ **صاد** ميڏي سڌ جاني لائق شان پريا لاثاني
جيندي بانهيان دي مئن بانهي تهتئون ڪوڙ ٿيوان قرباني (۲)
بدم بانهپ دي ڳل ڳاني محڪم عشق جڙايان ميڪان
اي ڏک ڏيک لهن، جي ڏيڪان

آيا **ضاد** ضلالت باري واڳان موڙ سڄڻ هڪ واري
تئن توؤن واران جند پياري (۳) صدقؤن صدق ٿيوان سؤ واري
بلبل ويک جيوي گلزاري پٿيان بيد درد ديان بيڪان
اي ڏک ڏيک لهن، جي ڏيڪان

---

**طي** هڻ تيغ بره سر تلهي ٿيوي چور اهو جو چلهي
ڪوپي مار ڪڙي سر ڪلهي سمّل ديڳ چڙهي آ چلهي (۴)
پيون عاشق جام آملهي سرڪي تيز ڪنون تلوارين
يا رب يار ملائين يارين

---

(۱) پنجتورو پيالو. (۲) **خ**. 'تهتوآ قربان ٿيوان ميقرباني'؛ **ڪ**. 'تهتون قرب ٿيوان قرباني'؛ **ش**. تنهن تون گهول ٿيوان قرباني'. (۳) يعني: آءٌ تو تان جند گهوريان. اصل. 'مئن تو واران جند پياري.' (۴) سمل ديڳ = زهر جي ديڳ.

طي تون لنگھ زمانا زنگي | رَ کيئي، بَرسِر قرب کلنگي
پيالا پيءُ تَڙُون تيشنگي | آنگي لاه تيوان سِر نَنگي
تيوان مستو مست ملنگي | منگھت موڙ سُونھن، مختارين
يا ربّ يار ملائين يارين

تو سِر عين الله دا سايا | آيا يار لُٽيجين آيا
مَيڏي درد کنبائي کايا | وِسريم، مال مَڏي گھر مايا
تو کيُون لاڙ مھينا لايا | سِر دا سودا عشق بازارين
يا ربّ يار ملائين يارين

مَينُون غين گھتيا غم دُونهين(۱) | کيتِتُون سُور تَنهي آ سُونهين
اِڳي آهي اِت آسُونهين | اصلئون رمز پيرائي رُوحين
اِي ڏک نين، آئي گھين ڏونهين | کيتا وَٽج حسن وَنجارين
يا ربّ يار ملائين يارين

کُليهي في فضل دِي جهولهي(۲) | آئي سَروَڏون مَند مَمولهي(۳)
مَيڏا يار آيا مٺ کولهي | پڳي پئو سيئي يولهي (۴)
تيوَن، خَر شلا مر تولهي | قاسِرا ڏِي باهين خَس خارين
يا ربّ يار ملائين يارين

---

کانگي قاف کيتابَت آندي . | آکيس: آيس اِي درماندي!
ڏيسان سهجڻون بانهن سِراندي | تيسين درد فراقون واندي
لَڏيان مفت مُرادان بانڌي | چيرا لعل کَران سِر چنّيان
آيا ڏول، مُرادان پنيان

کيتي کاف مَيڏي کم پوري | اصلئون آهي جَي آڏوري
چَپّان پان سوپاري چُوري | کران ناچ، نچان گهت نُوري
بولن ’تون هين تون‘ طنبوري | سَتان دُور دُرنگي دُنيان
آيا ڏول، مرادان پنيان

---

(۱) اصل· ’مين تو غين گھتيا- الخ‘ (۲) اصل. ’کهليو في فضل دي جهولي‘ (۳) اصل. ’آئي سرون مند ممولي‘. (۴) خ ڌ. ’کدبئي يوه سب يولي‘. ک. ’کدبئي يو سپ يولي‘.

کيئنا لام لطف رب سائين — ميـڏا ڍول آيا مئن تائين
ڪُليان خير خوشي ڏيان واهين — ڪيتيان داڙو پير دعائين
چشمين جوڙ پلهايان جائين — اکيان ريجهه رَهيان جهي رُنّيان
آيا ڍول، مرادان پنيان

مئن ڪَن، ميم پيا مه ساقي(۱) — مَنّوا يار منايم ياڪي(۲)
ڪيتي ميڏي ڍول ملاقي(۳) — همدم لٿي درد هلاڪي
رَليان رمزان روز ميثاقي — قاسم! مَلّ خري‍ڻ منهن ڪنّيان
آيا ڍول، مرادان پنيان

لايا نيڻن نون نظارا — مئن ڪَن بخت ڏرتاه ول وارا
گهتيم پوّنڻ - بارهن دا ڍارا — همدم حامي نبي سونهارا
لڳا نوبت سوپ نغارا — مٽچان ريش رقيبين مٽّيان
آيا ڍول، مرادان پنيان

—

پُوٺم واو وَتوتا چٽا(۴) — مئن سير مينهن ميهر دا وٽا
ڪاتي مار ورچوڙا ڪٽا — ٻٽا خر منافق مٽا
مئن تان يار منايا رُٺا — اي دل لنگهه پئي ڏک وادي
ڏيندا لوڪ مبارڪ شادي

هي هنُومان لڳائي لَڪّا — ڏرتا باندر ڦوڪ پڙڪا
مَتا جهڪ مڳ جوت جهڙَڪا — ڏهم ڏهيسر نوڙ نڙَڪا(۵)
مِليا دُزين عشق دڙڪا — تڏان سيٽ لَڪمڻ ڪاڏي(۶)
ڏيندا لوڪ مبارڪ شادي

لا ءِوُن لائق پير لَڪياري — سنڌ هند جنهن نوازي ساري
باري بار آنايا باري(۷) — ڪلنگي برسر شه ڪَلتاري
مهدي مير سونهي مختياري — قاسم گهن آيا گهر هادي
ڏيندا لوڪ مبارڪ شادي

---

(۱) پيا = دلبر (۲) مذوا = ميٺو، رسيلو. ياڪي = وچڙيل. (۳) اصل: 'ڪيتي ڍول ميڏي ملاقي' (۴) چنڊ، جو گرهڻ هيٺ هو سو ڇٽو. (۵) خ. 'ڏه سر ڏهيسر ٽوڙ ٽڙڪا'؛ ڪ. 'ڏه هيسر ٽڪر ٽوڙ ٽڙڪا'. (۶) خ ڪ ق. 'تڏه سيت لڪمن ڪاڏي' (۷) اصل. 'تنهن باري بار آنايا باري'.

اُلفا عشق تيڏي لک توري       ڪيتيان نال پلايان پوري
آيس گهوٽ، جنهين دڙي گهوري       اڳ يار ڏيندا سو توري
تئن تون گهور تيوان مٿن گهوري       گل ڦل سيج وڇايان گادي
ڏيندا لوڪ مبارڪ شادي

يي هڻ ياد ڪرو رب تعاليٰ       ڏيکون پير مغان مي والا
ڏيندا نوري نور پيالا       مٿن ڪون شاه پلائي شالا
ڪلمي ڪاٽيا سخت ڪشالا       مومن لهندڙي مفت مرادڙي
ڏيندا لوڪ مبارڪ شادي

لا اله إلا الله محمد رسول الله

—⊰⁂⊱—

282

## بيت سرائڪي: محبت ۽ مجاز

يار ميڏي سينگار ڪيتا، سِر سُونهن دُرست دُشالي – آفضل عالي
مور ٿيئوَن ڪمزور، ويکَن جيٿ تور ٽُرڻ دي چالي – ناز نرالي
موتي ڏند، گهتن دل بند، جڏان چا ڪند پِلا مُڙ ڀالي – سؤ غم ٽالي
لال لبان سِر لاليِ لائيِ، خوب ڪُليِ گل لالي – ٻي مثالي
سي منصور لکين مخمور ٿيوَن، پرپور پيوَن پيالي – مستي والي
سؤ مشتاق چڙهيي سِر سُولي، ڪاڏي بشيهر ڪالي – زلفان والي(۱)
سؤ عاشق مشتاق ٿيوَن، جي مست ڦِرن متوالي – ڪاڻ وصالي
ڳَل وچ ڪفني ڪَرن گدائي، بيک پنن بيحالي – ٽُنبڙيان والي
قاسم! تي قربان تيِنهان توُن، ڏيکهي آپ ڏِکالي – آ گڏ جالي(۲)

---

محبوب، ڏنوسي خوب، دِليِن تي دام گهتي دُر دانا – يار يگانا
چُنڪيا شوق شڪار شتابي، چا ترڪش تير ڪمانا – ڪَرّ بهانا
مَن آساڏا محبت دي وچ محوَ ڪيِتُس مردانا – هي شڪرنا
دوست دِليِن دا تنهن در آوي، جنهن تي راض رِبانا – بي بيانا
ڳَل قاسم دي آڻ گهتيوني، ڳُنڊ زلف دا ڳانا – دست‌نشانا

---

(۱) هيءَ مصرع فقط ڪ ش ۾ آهي. (۲) نسخن ۾ مصرعن جي اختلافي ترتيب ڪي سموهي
هيءَ بيت نئين سر مرتب ڪيو ويو آهي.

محبوب، اساڏا خوب، جڏان [ڪر] فرمان فوج چڙهائين ـ [ڪَر هَلائين]
ڪر سينگار سبز سرخ [تين] بيحد ويس بَنائين ـ مار مَنائين
جوهردار زلف دري خنجر، لَن ءُ لَن ءُ وچ لڳائين ـ چوب چُپائين
نيزا نينهن نظارا، قيسم قرارا، هڪ چيڪائين ـ [تين] پيا چائين
قاسم تي قربان تنهان توُن جيڪر نينهن رَلائين ـ توڙ نيائين (١)



(١) اصل . قاسم تي قربان تنهان تان جي اينهن لائين ـ توڙ نيائين.

# مولود ۽ ڪافيون †

## مولود *

جهجها ڏيج جُهارَ، منهنجا عالم جي آڌار [ڪي]
پانڌي پريان رسول ڪي، جهجها ڏيج جُهارَ

١. آجو ڪريو احمدا! عاصي ڪوُن آزار
٢. سگ پانهجو سپرين! وارث ڪيمَ وسار
٣. سگهو موتيج سيّدا! سڏ سٹي سالار!
٤. رهي آهي روح ۾، پيريَم تنهنجي پچار
٥. قاسم جي ڪونين ۾، سيّد لهج سار

## ڪافي: سرڪلياڻ

اِيهو ميڏا حال، سانول سٹدا
ڪيهي ڪل بيگاني لوڪ وو

١. مادر ميڏيان جڏان ڳنڊڙيان مينديان، هٿين وَه وَه چلڙ۽ ويندبان (١)
نينهن لايس مٹن نال
٢. ڪيتم ناچ ماريم ڪَڙ تازي، ڊُڪ چڙهيئان عشق دي ماڙي
سڙن سب سيال
٣. عجب رمز اِشارت آئي، لوڪ ڪنون لُڪ يار سٹائي
ڳُجهوُن ڳُجهڙي ڳال

---

† مختلف نسخن ۾ ڪن ساڳين ڪافين جي مٿان 'ڪافي' توڙي 'وائي' عنوان ڏنل آهي، هيٺ اسان ساڳيو هڪ عنوان 'ڪافي' قائم ڪيو آهي.

* هيءَ مولود فقط S ۾ آهي.

(١) S. ڳنڊڙيان مينديان'.

۴. ميلي رانجهن رنج ٿيا ڪيڙا، ترٿون چاتم پرت دا پيڙا (۱)
صاب پئيسپ سوال(۲)

۵. قاسم! ڳٿهي ڏک ڏينهن ڏولاوي، ڪيڙا چوڙ ڪڙا سپ دعوي
وکيهي ني واء وصال

## ڪافي: سر جوڳ

جوڳيئڙا! پڇ پوٿيان نون، ڪوئي يار دا ڏي ڏسڙا

۱. خزان تن دا خون سڪايا، چل پيا چولت چڙوايا
ڏينهن ڳنهيندريان نوبهار دا ڏي ڏسڙا

۲. آک ڳيا ول آيا ناهين، آيس توُ در دوڙ تڏاهين
من موهن مختار دا ڏي ڏسڙا

۳. 'نحن' 'اقرب' سڻيم اشارا، ديوند رهي من رنگپور سارا
بلبل رووي، گلعذار دا ڏي ڏسڙا

۴. مار نجومي اميڏي بخت دا ڍارا، ڪڏان ميليسي يار پيارا
پڇدي وتان آهين وار دا ڏي ڏسڙا

۵. قاسم پيا پيش طبيبان، سپ سڻاير حال حبيبان
دارو پڇان بيمار دا ڏي ڏسڙا

---

(۱) خ ت. 'تڙتم چتم پڙم پيڙا'؛ ظ. 'تڙتم چتم پرم پيڙا'؛ د. 'تڙ تم چتم پڙم پيڙا'، ش. 'تڙ تم چتيم پڙم پيڙا'؛ ڪ. 'تڙ تم چتيس پيڙي پيڙا'. سڀني نسخن جي پڙهڻي مبهم آهي. متن جي پڙهڻي خليفي حاجي شير محمد جي روايت جي آڌار تي ڏني وئي آهي، جنهن جي مراد هن طرح آهي: لاڙ ۾ حضرت موسیٰ جا پيڙا باسيندا آهن. ڪُٽيءَ جا لڏون ٺاهي، مٿتا مڃڻ وارو هڪ هڪ ڪري ڪٽندو ۽ چوندو ته 'جي مُراد پوري ٿي ته آءٌ هيترا پيڙا ڏيندس'. هن سٽ ۾ پيڙي ڪٽڻ (= چاتم پيڙا) واري مٿتا ڏانهن اشارو آهي. (۲) اها پڙهڻي ڪ مطابق آهي. ٻين نسخن موجب: 'هئي ثابت سپ سوال'.

## ڪافي: سر جوڳ*

لوٽ رانجها وڃي نيتئي دلڳ تون
ڦر رانجها وڃي نيتئي دلڳ تون

١. روز الستي ڏينهن جڏان دا وڃي
مئن تين رانجهن عشق تڏان دا وڃي
مين تيڏڙي، سڳ تون(١)

٢. اوڙي پاڙڃي وچ مقالان وڃي
رانجهن سر سڀ سيالان وڃي
مين تيڏي، جڳ تون(٢)

٣. قاسم آکي نال نماڻيان وڃي
ڪر تون رانجهن يارائيان وڃي
ڳل ميڏي لڳ تون(٣)

## ڪافي: سر جوڳ

آساڏي اڱڻ آڄ سهاڳ وڃي!
رانجهو يار پاتي ول پيرڙي

١. ميل سهيان مينون ڏيوو مبارڪ، ولئيئي وصال دي واڳ وڃي،(٤)
ٿئي سهاڳي سڀ سيهڙي

٢. ڪوء ڪتان بن نال ڪپڙيان وڃي، طولان مئن ڏينديان آڳ وڃي
سانون ور جهنگل دي گهيرڙي

٣. شڪر الحمد لله رانجهو يار مليو سهي، هڻ وليا آساڏڙا ڀاڳ وڃي(٥)
ڪيتي چاڪ دليين وچ ديرڙي(٦)

٤. آکي قاسم منجهڙيين والا، آيا اساڏڙي ماڳ وڃي
ڏيسي ڳلي ڳلي سو ڦيرڙي

---

* هيءَ وائي فقط ڪ ۾ ڏنل آهي. اصل ۾ ٿلهه جي پڙهڻي:
'لوٽ رانجها وڃي نيتي دل تڏون، ڦر رانجها وڃي ليتي دل تڏون'

(١) اصل. 'مين تيڏي سڳ' (٢) اصل. 'مين تيڏي جڳ' (٣) اصل. 'ڪر تون يارڙائيان وڃي - ڳل ميڏي لڳ'. (٤) خ د ڪ ش. 'ولئي واڳ وصال'؛ ظ. 'ولي واڳ وصال وو'
(٥) خ ڪ د ش. 'شڪر الحمد الله'؛ ظ. 'الحمد لله' (٦) اصل. 'ڏتي چاڪ دليين وچ ديرڙي'.

## ڪافي: سر جهنگلو *

سڄڻ ول آوي مٺن ڪولهي، ڍولڻ ول آوي مٺن ڪولهي

١. جدا جالڻ مٺن نون مشڪل، جيويهن باغين بڻوڻ بلبل
نهين ڪوئي تيڏا تُل تُل، رَهيَان هڻ گوليي مٺن گولي

٢. سڄڻ اسّان تي تيا راضي، نہ ڪيتس مٺن نال بي نيازي
ڍولڻ ساڏي مَنيي آزي، جاٺان ڪيون توري مٺن! تولهي

٣. ڍولڻ ول ديسڙي آيا، ڪيتس ڪنهن رمز دا رايا
راول ريجهہ رنگ لايا، ڪيتس سيل وچ اِهين سولي (١)

٤. دلبر ديسڙي سّانوُن آ، [قدم] ول اگڻ ساڏي [چا]
قاسم تي تون ڦيرڙا ول پا، سهجوُن انگ نہ ماوانُ چولهي(٢)

## ڪافي: سر برو سنڌي

ڪِيرُ پڇي مُلان قاضين سان، غَمِ مَ ڪاءِ گهمُ غازين سان(٣)

١. ڪنهن نہ پڙهي پڙهي يارُ ريجهايو، ڍول اچي گهر آزين سان(٤)

٢. ميڙي مُلن منصورُ مَواليي، رِندُ وڏو بَندر بازين سان

٣. نَو بنَو ڏِس نازَ پرين جا، چو وڙهين مُلان ماضين سان

٤. قاسم ڪي نت نينهن نچايو، چير پَڏي تند تازين سان

## ڪافي: سر برو سنڌي

عشقُ عاشقَ ڪر مطالع، وِرُدَ هَمرُ ويهسار تون
ري محبّت مَردَ مانجهي! پيون ڪِتابُون بار تون

١. ڪوڙين ڪِتابُون چو پڙهين، وٺ عشق جي آڌار تون
[تان] سبز سرخي رنگ جو، دم دم پسين ديدار تون

---

* هي ڪافي فقط ڪ ۽ ش ۾ ڏنل آهي.

(١) ڪ. 'ڪي تس سيل وچ آهِ سولي'؛ ش. 'طالب ... ڪيتس سيل سچائي'.

(٢) ڪ. دلبر دسڙي سانون آ ڪڏان ول اگڻ ساڏي آ
قاسم تي تون ... ول پا سهجون انگ ماوان نا چولي.
ش. دلبر ديسڙي ساڏي آ ول اگڻ اساڏي آ
تي تون ڦيرڙا ول پا انگ ماوان نا چولي.

(٣) ظ. جا ڪافيا: غازي، بازي، ماضي، تازي (٤) ڪ. 'ڪنهن نہ پڙهي پنهنجو يار ريجهايو- الخ'

۲. 'ڪنز' 'ڪافي' چو پڙهين، ڇا ڪي پورين جنجار تون
جيت سودو ٿئي تو سِر سندو، پس بيره جي بازار تون (۱)

۳. آچليي چوگان ۾ نعرو هڻي نروار تون
سِرُ سٿي سُولِي آتي، پرر پهلواني پار تون

۴. بن بيائي کي وِجهي، ڪر اصل کي اظهار تون
گولو م ٿيءِ گمان جو، ساڪيي سڏاءِ سردار تون

۵. قاسم سٺي سڀ سمجهه ڪر، اِيءِ پيرين جي پچار تون
تنهنجو پرين تو وٽ سدا، ڇا کي پڇين ٻئي پار تون

## ڪافي: سر بروو سنڌي

کهڙي سانگ آيون ٻلما! کهڙي سانگ آيون تون

۱. بيرنگيي رنگ پيدا ڪيتوئي، مير چي مُک ڇپايون تون
نہ ڇڏيوئي ڪو ٻيا ٻيٽي، نا ڪنهن پيتئون چايون تون

۲. سٿيوئي تخت هزارا شاهي، شوق جهنگل پا چايون تون
رنگپور دِي وِچ سيل ڪيتوئيي، خاڪيي خرقا پايون تون

۳. انگ پيپوت لنگوٽيا جوگيي، خاڪ لگهين ڪون لايون تون
ڪيتوئي قيد حُسن دِي قابُو، ڏاڍِي ڏاوڻ ڏايون تون

۴. اَلاِنسانُ سِرِّي وَ اَنَا سِرّهٗ، ڳالهه اِهائيي ڳايون تون
اَنَا اَحْمَدُ بِلاَ مِيمٍ، عالَم وِچ آلايون تون

۵. سُک دا ڏِيهه پيئون سَتْ ڏُکين، بر سر بار آنايون تون
هَٿين مار کهاڙا پيرين، آحَدئون عبدُ سڏايون تون

۶. محمّد مُرسل آپ رسولان، هَرجا حُڪم هَلايون تون
آپيي عاشق آپ معشوقا، آپ چي آپ سمايون تون

۷. عشق متان چُڪ آندا تيڪون، تاهه رنگيلا ناهيون تون
وِچ ميدان محبّت والهي، قاسم ڪوُنت ڪڏايون تون.

---

(۱) خ ظ. 'جت سودوئي تو سر سندو- الخ.' ڪ. 'جت سودو ٿئي تو سر سندو- الخ'؛ ش. 'جت سودو ٿئي تو سر سندو- الخ'.

## ڪافي: سر بروو سنڌي

اِيهو هَٽ چوڙ چَليا وڻجارا ، ست سودا سُود وِچارا

١. سودا ڪيتُس، ڪر نہ چاتس، ڪِيتُس ڪُوڙ پَسارا (١)

٢. 'فانِي' ڪُونَ ڪر چاتس 'جانِي'، سَنَس داغ دوبارا

٣. ڪِٿ سڪندر تخت سليمان ، ڏوڙ لَٽيا شہ دارا

٤. رنگپور دا شہ چَل سِڌاڻان، ڪيتس ڪوچ نغارا

٥. 'فانِي' ڪُون سَٽ 'باقِي' ڏِي وِچ، قاسم آڌ اوتارا

## ڪافي: سر برو و سنڌي

وِيکِ جانِي طرف مہرِي، مَينُ هوئي حيران وِي

١. تُجھڪا لگا مُجھڪون، ڪارِي ڪَليجي مين ڪان وِي
روز ڪيا تو پيا هي، مہرِي جانِ ڪُون نيشان وِي

٢. پَرچِي پيارل ٿِي ڪڏھن مان وَتِ مِنا مِزمان وِي
ڪريان پاڻ ڪي پَيزار تَوُن ڪوڙين پيرا قربان وِي

٣. مانڪي هَٽِي مستان ڪيو تُنھنجي مِنا مِژگان وِي
ڪوڙيين لڪين قاسم جِهَا، تنھنجي ناز ڪيا نادان وِي

## ڪافي: سر بروو سنڌي

ڪو ڪيسِينڌِي سنگ نہ چَلدا، هر ڪوئي پابند پَل دا

١. پِيتا آذر بِهشتين وَڙِيا، آذر دوزخ بَلدا

٢. پِيتئون چايا نوح نَبِي دا، نوح دا واليا نہ وَلدا

٣. عيسيٰ چڙھيا بَر آڪاسين، خِضر ساڪِن جَل دا

٤. رنگپور ڏِي وچ قاسم آڪي، ڪيتوئي سيل ڪَنَوَل دا

(١) اصل. 'سودا ڪيتوئي ڪونہ چاتوئي - الخ'

## ڪافي: سر بلاول

ڪيون ڪيتوئي ديوان، جانيي [ڪيون ڪيتوئي] مستان
تَن ميڏي ڪُون تؤ پِرَ ماريا، ڪاري ڪيبر ڪان (١)
١. پنهان لوڪان وچ خوشيان هونديان عاشقان وچ ارمان
آکيان تَيڏيان خونُ ڪرينديان، زوري زور زيان (٢)
٢. آکي قاسم جنهن ڪون ڪيتوئي، راتو ڏينهن حيران (٣)
ديد ويکا کي آپ ڪيتوئي، قاسم ڪون قربان

## ڪافي: سر ڌناسري

آڪيتوسي ڪيا، وِي سَيّان ! آڪيتوسي ڪيا !
١. ايڪ گهَڙي دِي آوڻ ڪيٽي، پاپ پَلي گل پيا
٢. دِيس پَرائي آ پيوسي، جتان ساه نه لا
٣. وقت جاوَڻ دِي رب آسآڙي موت نه ماري ما
٤. آدم بَن ڪَر نال سَيان دِي، وير پرائي وِيا
٥. قاسم هُڻ تان ڪُجهه ناهين، تيو ڪٽا ها سو ٿيا

## ڪافي: سر آسا

آسانُون هويانُ سنيالان، لائيني دِنزِي گهَٽيري (٤)
١. لڳيَانُ پِره دِيان چاٽان، ڪَرِي ڳُلڪينديَان واٽان
قبول پِيَّان ڪاٽان، سِريَانُ سميت والان (٥)
٢. سجهه تَيڏِي فراق ديان، سانُون هويا وصالان
ڳليان تيڏيان مَٿن ڳاوان، پئيندي فراق [ديان] فالان (٦)
٣. نبي بخش مَٿن ڪني آيا، ڪَڙ مَٿن سيج وڇايا
رانجهن مَٿن ڪني آيا، تُسان بِنوُن سَاڙيان اي حالان

---

(١) ظ. 'تهري تيبر ڪان' (٢) ظ. 'اکيان تيڏيان ڪنديان نه پيديان زوري زور زيان'.
(٣) خ ڪ ش. 'آکي قاسم جنڪن ڪيتوئي راتو ڏينهن حيران' (٤) اصل. 'گهٽيري دنوي'.
(٥) اصل. 'قبول پنيا ڪاتان سريا سميت واران'. (٦) خ د. 'پئي لي فراق فالان' ڪ: 'فراق نهل لان'.

## ڪافي*

ڪوئي وي سنيهڙا ڪَڏّان، ميڏِي يار نہ گهليا
ڪنهن پاڙوسڻ سُڃي ڏولڻ پليا

۰۱ آڪ ڳيا ول آيا جو ناهين، دوڙ وڃان مَئن هڻ ڪنهن در دانهين
واٽ پَليندِي؟ ميڏا يار نہ وَليا

۰۲ وس نہ رهيا مَئن تان بيوس هوئي، خبر لهي آ وڃ يار دِي ڪوئي
جيڙا نماڻا جهورِي دِي وچ جليا

۰۳ نامئن رُسايا رانجهونا مَئن رنجايا، پير ڪڏان مَئن نہ پَر گهر پايا
حيرت دي وچ هينڙا رَليا

۰۴ قاسم ڪر ڪوئي داد اساڏا، ڪنهن بَرمايا ڏَتي ميڏڙا لاڏا
ماس هڏان تون ڳالهين سڻ سڻ ڳليا

## ڪافي†

هيڄو مَريندڙِيان، هيڄو مَريندڙيان
وچ درياء دِي سيّان سيّان

۰۱ سي سيّان ول ڏاوڻ نہ آيان
او اوڏاهين رهيّان رهيّان

۰۲ وحدت دي درياء وِچُولي
ٿَپ ٿپ ڏيوَن ڏَيّان ڏَيّان

۰۳ بانهن اولارن چنبڙي مارن
هڪبئي ڪَن هين تريّان تريّان(۱)

۰۴ نال جنهان دِي مئن هيڄو ماري
ڪياچاٽان اوڪيڏي ڳيّان ڳيّان(۲)

۰۵ قاسم ڪر ڪر ياد تنهان ڪُون
اکڙيان رو رو رهيّان رهيّان

---

* هي ڪافي فقط ڪ ش ۾ هي. سر جو نالو ڄاڻايل ڪونهي.

† هي ڪافي فقط ڪ ش ۾ آهي. سر جو نالو ڄاڻايل ڪونهي. (۱) اصل. 'هڪبئي ڪن هڪ ترهيّان ترهيّان' (۲) اصل 'ڪيا ڄاڻا او ڪٿ ڳيا ڳيا'.

## این جز*

## در زبان ہندوستان در سلوک و مناجات و غزلیات [و وائیہای] و ریختہ [و راگہای] و ٹپہ و راسوڑہ و سہرا و بھجن و ہوری

●

# در سلوک نکتۂ توحید

بسم اللہ الرحمن الرحیم

ایا شاہ بیرنگ در باغ رنگ  لگی رنگ کی رنگ سیں خوب جنگ
لگا عشق کا تب سے ڈنکا تمام  کیا ترک جنت کوں آدم امام
نہ کہتے ہیں آدم کا مادر پدر  کدھر کا چلا ہے پھر آیا کدھر
تو 'یلس' میں دیکھ 'کن فیکون'  کہ پیدا ہوا پل میں گونا و گون
مین ماں باپ سیں بھی تو آگے ہوا  نہ دیکھا آسی دیس جیتا موا
کہاں سوں میں آیا کہاں جاؤنگا  کسی بات سوں ڈر کے پچھتاؤنگا
نہ مشرک، نہ مومن، نہ ایمان پر  نہ قاتل یزیدی، حسینی، نہ حُر
نہ بامھن، نہ جوشی، نہ زنار پوش  نہ ملاؔ، نہ قاضی، نہ نرگی مئے نوش
نہ ذاکر، نہ شاکر، نہ غافل غرور  نہ جن و پریزاد، ملکی نہ حور
نہ خالق خدا، نہ خدا سے جدا  یہودی، نصاریٰ، نہ قوم لدا
نہ میں رافضی ہوں، نہ سنی صحی  نہ پڑھتا ہوں پوتھی، نہ صرف و نحی
ثوابوں سے آلفت نہ طالب خطا  میری ذات مجھ کوں کو دیوے بتا
نہ میں جانتا ہوں کہ میں کون ہوں  نہ لوہا، نہ پیتل، نہ میں سون ہوں
نہ ہاشم، نہ قاسم، محمد ملوک  نہ جھگڑا کسی سے، نہ کرتا سلوک
اسی دیس میں چل کے آیا جبھی  مذاہب طریقے میں دیکھے تبھی
کیا موج رنگین آبِ حباب  حباب ہی ملیا آب سیں آب آب

---

* یہ جز قلمی نسخوں میں سندھی رسم الخط میں لکھا ہوا ہے اور کاتبوں کی غلطیوں کی وجہ سے جملہ متن بالکل مبہم اور پیچیدہ بن چکا ہے۔ بعض اشعار موزون ہیں مگر زیادہ تر اشعار ساقط ہیں۔ بعض عبارات کی تصحیح کی گئی ہے لیکن کافی کچھ عبارات پھر بھی مبہم رہ گئی ہیں۔

دکھاتیاں هیں موجاں طرح طور طور
سبھوں میں ہے پانی نهیں اور اور
وہ بھیدی پچھانے اسی بھید کوں
پچھانے گا جو شاہ ناپید کوں
بحر میں پڑی بوند هوگئی بحر
بحر ہے بحر ہے بحر ہے بحر
بحر سیں نکالے بھلا کون بوند
بحر سیں ملی بوند هوگئی سموند
بحر سیں یہی بوند موتی امول
وهی پھول پھل ہے وهی جھاڑ پھول
وهی پھول پھل ہے وهی جھاڑ ہے
دوئی کی نظر میں تو بیگاڑ ہے
نظر بیچ آئے عجب ایک کھیل
یہ ہے کھیت بویا، نہ ساتھی نہ بیل
کہ آگے بھی تھا ان پیچھے بھی ان
ملیا خاک سیں ایک ساتھی کا تن
رھیا پہنچ اپنی اصل سے اصل
نہ آیا هماری نظر میں نقل

●

## مناجات بجناب علی ولی

مطلع: عربی علی ولی کوں، میرے سلام کہیو

در پر کھڑا هوں دائم سائل سدا سوالی
دیجو بھلا گدا کون ایمان انعام کہیو
حوض کوثر کا والی، شہر نجف کا سلطان
ساقی پلادے مجھکوں، بھر بھر دو جام کہیو
تیرے جناب کا ہے، فدوی قدیم قاسم
اپنی زبان سے اپنا، اوس کوں غلام کہیو

●

## مناجات بجناب غوث اعظم

غوث اعظم پیر پیران مدد میری میر میران
جو چل آوی سو پھل پاوی کاٹ هماری سب تقصیران

---

هم هیں جنوں کے جنم کے داسی صاحب میرے سمیعاً بصیرا
جرم گناہ سب قاسم کے کیجیو معاف صغیراً کبیرا

—※—

# غزلیات

[۱]

مغاں نے جام دیا ہے مجھے میخان میں آ
زھد کوں چھوڑ شتابی، کہا خمخان میں آ
تجھ عشق کے پھندے میں کیا ھندو کیا مسلماں
زاھد بھی پھنس رہا سب ایکان میں آ
'انا احمد بلا میم' ہے محض محمد
عجب کیا بھید چھپا صورت انسان میں آ
منصور نے سارا تھا اناالحق کا نقارا
سر پھینک دیا عاشق چوگان میں آ
مذھب عشق نیارا ہے کفر [و] دین سے
بستی سے نکل قاسم بڑھ میدان میں آ

[۲]

مجھ تشنگی کی آگ بجھانے کوں نہ آیا
پھر جام وصل جانی پلانے کوں نہ آیا
تجھ عشق کی آتش میں سدا جلتا رہا میں
ٹک نین بھی نینوں سے ملانے کوں نہ آیا
ھم عاجز و مسکین کو کب ھاتھ سے اپنے
یکبار سجن پان کھلانے کوں نہ آیا
صد سوال کئے قاسم ھنس بول توں ھم سے
ٹک بیکھ گدائی کا دلانے کوں نہ آیا

---

[۱] و [۲] فقط خ ک ش نسخوں میں مندرجہ ھیں ۔

[۳]

بھولے کوں بتا دھر دھنک۔ بان کا رستا
یہ مانگ نہیں مستو! میخان کا رستا
گل سرو، سمن، سنبل، کھیلا ھے چمن میں
بلبل کوں بتا مالی! بستان کا رستا
ابرو کی کمان کھینچ سجن تیر چلایا
لے تیر چلا سیدھا نیشان کا رستا
اے بوالھوس تو جا نہ پریرو کی گلی میں
مشکل ھے بہوت عاشق بیجان کا رستا
شب روز قاسم دیکھتا ھے باٹ تمہاری
جیوں دیکھتے ھیں مومنان رمضان کا رستا

[۴]

خدایا مبتلی ھوں جسکا ووھی یار دکھا
خونخوار بہوت دیکھے، غمخوار دکھا
بلبل کی نمط روتا ھوں شب و روز ھجر میں
خس خار بہوت دیکھے، گلزار دکھا
کائے کوں چھپاتے ھو بھلا چہرے کی جھلک کوں
یہ نور قدر لیل کا یکبار دکھا
بازار میں لٹک کے کرے سیر سریجن
پابند کیا چنچل رفتار دکھا
اے باغباں تجھ باغ کی زکواۃ ادا کر
آیا ھے گدا باغ میں اثمار دکھا

---

قاسم سے کربلا میں لڑتا ھے سیہ دل
اس کافر کوں علی شہ کا ذوالفقار دکھا

---

[۳] و [۴] خ ک ش

[٥]

خدا او دن کبھی آوے جسی دن یار آویگا
کله سر پر پہن شاھی سپه سالار آویگا
چپاچپ باغ میں بیٹھا چھپا کر آپ درسن کوں
چمن میں چل کبھی چنچل کبک رفتار آویگا
نہیں کس چور کی حاجت خزانہ لوٹ لے جاوے
میرے گھر عشق لالن کا وہ چوکیدار آویگا
رقیبِ رو سیه بدخو ھے دیتا روبرو گالی
خدایا پھر گلی میری نہ یہ خونخوار آویگا
پڑھا لاتقنطوا کا میں سبق استاد کامل سے
هووینگے کام سب پورے ابھی مختار آویگا
فجر کے وقت شبنم سے رنگیلے پھول کھیلینگے
تمھارے باغ میں قاسم ، صبا بسیار آویگا

[٦]

ھیں روتی بُلبلاں یا رب کبھی بہار کوں لا
مٹادے لالہ کا داغ اور کبھی ھزار کوں لا
کردیا مجھہ کوں میرے یار سیں اغیار جدا
چمن سیں خار نکالو کبھی گلزار کوں لا
چمن میں پائوں نہ ڈالے کبھی خزاں کا خدا
فجر کے وقت صبا جا توں نوبھار کوں لا
پاس تمھارے آیا ھوں اے عاشقوں کے دلال
بکاتا ھوں بہوت سستا خریدار کوں لا
جن کوں حنا کا ھاتھ میں پر خوں ھے نیمچه
قاسم کسی طرح وہ ستمگار کوں لا

---

[٥] [٦] خ ک ش

[۷]

گھڑ دے اے سنارا! توں میرے یار کا چھلا
گھڑ دے جو چھلا تو تمھارا ھوئیگا بھلا
چھلا گھڑ دے سونے کا اب کی گھڑی
میں بھی راضی ھویا راضی ھوئیگا اللہ
یار نمازی ہے کوزہ بھی چھیے
میں بناتی ھوں ھیا شتابی مُصلّا
کر دیا یار کوں اغیار جدا جب
کاٹے توں ھیا تس دشمن کا گلا
کوئی عیسیٰ کا کہلاتا کوئی موسیٰ سے ملے
پکڑتا قاسم ھیا تو نبی مُحمّد کا پلا

[۸]

یار وفادار سیں اغیار نہ ھونا
غیروں کی سنکے باتاں بیزار نہ ھونا
کچھ رحم کیا جیئے پریزاد گدا پر
عاشق کے سدا حق میں تلوار نہ ھونا
بلبل کی رسم چھوڑدے پروانہ کی لے سیکھ
گل گل کے اوپر نِس دن نثار نہ ھونا
ایک دار پر سوار ھو منصور کی مانند
ھر خوبرو کا پل میں خریدار نہ ھونا
حاکم کوں مناسب ہے انصاف عدالت کا
رعیت کا کبھی ظالم خونخوار نہ ھونا
حق نے بنایا ہے تیرا خاک کا پتلا
اس خاک کے پتلے کا پرستار نہ ھونا (۱)
غیروں کی مجالس کا پابند نہ ھو قاسم
بدکام پکڑ ھاتھ سے بدکار نہ ھونا

---

[۷] [۸] خ ڪ ش (۱) خ 'خریدار نہ ھونا'

[۹]

جمعاتی ھوں تم آگے کرو میرے امامت
ھے امانت، ھے امانت، ھے امانت
دین احمد کا ھوویگا برقرار
ھے سلامت ھے سلامت ھے سلامت
جب تلک آتا نہیں آغوش میں معشوق
ھے قیامت ھے قیامت ھے قیامت
عشاق کو کرتا پکڑ یک مو میں معشوق بند
ھے کرامت، ھے کرامت، ھے کرامت
قاسم کہے عاشق کے حق میں یہ دشمن رقیب
ھے علامت، ھے علامت، ھے علامت

[۱۰]

گلشن کی خبر خوب صبا باد سے پوچھو
تصویر قدِ سرو کی شمشاد سے پوچھو
بیدرد کو معشوق سے کیا کام ھے یارو
شیریں کی حقیقت بھلا فرھاد سے پوچھو
آتے ھو نہ جاتے ھو ستاتے ھو بھلا کیوں
تقصیر ھے کیا میری پریزاد سے پوچھو
نکلا ھے ستمگر وہ لے کر تیغ ادا کی
مجھ خوں کی خبر خنجرِ فولاد سے پوچھو
غم درد کی تصویر قاسم کن کوں بتاؤں
آواز میری آہ کا تم ناد سے پوچھو

[۱۱]

کس کوں یار ستاتے ھو، پھر کیوں مکھ چھپاتے ھو
آتشِ عشق لگا میرے تن میں، سینے کوں سلگاتے ھو

[۹] ڪ ش. [۱۰] [۱۱] خ ڪ ش

پکڑ ذبح کر مرغ سوالی، کاٹ کلیجا کھاتے ہو
اور سیں کر کے گھاتاں باتاں، ویکھ مجھے چھپ جاتے ہو
آتے ہو نہ جاتے ہو، نہ پھر کر بانگ بلاتے ہو
چشموں چکنا چور کیا ہے چترن کیوں چتراتے ہو
بات کہو سچ صاف پیاجی کن کوں پان کھلاتے ہو
کہاں برہمن کہاں ہے جوشی، لوں لوں تلک لگاتے ہو
انگ بھبھوت لگا کے جوگی بنسر بین بجاتے ہو
اس نگری میں نیہ لگا کے گاتی سوز سناتے ہو
آپ جھروکے بیٹھ رنگو رنگ، محلاں چست بناتے ہو
چنگ، دھکڑ، سردھنگ تھیاں تھاں، بنرا ساج بجاتے ہو
خاکی خرقہ پہن پیاجی آدم نام کہاتے ہو
کوچ کیا رجبوت رنگو رنگ فرنگی فوج چڑھاتے ہو
پریم نگر میں نوبت باجی، تھن ھن کیا تھکاتے ہو
کہے قاسم کیا خوب تماشا جھنڈا دست جھلاتے ہو

[۱۲]

تیرے در پر کھڑا ہوں میں سوالی واہ واہ
نہ چھوڑو تم سخی مجھ دست خالی واہ واہ
آیا ہوں دور سے ساقی میخان میں آج
شتابی دے طہورا بے مثالی واہ واہ
میری دل کوں بنا بلبل کیا بستان تیرے
عجب کیا باغ بویا ہے تو مالی واہ واہ
میرے دل کے کبوتر کوں جبھی صیاد دیکھا
نکالی عشق شکرے کی دؤالی واہ واہ
عرض کرتا ہوں، نہیں سنتا وہ کبھی
یار میرا ہے لاابالی واہ واہ
قدیمی مبتلیٰ قاسم جنھوں کا ہے مرید
مکمل مرشدِ صاحب کمالی واہ واہ

[۱۳]

بازار میں آیا ہے دیدار کیسا چیئے (۱)
دل جان سے جی اپنا نثار کیا چیئے
اغیار کی کچھ بات سیں بیزار نہ ہونا
اس بات کوں پھر البت تکرار کیا چیئے
کس وقت ضرورت کے پھر بھاگ نہ جانا
دشمن کے اوپر ہاتھ میں تلوار کیا چیئے
یاروں کی مجالس میں غیروں کا آنا کیا
گلزار کی محفل سیں جدا خار کیا چیئے
کیا نفع کیا ضرر سے کچھ کام نہیں میرا
سب کام میں محبوب کوں مختار کیا چیئے
بوم بڑی دیکھ کے خوشنود نہ ہو قاسم
شہباز پکڑ ہاتھ میں شکار کیا چیئے

[۱۴]

گھر چل ہمارے چنچل آتا کبھی کبھی
بدخو رقیب کوں بھی ستاتا کبھی کبھی
جس وقت او سریجن آتا ہے انجمن میں
پیڑا ہمارے ہاتھ سیں کھاتا کبھی کبھی
در پر سدا کھڑا ہوں مانند گدا سوالی
اپنی سجن محفل میں بٹھاتا کبھی کبھی
غم درد کی کتابت لکھ بھیجتا ہوں دائم
قاصد حضور میں جا سناتا کبھی کبھی
عاشق بازارِ خوباں لکھ صد ہزار آتے
اس میں بھلا کو ایک بکاتا کبھی کبھی
جلتا ہوں غم کی دھوپ میں تجھ بن سدا سریجن
آبِ وصل میں قاسم نہاتا کبھی کبھی

[۱۳] [۱۴] خ ک ش (۱) چیئے = چاهيے.

[۱۵]

دلدار دکھاتا ہے نو ناز ہنسکے ہنسکے
کرتا ہے عاشقوں کی جاں گداز ہنسکے ہنسکے
عشق کے پھندے میں محمود پھنس رہا ہے
کرتا ہے غلام شاہ کو ایاز ہنسکے ہنسکے
اپنے درد کی باتاں محمود جا سجن کون
غیروں سیں چھپ سناتا دل راز ہنسکے ہنسکے
تم سچ کہو اے محبوباں! یہ مان کہاں سے پایا
عشاق کوں دکھاتے ہو غماز ہنسکے ہنسکے
قمری ہمارے دل کی کب تک بچیگی قاسم
ہر روز اڑاتا ہے شہباز ہنسکے ہنسکے

[۱٦]

چلا یار تو بازار مولیٰ خیر کرے
پاؤں کس طرح دیدار مولیٰ خیر کرے
لے صورت انسان کی میخان میں آیا
پی مست ہوا مست لی دست میں تلوار
مولیٰ خیر کرے
بلبل کوں ذبح کرنے چل باغ میں آیا
کھاتا ہے، پکاتا ہے کلیجا کماندار
مولیٰ خیر کرے
یا ترک سیہ دل ہے، یا چھیل چھبیلا
صیاد ہے، بیداد ہے، فولاد فتنہ دار
مولیٰ خیر کرے
کس بھید سے میاں قاسم! دلدار کوں پاؤں
دشوار ہے، دشوار ہے، دشوار!
مولیٰ خیر کرے

---

[۱۵] [۱٦]خ ک ش

[١٧]

او بھلا بالم جی نے جا کہیو فریاد میری
سارا ھے درد تمھارے، کیجیو داد میری
یا الٰھی شبِ ھجراں میں سحر ھے یا نہیں
عمر جاتی بن دیکھے ھیاں برباد میری
قاصدا درد کا نامہ توں روبرو دیجیو
بھول گئی بات سجن کو نہیں کچھ یاد میری
تمھارے عشق کا تلقین دل کیا قبول آج
نیند سوں آنکھ جگائی تیرے ارشاد میری
ابرو کی تیغ سے در پر مرا پڑا ھے شھید
اب تو سر پر آٹھا لاش پریزاد میری
قاسم درد کی تصویر بتاؤں کن کوں
ھنوز کوک سناتا پری کوں ناد میری

[١٨]

ڈالے کنویں میں اللہ، دشمن اغیار کوں لے
جلادوں آگ میں آسے خونی خونخوار کوں لے
آنے جانے نہیں دیتا کوچے میں یار کے وہ
کاٹوں میں اس کا گلا، ھاتھ میں تلوار کوں لے
اگر ھوتا کبھی ظالم بکری کی شکل میں
بیچوں میں اب کی گھڑی کاٹ کے بازار کوں لے
جس ظالم نے ظلم کرکے کیا یار کوں جدا
پکڑ دیجیو جا آسے دوزخ فی النار کوں لے
سن کے فریاد میرے درد کی آیا ھے علی
قتل کافر کوں کیا شاہ نے ذوالفقار کوں لے
قدیم قاسم مسکین ھے مبتلی جس کا
بلا لاؤ گھر میں میرے احمد ابرار کوں لے

---

[١٧] خ ک ش [١٨] ک ش.

[١٩]

اے مست شتابی آ، میخان بلاتا ھے
سر کاٹ لے آ ھاتھ میں خمخان بلاتا ھے

شب روز صراحی کوں لبریز کیا چیئے
بھر جام لے آ ساقی، مستان بلاتا ھے

جب وقت لڑائی کا مردوں کے اوپر آتا
اوس وقت بہادر کوں، میدان بلاتا ھے

آئی ھے نوبہار مچی دھوم چمن میں
بلبل کوں اڑا لاؤ بستان بلاتا ھے

وہ رات شرف‌دار میرے بھاگ میں آوے
جس رات میں عشاق کوں گلجان بلاتا ھے

اب شاہ سلطنت کا آیا ھے انجمن میں
اٹھ چل شتابی قاسم ! سلطان بلاتا ھے

[٢٠]

بن یار دن کٹے تو صدبار حیف ھے
اُس بے بقا کُوں دیکھنا دیدار حیف ھے

عاشق وصل نہ پاوے فرھاد کی مانند
جب نا لگاوے خنجر تلوار حیف ھے

جنہیں مدام وصل کا بھر بھر دیا ھے جام
اس یار سے پھر ھونا اغیار حیف ھے

شاہِ نجف علی کے دشمن کوں مل سبھی
یوں کہہ دو کہ تجھ کوں خونخوار حیف ھے

قاسم مراد وصل کی جب تک نہ پاؤں میں
ھاتھوں لگانا مہندی سنگھار حیف ھے

---

[١٩] [٢٠] خ ڪ ش

[۲۱]

آگ دیون آیا ساجن، انگ آگ دیوائی هے
دل میں دیرا دوست کا، اندر نہ اور سمائی هے
آ جا پیا گلے لگ میرے سینے میں سیج بچھائی هے
فریاد اس بیداد کی سارے لوک میں کوک سنائی هے
پھر مجھے مارن کوں کیا بھر نہ دید دکھائی هے
آنکھوں میں انجم پاکے، سرمہ کی ریکھ جڑائی هے
قیامت کا عذاب دینا، میرے تن میں تیغ چڑھائی هے
پھر مجھے مارن کوں لالی لبن سر لائی هے
قاسم کہے سن یار میرے مجھے دیکھ کے مکھ چھپائی هے
صاحب جھروکے بیٹھ کے اوروں کوں دان دلائی هے(۱)

—⁂—

[۲۱] خ ک ش. (۱) ک. 'محبوب کی مجلس میں مجھے هے هے هاتھ آئی هے'.

# [وائیهای*]

●

## وائی : سُر سارنگ

سجن ٹک کرم کر، دیکھوں دید تمہارا
بچھوڑے کیا ہے بدن بیقرارا
۱. جہاں جائکے بیٹھا میرا پی پیارا
چلو آج سیّاں دیکھوں او دوارا
۲. سجن بن باغ میں بلبل ہے کرتا پکارا
ہے سعادت تب آس کی جو کھیلا گل ہزارا
۳. کہے سوال قاسم هادی سن همارا
درسن دیکھایو منگے بیکھ بیچارا (۱)

## وائی : سُر سارنگ

ماهی کون ہے، جو کرتا گگن میں آواز
۱. کون بیجُری، کون بادرا، کون برستا مینه
کون رادھا، کون شاما، کون کرتا ہے ناز
۲. کون باجے، کون بجے بجیا، کون ناچے تھاتھا تھیا
کون گاوے تان گویا، کون قاسم کون ساز

## وائی: سُر بلاول

بولنے والا وہ یار میں کیا جانا کون ہے
۱. مجنوں بن کے واں سے آیا، لیلی سیتئیں نیه لگایا
روز روتا زاروزار
۲. حسن کی چڑھ فوج آئی ، نین سے کرتی لڑائی
لوٹ لیتا شه سوار
۳. سمجھ قاسم ہو سجان، بھید جانی کوں پہچان (۲)
میں کہوں تجھ باربار

---

* سندھی میں 'وائی' غنائی نظم کی ایک قدیم صنف ہے. (۱) منگے = مانگے (۲) بھید جانی کون = دوست کے بھید کو.

# [ریختہ]

●

## ریختہ : تلنگ*

جا ہونی سا ہو رہی، سن بات یہ ھی میں سو رہی
انہونے کے ہونے خاطر کتنے عالم رو رہی
جو ہونا سو ہو رہا جو کھونا سو کھو رہی
ایک بھول تب پہچانی، آنکھ دیکھ جب دو رہی
لاکھ سوار دوڑاتے گھوڑے، واں کی وہاں سا گو رہی
قاسم بن ٹھن عشق بقالن باغ بقا کا بو رہی

## ریختہ پاؤڑی *

رہتی شب و روز پریزاد میرے دام سیں دور
لاؤں میں کس طرح اپنے پیا آغوش میں حور
کوئی بتلاوے مجھے تو نہ جاؤں میں کامرو دیس
کروں فرمان میں اپنے بھلا حور ضرور

## ریختہ*

سکھی ری میں کسے سنگ بھیجونگی سندیسوا
پریم رہے تم اب تو بدیسوا
آون کہہ گئے ابھوں نہ آئے، ڈھونڈ رہی میں پورب دیسوا
اٹھ چل قاسم پیا کوں لاؤں، کرکے جوگن بیسوا

## ریختہ*

پیٹھ نہ دے جا، ہو جانے والے لا لا
ذرا تو کھڑے رہو، ہو جانے والے لا لا
سامنے کھڑے رہو بین بجانے، میں سنتی ہوں ہوگانے والے
چھپ چھپ کے کھاتی ہو پانوں کی بیڑیاں، قاسم کوں دیجاؤ
کھانے والے لا لا

---

* خ ک ش

ريخته *

بچھڑن کی نہ کھو بات، پیا بات بری ہے
ھجرت کے میرے تن میں تیری تیز چھری ہے
ایک لٹک سیں لونٹ گیا شوق سیں اسوار
اُس ناز پتّر کے نیچیے، بس تیز تری ہے
پری رو کا ملن جگ میں مشکل ھنوز ہے
رو بارہ میں پایا نہیں سب خشک تری ہے
قاسم لٹک کے چمن میں کرے سیر سریجن
شرمندہ اوس کے آگے سو آج پری ہے

—※—

* خ ک ش

## [راگھای]

•

### ملاری کانرا *

دیکھو لا چکتر بین لالچ میری بلاج سہت ہے
مانگ کی دھنک بان، دامنی کرت تان
آؤ ری سکھیوا ، گگن میں گھمت ہے
چنچلا کی چوری چال، لال ہونسی بھی لال
ادھرا کے بھنم لال، لال ایسی ھست ہے

### ملاری کانرا*

میں تو پائی پیا کے دھن دھن نیو نیہ
میٹھے میٹھے بچن تم کو کہنے آئی
چلو تو پہچاؤں تم کو ، او نہ آوت، نیو نیہ

### ملاری کانرا*

کر پکری موری ، جرّا جھوری، ماکر سینی
کر پکری موری چڑیا فوری، انگیا کی لر توری، ماکر سینی

### جنجوتی *

میرا کب جاء سے لبھانا ہے، کانو کب جاء سے لبھانا ہے
سکھی آج نہ آیا میں جانا ہے، میں سنیا یار لبھانا ہے
سوکن کے داؤ سے ، مستانہ دیوانہ ہے

### دادرہ *

بتلمتا بتنیاں موڑنا ، اچھنکھیاں باتاں کرلو
موسیاجگت - پیر وا، بر زوری کر کے نند کو نوروا
کر کے چوڑیاں پھوڑنا

---

* خ ت ک ش

## دادره*

سونے دیاں چوڑیاں، مارو جی گھڑا دے
مینا دیاں چوڑیاں، موتیڑا جڑادی
سن میاں قاسم اپنے پیا سنگ
آنکھ سے انکھڑی لڑا دے
بلما گھڑا دے سونے دیاں چوڑیاں

—✻✻✻—

* خ ن ک ش

## ڈپہ

[۱]

چلتی ٹھمک ٹھم، چلتی ٹھمک ٹھم
گوری گیند گات
ادھرنا کی بھنبھال، کنچنا کی بکھن لال
چین میں گجر پھری پیا سنگ دم دم
مرگھوں سے تیکھے نین، کوئیلا سے میٹھے بین
باجت پایل جھم جھم
اٹھ دیکھ قاسم، دھوم مچی دھم دھم
ناچت گوری طبلوا کے بم بم

[۲]

رہتے رہتے جوگی جمنا جایئے کا ہے کوں کرت تم بسرام
من کی لے مالا، تن کی تپت بجھانے کوں جپ رام رام کا نام

—※—

[۱] ؛ [۲] خ ک ش.

# راسوڙه*

اري آڑ کانگا کب آوینگے

خبر لے آ میرے جانی کی

١. آون کہہ گیو نہیں آیو رے، میرو لالن کینے برمایو رے

میرے یہ دکھ کٹ جاوینگے

٢. کاگوا کہے میں آڑ جاؤں، تیرے پاس پیا کو لے آؤں

تجھے ھنس ھنس گرھو لگاوینگے

٣. تیرو لالن آیو ری گوری، تم کھیلو پیا سنگ اب ھوری

تیرے تن کی آگ بجھاوینگے

٤. قاسم جن کی ھوں میں داسی، میرے من کے انپریہ آسی

مجھے کلمے سے پاس بلاوینگے



* خ ک ش

# سهرا

[۱]

الله کے نام پر میں بل جائوں
کبریٰ کے گھر احمد آیا، سید کے سہرے گائوں
پنجتن پاک، دوازده امام، محمد کا درسن پائوں

[۲]

آج دُھن دُھن رے آج دھن دھن
میرے ھی مندروا آوینگے نوشا نما
شُبھ دن شُبھ گھڑی، پرگٹیو محمد
چین سیں بھری سب دھرتی گھن گھن
عبدالله کے گھر، آنند بدھائی
ناچت پری حور پایل کی جھن جھن
گُند لے ری مالن! پھولوں کا سہرا
نیه کی مچی دھوم، قاسم بن بن

—⁂—

[۱] ۽ [۲] خ ک ش

## بھجن

[۱]

مت بسارو رے هو، من من هری کی بات
بھائی بهن کٹم قبیلہ، کوئی نہ چلیگا سات
رام نام کی سمرن جپنے یہ هی چلیگا سنگات
گنگا جمنا کاھے کون جانا، گھٹ میں بسئے تیرے ناتھ
صاحب کی بندگی کرلے قاسم، آنسون بھری دن رات

[۲]

سر کانڑا

رام کے سادھو رام جپورے اور سوں کیا تیرا کام
سب جگ چلنا تم بھی چلوگے کون کرت بسرام
گنگا قاسم کاھے کون جانا رام بسے بس تیرے گام

[۳]

آدم نام کہلاتا کون

کون ھے کھاتا، کون ھے پیتا، کون جیتا ھے مرجاتا کون
۱. عیسیٰ کون، ھے موسیٰ کون، بن فرعون ستاتا کون
ابو جهل احمد کے سامنے، کافر تیغ چلاتا کون
۲. یوسف کون زلیخا عاشق، نیند میں نیه لگاتا کون
شاہ کنعانی یوسف بیٹا، مصر کے بیچ بکاتا کون
۳. بامھن کون، نہ جوشی پتلا پتھر کاٹ، بناتا کون
جوگی کون، سناسی تیرتھ گنگا میں ڈوب نہاتا کون
۴. وھاں سے چل فردوس میں آیا، چپ چپ گندم کھاتا کون
اس نگری میں نیه لگاکے، ھٹ پیچھے پھر جاتا کون
۵. الٹ بیدھ کی بات بروبر، سنتا کون، سناتا کون
تال مول سیکھ لے قاسم، بجتا کون بجاتا کون

—✿—

[۱] [۲] ۴ [۳] خ ک ش

## هوری*

پھاگن کے دن چار سکھی ری،
میں اپنا لال سنگا نہ دونگی

۱- سونا بھی دونگی، واری روپا بھی دونگی
کنٹھہ نہ دونگی ادھار سکھی ری

۲- ھیرا بھی دونگی، واری موتی بھی دونگی
دونگی پھولوں کا ھار سکھی ری



* خ ک ش

# مختصر سمجهاڻي ۽ اشارا

## سر ڪلياڻ

**مقصد:** سر جي قربانيءَ کان سواءِ سڄڻ جو وصال مشڪل آهي: 'پرين جي پڇن، ڪاتي پڇي تن کي'. ڪلالن وٽ اڏي ۽ ڪات آهي. سچا عاشق سر ڏئي سَرو پيئندا: 'جيءَ ڪڙا ڪيا جن، پيتيون تن پيالين.' وڏا بخت تن جا، جن کي الاهي جام جو سڏ تئي تو، اهي مست موحد آهن، جن جا 'نيڻ نشي سين واڳئا، سيني منجهه صمد'، هو حقيقي جام پي، خوديءَ کي وڃائي بيخود ٿيا، ۽ محبت جي ميدان ۾ سر ڏئي سرها ٿيا.

**پس منظر:** معشوق ۽ عاشق جي ناتي کي مختلف تمثيلن ذريعي ورجايو ويو آهي. سڄڻ جي سختي ۽ بيپرواهيءَ کي قاصائي ۽ ڪلال جي کهڻ ۽ ڪاٽڻ واري ڪار، ۽ ساقيءَ جي بي نيازيءَ واري رسم سان پيٽيو ويو آهي. ساقي ۽ ميخاني جو پس منظر، سنڌ جي مشهور داستان موکي ۽ متارا جي تمثيل ذريعي چٽيو ويو آهي. موکيءَ جي مٽ ۾ نانگ سُري اچي پيو ۽ شراب وه گاڏئون ٿي ويو، پر متارن اهي وه گاڏئون وٽيون پيتيون ۽ انهيءَ سٽ ۾ سر ڏنائون.[1]

## فصل - 1

[1] ناهي ريت رڪات = رک رکان يا مهلت جي رسم ئي ڪانهي.

[3] لهسيا پهرينءَ لوءِ = باهه جي پهرينءَ چيچيءَ جراٽيا. ڪُوءِ = گهٽي

[5] نـگهه، نـگهون = اُکريءَ جي بجاءِ زمين ۾ کوٽيل خاص قسم جي ننڍي گول کڏ، جنهن ۾ چانور (يا بيو اَن) وجهي ڇڙين. چُگير = طُريل - وڏي مرتبي وارا. نگهن وجهي نيـه. الخ = عشق ۽ محبت، مٿير مردن کي بہ ڇڻ ان مثل نگهن ۾ مهرين جي ڌڪن سان مهميزون ڏنيون.

[6] سيگُون = ڪمانون (يعني تير)

**وائي:** ڪَهہ ۾ = سختيءَ واري واٽ يا سفر ۾. ڪارٽي = ڪارڻ ڪنڌ، واهر - وسيلو.

## فصل - 2

[1] ڪڪوه = شراب. گهـُٽ گهٽي تو گـهـٽ = هڪ ڍڪ بہ نڙي وجيو جهلي. سرو = شراب.

[3] ڪـَٽ ڪرڻ = اندازو لڳائڻ، جنهن ۾ ذرا دير لڳي. ڪٽ = دير.

[5] سوني سڃيائون = قصد ڪري پيش ڪيـائون. بي پڙهٽي (ش نسخي جي) 'سوتـِـي سڃيائون'. سنت شيرٽيون = مٺايون جي سنت طور وهائجن. هئڻ = هستي.

---

[1] موکي ۽ متارن جي داستان جي تحقيق ۽ تفصيل لاءِ ڏسو سنڌي لوڪ ادب سلسلي جو ڪتاب نمبر 29، ڇپايل سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1964ع، ص3-20.

## فصل - 3

[1] ڪاري = ڪاري نانگ. وترو = ويتر وڌيڪ. زوال = فنا.

[2] پيرا = پيلا نانگ. پـرڙ = نانگ

[3] جال = گهٽو

## فصل - 4

[1] طالع = بخت

[2] پنج - تور = پربور (جن ۾ يڪا پنج وزن هجن). پوچ = گهٽا.

[3] ڏُنگ = مٽ

[5] سوناٺون = رتياٺون. قصد ڪياٺون. نظر ۾ رکياٺون. مَنڌ = شراب.

[6] جهت = ظرف، رخ. اُتو = چيو. 'الصوفي لا مذهب له' هي قول آهي ۽ نہ حديث. مچڻ = متان. ماءَ = پاٽي. ڪٽر = مک يا بيو ڪو جيت، جو پاٽي، ڪير وغيره (پيڻ واري شيءِ) ۾ پيل هجي. مچڻ پسين ماءِ- الخ = متان پاٽي ڏي ڏسي ڪٽر واري خيال ۾ مبتلا ٿئين (؟).

**وائي:** ڪبير = ڪَبيرا گناه- وڏا گناه.

# سر ڪنيات

**مقصد:** 1- سا اونداهي رات پـلـي، جنهـن پريـنءَ سـان ملاقـات ويـل پـرده پوشـي ڪـئي. اهـا چانـدوڪي گهوري، جنهن ۾ پرده پوشي نہ ٿي ۽ وڇوڙو پيـو. اي چنـڊ هـاٽي تـون پـل اُپـري آءَ تـہ مـن تنهنجـي سـهائيءَ ۾ پري ڪان ٿي دلبر جو ديدار نصيـب ٿـئي. پـر اي چنـڊ!- سـڄڻ جـي سـونهن آڏو سـورج بـہ سَـهميل آهـي، حبيـب جـي حسـن سـان تنهنجـي جلـوي جـي جـاءِ ڪـانهي. انهـيءَ ڪـري اپرنـدي ٿـي ادب سـان سـڄڻ کـي سنيها ڏج تـہ، 'صبـح، شـام، اسـور، اکيـون انهـن جـي آسـري'. 2- سـر سـيپئي سـڦرا، پـر ڪنيـات جـو سـر مڙنـي ۾ بـرک آهـي، جـو اُن جـو مضمـون محبـت ۽ مجـاز آهـي. مَـيي تـي چڙهـي راتـو رات سـڄڻ سـان ملاقـات لاءِ پنڌ پوڻ هڪ عجيب سمـان آهـي. هـن ڪرهـي کـي پريـنءَ جـي بـاغ ۾ وٽـن ۽ وليـن، گـلـن ۽ قلـن مـان ڪـو جـو قُـوت سَـريو، جـو بي ڪـائي ول نٽـي وٽيـس ۽ اُن پـار ڏي پيـو واجهـائي.

**پس منظر:** سر ڪنيات جو مضمون سراسر محبت ۽ مجاز جو داستان آهي. سڪ وارن جا سمن، چانگي تي چڙهي دور دراز پنڌ تي پرينءَ وٽ پهچڻ، اونداهيءَ يا چاندوڪيءَ ۾ ملڻ جا آسرا ۽ ارمان ۽ رقيبن جون رنڊڪون هن سر جي مضمون جا مکيہ پهلو آهن.

## فصل - 1

[1] ور سا ڪاري رات = اها اونداهي رات ويتر پلي.

[3] پري موتين مانگ = سينڌ کي موتين سان سينگاري. وڙانگ = نالائق.

[4] ڏوراٽا = پري.

[6] سوسي سورج جهپيا = سِجن کي سوگهو ڪري جُهڪايو.

[8] تہ پڻ نيم- نهار- الخ. = تہ بہ پرين جي اڏ نظر جي برابر بہ ناهين.

[11] سري = پلڻ پئي.

[12] وهيون وانچيائون = لکيل ڪاغذ غور سان پڙهيائون.

[14] ناسيندي = ڪَنـي ڪندي. سرجيو سورهينءَ ماه = سورهينءَ جي رات جو چنڊ اُفق تان پڌرو ٿيو.

**وائي:** سذايا = ويا، روانا ٿيا. تياڪ = ترياق، مفيد ٿـُـکي.

## فصل - 2

[1] سينگاري سغلات = سهڻن سازن سان سينگاري. جمل = اُٺ

[2] ٻور = نوجوان ڪنواٺ.

[3] پَگ سنهون - الخ. اُٺ جون وصفون: پير ننڍو ۽ سهڻو ۽ ٻڳچي ڪَڙِي. ڪاچي = اُٺ جو قسم (سنڌ واري ڪوهستاني علائقي جو اُٺ). پنيءَ رات = وهاڻيءَ رات.

[4] ڪونئر لتاڙيا = نوان گل ۽ ٻور آل جال چِـنا، ريهي پٽي = رونشي لڳي، ناز ڪري.

[6] مڪوليا = مڪيا- واسيا. سا سونائين جُـوءِ = اها اراضي تاڙيائين. انهيءَ ماڳ جو قصد ڪيائين. اُگر جيائين اُبجي = جتي خوشبوءِ دار اگر پيدا ٿئي.

[7] وياري = ڀيلي. ڀر ڪيائين پاس = پيٽ ڀريائين. اڪاس = تانگهه.

[8] سون - ورن = سوني رنگ جهڙيون. سنبل = ڪاري گل جو قسم. ڪاٺينا رڱايا = ڏائون رڱيون (ڏنڊَ رڱيا).

[9] ڪاڪل = وار. رانئيو = ريجهايو. (رتو ڪيو، ڳاڙهو ڪيو).

# سر سر راڳ

**مقصد:** اي وڻجارا! تون سچن صرافن سان سودو ڪر، جن وٽ هيرا، موتي ۽ مرجان آهن. وهائج تـه ڪو سڦرو سون وهائج، جو ڪڄ مان ڪي ڪين ورندو. پاٽيٽ جي پـارکن سان پريت رکج، جن مـان ئي توکي نفعو حاصل ٿيندو. املهه ماڻڪن لاءِ اونهي عميق ۾ ٽپو ڏي، مـٽيءَ جي دڙن ۾ هٿوراڙيون ڏيڻ سان ڇا حاصل ٿيندو! تـن ڪي ڏوري ڏس، جي سمنڊ جا ساڪن آهن: 'وڏا طالع تن جا، جهاجهه جُـهاري جن'!

**پس منظر:** آڳاٽي سمي ۾ سنڌ جا سوداگر وڻج ۽ واپار لاءِ ٻيڙا سنباهي پرڏيهه پوريندا هئا. تاريخ شاهد آهي تـه ديبل بندر واري سامونڊي شاهراهه اوير طرف سلون، جاوا ۽ چين سان ڳنڍيل هئي. ميين شاه عنات هن ساڳئي سُر ۾ لنڪا يا سلون ۽ جاوا جا نـالا ڪنيـا آهن، پـر خليفي صاحب چيـن جو بـه ذڪر ڪيو آهي: 'ماڻڪ ڏينديءِ موڙيون، چُـندي منجهان چين'. هن سُر جو عنوان 'سر راڳ' آهي، جو سـِري راڳ جو مخفف آهي، ۽ سنڌ ۾ آڳاٽي وقت کان وٺي انهيءَ مختصر نالي سان مروج ۽ مشهور آهَي.

## فصل - 1

[1] وانءُ = ونءُ- وڃ.

[2] هوه = هئو.

[3] پٽي سوڙ = سوڙهه وقت - ڏکئي وقت ۾. آذقو = ثمر - توڻ.

[4] لاڳو = سُـنگ - محصول

[5] لاري لڳڻ = آسري لڳڻ. چُـندي = چوندي.

## فصل - 2

[1] ڪلاب = وڏي ڍنڍ. اونهو پاڻي. سمنڊ. گهوري = پاڻيءَ ۾ پئي - ٽٻيون هڻي ڳولي. غواص = ٽوٻا.

[2] وڙن = نادانن - نڪمن. منجهان پڪ پڙن = مٽيءَ جي سُڪن دڙن مان. ساڪن = رهاڪو.

[3] پاڳ = واٽ (پڳ = پيرو).

[4] سنجيون = مڪ ڏئي مضبوط ڪري، سامان وجهي، هاڪارڻ لاءِ تيار ڪيون. ٻار = پاڻيءَ جي اونهائي ۽ چڪ.

[5] اوهريا = روانا ٿيا.

[6] جهاجهہ جُهاري = اونهون پاڻي جهاڳيو. تانگهي = ننڍي پاڻي. ڪوڏيون تن لئي = تن کي موتين جي بجاءِ ڪوڏيون پلئہ پونديون.

**وائي:** توه = ٻاجهہ- ڪرم. انگي لاهي اڳان = بدن تان چولي لاهي: درڳان = دورنگا- دشمن. سرڳان = سهڻي رنگ وارا. لڳان = منڊا- ناقص- هيٺا- ڪمزور.

# سر سامونڊي

**مقصد:** 1- بيڙا مڪي تيار ڪري، وکر سان پري پرپور ڪري، وڻجارا سودي واپار خاطر سڙه سانباهي، الله جي آسري هاڪاري هليا. اڳيان سمنڊ جون ويرون، ڪُن ڪارونيار ۽ عميق اوڙاهہ تا سُجن. اي منهنجا موليٰ! ڪو واءُ سٽائو وارين، سندن جهونا بيڙا خير سان پار پهچائين ۽ وري سلامت واپس آڻين! 2- وڻجارن جون ونيون ڪين ويندو ڏسي پيون ليلائين تہ اسان کي وڇوڙو ڏئي اوهين ولايت نہ وڃو! خير سان سندن واپس ورڻ تي غورابن جا گهنڊ وڄندا ٻُڌي، واڌايون ڏئي پيون وهسن تہ، "ڪاري ڪيڏارا، ڪٿي موٽيا خير سان."

**پس منظر:** سر سامونڊيءَ جو سڄو سمان، وڻجارن جي واپار خاطر ولايت ڏانهن سنبت ۽ موڪلاڻي ۽ خير سان واپس وطن ورڻ واري ماحول تي ٻڌل آهي. هن سر ۾ خليفي صاحب ڇٽا اُهڃاڻ ڏنا آهن تہ سنڌ جا واپاري ڪانياواڙ جي ڪناري (هالار، پور بندر)، سيلون (لنڪا - لڪا) ۽ بنگال طرف ويندا هئا ۽ سندن آخري منزل چين هئي.

## فصل - 1

[1] زورق = بيڙي.

[2] پرنيا = سپرد ڪيا. پاڏيلين = سُڃاڻ عورتن. ڪارونيار = خطري وارو اٿاهہ سمنڊ.

[5] پُوين = سونهن ساٿين. نظر ناڪئن جي آهي منجهہ عرفات = حاجين جي حرمين وڃڻ ۽ حج جي رسم لاءِ عرفات پهچڻ ڏانهن تمثيلي اشارو. سَرين = حاصل ٿين.

[6] چين مهہ- چين = يعني ننڍي چين ۽ وڏي چين، جنهن مان مراد غالباً چين ڪان اوريان ملڪ ۽ ان بعد خاص چين ولايت. ناءَ = بيڙي.

**وائي:** جهاجهہ = سمنڊ جو اوڙاهہ پاڻي. تاري = آڌر- آسرو. ڍيمر ڍري = وڏي بيڙي بہ مانئي هلي (؟)

## فصل - 2

[1] ويهون = گهٽيون توليون. ڍيم ڍريون = وڏا غوراب بہ مانا هلن (؟). تاڙي لڳي نہ تن = تن جي ڪانہ هلي. اتارن = اڻ تارن.

[2] واهڻ = سڪاڻ. نوح جني جو ناڪئو - الخ = حضرت نوح ۾ سندس ٻيڙي ڏانهن تلميحي اشارو.

[3] پر بندر = پور بندر (جو ڪانياواڙ جو مکيہ بندر آهي). آخري منزل.

[4] گمائي = وڃائي. سڪاڻن = ٻيڙيءَ کي سنئين رخ تي هلائڻ لاءِ سُڪاڻ جهلڻ وارا- ناڪئا.

[6] ڪلاب = (ڪولاب = ڍنڍ) اونهو ۽ اجهاڳ پاڻي. معلومن = معلمن يا سونهن ڪان.

[7] آر = پاڻيءَ جي تک.

[8] دگولي = دنگي- ٻيڙي. درماند = هيٺي.

[9] اتارا = اڻ تارو.

**وائي:** ڏچيون = وانئٽيون - ٻيڙين جون جهنڊيون. ڏاريچن جون = سچٽن ساٿين جون.

## فصل - 3

[1] زيريون = زنجيرون. پڳهہ پايان پنج = پنجن پڳهن (ڪاٺ جي مُنن) سان ٻيڙيءَ جون رسيون ٻڌان. اوهري = هاڪارِ.

[2] سميٽيا = ختم ڪيا.

**وائي:** جر ناريل پيا = 'ڏياري' جي ڏڻ تي پاڻيءَ ۾ ناريلن وجهڻ جي رسم: يعني تہ اونهارو پورو ٿيو ۽ سيارو اچڻ وارو: هاڻي سمنڊ ۾ طوفان جو زور ٽُٽو ۽ مانائي شروع ٿي. اهو وقت واپارين لاءِ سمنڊ جي سفر جو آهي. ڪوهو = ٻيڙيءَ جي وچين ڏگهي ٿنڀ مثل اُڀي ڪاٺي. ڪوها ڪٽڻ = سڙهن ٻڌڻ لاءِ ڪوها اُڀا ڪرڻ.

## فصل - 4

[2] وهون = نُنهون - وريتيون. وَر واريون.

[3] ڪاري ڪيڏارا = سمنڊ جي سفر جا ماهر.

**وائي:** 1- اڪا ڏيڻ = پوڄا خاطر پاڻيءَ ۾ چانور يا ان وجهڻ. ناپون پايو ني = نهندون هٽي ڪنيو وڃي.

**وائي:** 2- ناڪئاڻو = ناڪئن جو. ڪلي ڏيندم ڪيئن = خوش تي واڌائي ڏيندم.

# سر توڏي

**مقصد:** 1- ساهڙ جي سڪ ۾، سهڻي بنا ٽُرهي، سيٺهہ يا ٻئي ڪنهن سنڌَ جي، ڏٽيءَ جي آسري تي اڇيو درياءَ ۾ گهڙي. 2- اي سهڻي! تون ساهڙ کي وساري ڏم سان ڏينهن مَ گهار. 3- گهڙو پڳو، وسيلو وڃئون ويو، تڏهن سهڻيءَ ۽ ساهڙ جو پاڻ ۾ دائمي وصال ٿيو.

**پس منظر:** هن سُر جو پس منظر سهڻي ۽ ميهار جو داستان آهي. ميين شاهہ عنات جي ڪلام ۾ پڻ هيءُ سر 'توڏي' جي عنوان سان لکيل آهي. لفظ 'توڏي' جي هڪ معنيٰ آهي خوبصورت زال يا سهڻي عورت، ۽ تي سگهي ٿو تہ انهيءَ لحاظ سان اهو عنوان قائم ڪيو ويو هجي. 'توڏي' جي ٻي معني

'توڙي راڳڻي آهي'، ۽ تـي سگهي ٿـو تـه آڳـاٽي وقـت ۾ سـهڻيءَ جـو سُـر انهـيءَ راڳڻـيءَ ۾ آلاپيـو وينـدو هو (حالانڪ هن وقـت رائـج 'سـهڻي' جـي راڳڻي بلڪـل 'پيـروي' سـان مشـابهه آهـي) ۽ انهـيءَ ڪـري اهـو عنـوان قـائم ڪيـو ويـو. 'تـوڏي' جي معنـيٰ آهـي ننـڍي نوجـوان اُٺِ. ڪـاري (ميرپـور سـاڪري ۽ ڪيٽـي بندر) طرف اُنيون سمنڊ جا واهڙ تري وجي انـدر ٻيٽـارن ۾ چـرن.

## فصل - 1

[2] مڏ = گاه يا ڪکن جو وڏو موڙو. 'تر' کان تُـلهو. ڪلاب = اونهو پاڻي.

[3] نوڙ ٻڌڻ = ڪنهن ننڍي واهه مان هٿ وجهي اڪرڻ لاءِ رسو ٻڌڻ. يـا ڪنهـن وڏي ويڪري واه مـان ٻيڙيءَ جي پتڻ خاطر وڏو نوڙ ٻڌڻ.

[4] ڇينهرو = پاڻيءَ جي ڇڇڻ واري حالت- تانگهي پاڻيءَ واري حالت. مڪري = ٻيڙي. تر = گاه يا ڪکن جو تلهو فرش.

**وائي-1:** سنگهار = مال وارو پاڳيو. گهندار = وڏا ڇڙا.

**وائي-2:** مانگرڙيون = ننڍڙا مانگر. اتاري = اڻ تارو. ناءُ = ٻيڙي. آر = درياءَ جي سير. آڳه = آڏار.

## فصل - 2

[1] پرڻ = راضي ٿيڻ- خوش ٿيڻ. مچڻ = متان

**وائي:** پـِڇي = وهامي. ساهڙ سيئن = ڏُر ساهڙ تائين.

# سر سارنگ

**مقصـد:** 1- مينهـن جـي منـد آئـي، وسـون ٿيـون ۽ عـالم آسـودو ٿيـو. 2- وڇڙيـل سـڄڻ ۽ سـانگي وس ۾ وري اچي گڏيا: 'وريـو وصـل ڏينهـن، مينهـن ميڙيـا سـپرين'. 3- مينهـن الاهـي رحمـت آهـي، جـو بـڪ، ڏڪ ۽ ڏڪار ميٽي ٿـو. اهـا رحمـت ڌڻـيءَ جـو راضپـو ۽ هـادي مرشـد جـي هدايـت آهـي، جنهـن جـو فيـض سـيني کي نـوازي ٿـو.

**پـس منظـر:** مـاضيءَ ۾ هـڪ وڏي عرصـي تـائين سـنڌ جـي ڪـافي حـصي جـي زرعـي آبـاديءَ تـوڙي مـال جـي پرورش جـو مدار مينهـن تـي رهيـو آهـي، انهـيءَ ڪـري سـانوڻ جـي وس کـي ڌڻـيءَ جـو راضپـو ۽ رحمـت تسـليم ڪيـو ويـو آهي. ٻئي نڪتـه نظـر کـان نبـي ﷺ جـي آمـد سـان اسـلام جـو فيـض ملڪـان ملـڪ عـام ٿيـو ۽ انهـيءَ ڪـري اهـل دل صوفيـن ۽ درويشـن سـارنگ کـي نبـي ﷺ جـي آمـد ۽ فيـض جـو هـڪ منظـر ڪـري مڃيـو آهـي. مولانا رومـي تـوڙي سـنڌ جـي بـزرگ شـاعرن مثـلاً: شـاه عنـات، لطيـف، خليفـي صـاحب ۽ ٻيـن انهـيءَ معنـوي نڪتـي کـي تمثيـل طـور بيـان ڪيـو آهـي.

## فصل - 1

[1] ابر = جهڙ - ڪڪر. آثار = نمونو. سڄ پڙي = آسمان ۾ غُبار سبان سڄ جي چوڌاري گول گهيري وارو پٽو. ڪس ڪڪرين = ڪڪرن جي ڪاراڻ. چوُ وايـو = چئني طرفن جو واءُ، جـو مينهـن جـي اچـڻ جـي نشاني آهي.

[2] موگهون ڪديون = ڪڪرن جي اُڀن جون لاٽون. پٽين لنب پڇي پيا = ميدانن ۾ لنب گاهه نسريو.

[3] ٻني = ڪڇ جو هڪ ڀاڱو. جو عام طرح 'ڏاڏي آدم جي ٻني' سڏجي. سامڊهو = ڪڇ جي هڪ اراضي. سيمر = جُوءِ. اراضي. ڪورڙ = هـرن ڪاهڻ ڪان سواءِ مٿان ريج ۾ ڇٽيل ٻج.

[4] ڀنهوار = ٻڪرين جا ڌنار

[5] هالار = ڪاٺياواڙ ۾ ڄام نگر رياست وارو ڀاڱو. پـِٽارو = ٿرپارڪر ضلعي ۾ موجوده نئين ڪوٽ اسٽيشن کان ڏکڻ ۾ ڍوري جي اپرندي طرف واري اراضي

[6] ڏنڙين ڪي = مٿاهين ٻنين ڪي

[7] ٻَـهَـر = ڪنهن به ڍوري يا درياءَ جي ڪپ يا ڪنڌيءَ جي چوٽيءَ کان ٻاهر واري لاڳيتي زمين. ڀري پٽاري - الخ = پٽاري جو ڍورو تار تي اٿلي پيو ۽ ڪنڌين کان ٻاهر واري زمين ٻوڙيائين.

**وائي:** موگر موڙ = مُـگر ول جا گونچ ۽ گل.

## فصل - 2

[1] نالون = دانهون

[3] ڏيڙوال = تلها کهرا ڪتا ڍڪيندڙ. ڪير جون = واڌائيءَ جون

[4] [5] سيني نسخن ۾ اصل پڙهٽيون 'سولي وار' ۽ 'سولي' ڏينهن آهي، جن جي معنيٰ ٿيندي 'سٺائي ڏينهن'. پر غالباً صحيح لفظ 'سَرلي' آهي. 'سرلو' معنيٰ جُـهڙ: "سڄو صاف نہ ايري، سرلي وڇان سڄ" (پٽائي: سر سارنگ). انهيءَ لحاظ سان 'سرلي وار' = جهڙ واري سمان ۾، ۽ 'سَرلي ڏينهن = جُـهڙ واري ڏينهن.

[6] سئائن = ڪير ڏيندڙ ڳـئُـن ۽ مينهن. پارا = نکر جون وڏيون دکيون - تس، پارڙا.

[7] موهر = مهراڻو. واڳيو = ٻڌو- وڪوڙيو.

[8] اهاءَ = تجلو. ڪامڻ ڪٽندي ڪنج = حسن واري عورت جيئن ٺئي پنهنجي چوڙي واري ٻانهن مٿي ڪري ٻانهينءَ کي سولو ڪري.

[9] ڏوگاهو = ڏڪار.

[10] ڪـوي = ڪنوڻ جا تجلا ڪري.

[12] دلهن = ڪنوار. ڏنڪيان (هندي: ڏنک = ڪمان- اندلٺ) اندلٺ. استعاري طـور معنـيٰ 'وارن جي سِينڌ'.

[13] موهن روپ = (موهن = ڪرشن جو رنگ سانورو هو. سانورو سڄڻ. مهتابان = چنڊ کـان. پـايل = پير جي ڇير- پازيب.

**وائي-1:** مانگ = سينڌ.

**وائي-2:** پپيهو = تاڙو پکي.

## فصل - 3

[1] سجي = ڏيکاري - ڏئي

[2] سرلي = جُـهڙ

[3] اتور = گهٽو

[5] تسياريون = اُجايل. پهيڙا = قاصد - پانڌي

[6] ڏهر = ٻن پٽن جي وچ واري هيٺاهين سنئين زمين، جنهن ۾ آبادي ٿئي.

**وائي:** جُهار = ٻندگيون ۽ سلام. ڪونين ۾ = ٻنهي جهانن ۾.

# سر ڪيڏارو

**مقصد:** 1- اي شاهه شجاع! سنڌ کي پنهنجو اڏو نه بڻاءِ، جو هتي جا مٿير مرد مڙڻ وارا نه آهن. سنڌ طرفان اميرن جي لشڪر ڪرڙيءَ جي ميدان ۾ آٿي پنهنجا خيما کوڙيا. مردن لاءِ ڪرڙي آزمائش جي جاءِ آهي: ”ڪرڙي ڪائي رت، پت نه وڃهي وات ۾.“ اميرن جي لشڪر جا جهنڊا شان سان پئي جُهليا، پر افغانن جي لشڪر، بنا جنگ جي اعلان جي، اوچتو اچي چوريءَ مٿن حملو ڪيو. مرتضيٰ شاهه ميدان ۾ گهڙي پيو ۽ ساڻس ٻيا ڪونڌر به ڪڏندا آيا. 2- سو مير پـَل مـَرڪي، جنهن جو سپه سالار مرتضيٰ شاهه جهڙو پهلوان ۽ سورهيه مرد آهي. مرتضيٰ شاهه سوپ ڪارڻ سر ڏئي سرهيو ٿيو: ”سوين سر گهرن، سر ري سوپ نه سپجي.“ مرتضيٰ شاهه هڪ گل هو، جنهن کي سنڌس پيءُ گولي شاهه چڻ پرڪا خاطر پوکيو هو. هن چٽني طرفن کان حملو ڪري، دشمنن منجهان پاڻ جهڙن پهلوانن کان پتيون ورتيون. پيچين کان پچڻ مردن جو ڪم نه آهي. اي جوان مرد! دشمن سان مڙس ٿي منهن ڏي ۽ پنهنجو هر هٿيار استعمال ڪر. مقابلي وقت مٿان ڪنهن ڪانئر جي ’مصلحت‘ واري صلاح ڪن ڪرين: ’ڪانئر سنڌي ڪن تي، ٻولي هـَڏ مَ ٻـنڌ‘. (جنگ وقت غيرت واري زال جو اهوئي آلاپ آهي تہ:) اي منهنجا ڪانڌ! ميدان ۾ مرد ٿي مر تہ آءٌ مانائتي ٿيان: ’جي تون پٺي آئين، تہ اوڏو مون مَ اچ/ مون سهائي سچ، ڪوڙيون ڪانڌن ڪوڏيون‘. 3- پـيئن جا پٽ ميدان ۾ مارجي ويا ۽ مائن جا پٽ پٺي گهر آيا. شاهه شجاع جا ساٿي سبق سکيا ۽ کين معلوم ٿيو تہ سنڌ جا سورهيه موت کان مـُڙڻ وارا نه آهن. (جهان خان) مـَري بيشڪ هڪ مٿير مرد هو، جنهن مرڻ کي مـَرڪ پانيو. قضا ائين هئي: قضا آڏو ڪوٽ ۽ قلعا بہ ڪا شيءِ ڪانہ آهن. تيموري افغان هاجو ڪري ويا، پر مرتضيٰ شاهه جهڙا مڙس سر ڏئي سوڀارا ٿيا: ’رڻ، راوت ۽ رُڪ، ٽيئي پرتا پاڻ ۾.‘

**پس منظر:** خليفي صاحب هن سر ۾ سنڌ جي انهن سورهيه مردن کي ڳايو آهي، جي ڪـَرڙيءَ واري جنگ ۾ شهيد ٿيا. اها جنگ سنہ1249ھ / 1834ع ۾ سنڌ جي اميرن ٽالپورن جي لشڪر ۽ شاهه شجاع طرفان چاڙهيل فوج جي وچ ۾ ڪرڙيءَ واري ميدان ۾ لڳي. درياءَ کان لاڳيتو اتر ۽ پراڻي سکر شهر کان ڏکڻ اولهہ واري ايراضي سچو جنگ جو ميدان هو. موجوده جيل جي اُتران پوليس جو ٽاڻو اڄا تائين ’ڪرڙيءَ وارو ٽاڻو‘ سڏجي ٿو، جو اڳئين ڪرڙيءَ واري ميدان جي نالي جو يادگار آهي. هن وقت اها ايراضيءَ جا ڪرڙيءَ جي نالي سان سڏجي ٿي، ان جون حدون هي آهن: ڏکڻ کان درياءُ، اوير طرفان دنگ، شاهه جو اوتارو ۽ پائي ٻالي جو مندر، اولهہ طرف جي حد ’واٽر ورڪس‘ کان قدري اولهہ، ۽ اتر طرفان پراڻي ۽ نئين سکر واري وڏي رستي ۽ ڪرڙي پوليس ٿاڻي کان بہ قدري اُتر اولهہ وارو پاڳو. هيٺيون نقشو ڪرڙيءَ جي انهن حدن کي قدري نروار ڪري ٿو.




هيءُ نقشو محترم عبدالرزاق صاحب 'راز' جي رهنمائي هيٺ تيار ڪيو ويو، ۽ ڪرڙي جون حدون پڻ هن صاحب پيچا ڪري سمجهايون.

(1) ڪرڙيءَ جي جنگ بابت جن مصنفن لکيو آهي، تن مان منشي عطا محمد (جو ان وقت شڪارپور ۾ هو) پنهنجي لکيل تاريخ "تازه نواي معارڪ" ۾ تفصيلي بيان ڏنو آهي.[1] جو هن ريت آهي:

"ٽالپر اميرن سنڌ ۾ حڪومت جي نظام کي پختي ڪرڻ بعد ڪابل جي ڪاڻ ڪانه ٿي ڪئي. انهيءَ ڪري سنه1248هه ۾ افغانن طرفان سنڌ جي اترين سرحد تي زور پيو ۽ اميرن جي حاڪم نواب عالم خان مريءَ شڪارپور جي بدران اچي سکر ۾ پنهنجو محاذ پختو ڪيو. افغانن جي طرفان هدايت الله اچي گوسڙجيءَ ۾ پنهنجو اڏو ڄمايو، ۽ وڃي وٺي اڳرائي ڪري، نواب عالم خان مريءَ تي حملو ڪيائين ۽ عالم خان شهيد ٿي

[1] تاريخ "تازه نواي معارڪ" مطبوعه سنڌي ادبي بورڊ 1959ع، ص388-306. منشي عطا محمد خود 'ترين افغان' هو. انهيءَ ڪري پنهنجي عبارت آرائيءَ سان ويهي سنڌ جي طرف جي ڪوتاهي ۽ افغانن جي سرسيءَ جو سمان ڇٽيو اٿس. اسان سندس بيان ڪيل تفصيل کي سنواري پيش ڪيو آهي.

'تاريخ تازه نواي معارڪ' جو سنڌي ترجمو "تازن معرڪن جي تاريخ" عنوان سان مرحوم نياز همايونيءَ ڪيو آهي، جيڪو ڪتابي صورت ۾ سنڌي ادبي بورڊ اپريل 2005ع ۾ ڇپايو آهي. (ادارو)

ويو. عالم خان جو پٽ جهان خان مري هڪ وڏو بهادر ۽ باهمت جوان هو. جنهن پوءِ هدايت الله تي چڙهائي ڪئي ۽ هدايت الله مارجي ويو. انهيءَ تي ڪابل طرفان سمندر خان افغان فوج ساڻ ڪري اچي شڪارپور پهتو.

نواب عالم خان مريءَ جي بي گناه قتل تي سنڌ ۾ ڪافي شورش ٿي، ۽ ويتر جو سمندر خان چڙهي آيو ته سنڌ جي اميرن سندس مقابلي لاءِ فوج تيار ڪئي. مير رستم خان طرفان محبت خان مري، ڏگاڻو خان مري، جلال خان مري، فضل محمد خان مري ۽ نظاماڻين ، جلباڻين ۽ باگراڻين جا دستا روانا ٿيا. مير علي مراد جي طرفان گولي شاه کهيريءَ جو پٽ سورهيه سپهه سالار غلام مرتضيٰ شاه فوراً روهڙيءَ مان درياءَ اُڪري اچي سکر پهتو. حيدرآباد طرفان آغا اسماعيل شاه جو فرزند سيد محمد ڪاظم شاه ان ڪان اڳ خيرپور آيل هو ۽ ڪيس حڪم مليو هو ته لاڙڪاڻي ۾ وڃي بهادر خان کوکر سان ملي. هو ٺٽدي لقمان خان مان لاڙڪاڻي ڏانهن روانو ٿيڻ وارو هو، جو ڪيس نواب عالم خان مريءَ جي شهادت جي خبر پهتي، ۽ هن لاڙڪاڻي جو خيال لاهي موٽي اچي مير رستم خان سان مشورو ڪيو ۽ پوءِ اُتان پاڻ ۽ سندس ياءُ سيد محمد تقي شاه پنهنجي سپاهين سميت روهڙيءَ آيا ۽ اُتان فوراً درياءَ اُڪري سکر پهتا.

خيرپور جي اميرن طرفان سندن سپهه سالار پنهنجن فوجي دستن سميت موجود هئا، مگر حيدرآباد طرفان فقط سيد ڪاظم شاه ۽ سيد محمد تقي شاه پنهنجن ساٿي سپاهين سان بروقت پهتا. وقت جي تنگيءَ سببان حيدرآباد طرفان پوري اهتمام سان ڪو وڏو لشڪر ڪونه پهتو. هوڏانهن سمندر خان پوريءَ تياريءَ سان آيو هو ۽ شڪارپور مان ست توپ گاڏيون ۽ ٽي هزار سوار ۽ پيادا ساڻ ڪري چڙهيو ۽ اچي سکر جي پريان ڇهن ميلن ڪن تي ڳوٺ جعفر آباد ۾ ڇانوڻي هنيائين. سنڌ جي لشڪر جو هڪ حصو آڏو لال واه جي پيٽ ۾ اڙ ڪري ويٺو. سمندرخان سامهون ميل ڪن تي ڏيکائي ڏني، جنگ جو جهنڊو وڻ تي چاڙهي، ٿورڙو لشڪر اُتي بيهاري، ڪين جنگ جي طبل وڄائڻ جو حڪم ڏنو. انهيءَ چال سان سنڌ جي لشڪر کي ڏوڪي ۾ رکي، پنهنجي ٻي فوج ڦيرائي پوئين پاسي کان آهستي آهستي ٽي ۽ توبون اٽي ٽڪريءَ تي چاڙهيائين. سنڌ جي لشڪر جي مکيه ڇانوڻي اُتان توبن جي مار ۾ هئي، ۽ افغانن بنا دهل دمامي جي اُتان مٿن توبون وسائڻ شروع ڪيون.

باوجود انهيءَ اوچتي بمباريءَ جي، سنڌ جو لشڪر ڇڙويڇڙ يا پوئتي هٽڻ جي بدران مقابلي لاءِ تيار ٿيو. غلام مرتضيٰ شاه سنڌ جي فوج کي سورهيائيءَ جي سبق سيکارڻ لاءِ سڌو ٽڪريءَ طرف حملو ڪيو. حيدرآباد جي دستن جو سپهه سالار سيد محمد ڪاظم شاه، جو غلام مرتضيٰ شاه جو دوست هو، تنهن گهوڙي جون واڳون ڇڪي اڳواٽ وڏي دليريءَ سان حملو ڪيو ۽ دشمن جي پيادل فوج جون پٽيون ڪڍي ڇڏيائين ۽ آخر دم تائين وڙهندي ميدان ملهايائين. سيد محمد ڪاظم جي ڪرڻ تي، غلام مرتضيٰ شاه پڻ مست هاٿيءَ واري حالت ۾ تلوار هٿ ۾ ڪري ميدان ۾ اڳتي گهوڙو ڪُڏايو، پر اتفاق سان توب جي نشان جو شڪار ٿي شهيد ٿيو. سندس ڪرڻ تي حيدرآباد جي اميرن جي وزيرن مان خاص ملازم دريا خان نظاماڻي اڳواڻ ٿي اڳتي وڌيو ۽ آخر سمندر خان جي پاڻٽي هٿان شهيد ٿيو. ان بعد جهان خان مري پنجاه- سٺ جنگجو جوانن جي دستي سان اڳتي وڌيو. هنن سورهين هڪ ٻئي جي پهراڻن جا پلو ٻڌي ڇڏيا هئا ته صف ٻنجي آخر دم تائين مقابلو ڪن. مردن ترارين هٽڻ سان انصاف ڪري ڇڏيو ۽ روهيلن جون پٽيون ڪڍي ڇڏيائون. جهان خان جنهن مردانگيءَ سان وڙهيو، ان جو مثال ڪونه هو. باوجود دشمن جي وڏي تعداد جي هي مڙس ڪين مڙيا ۽ آخر دم تائين وڙهندي ميدان کي پنهنجي رت سان رڱيائون."

پنهنجي راءِ ڏيندي منشي عطا محمد چوي ٿو ته: "بلوچن جي عجب بي وقوفي، جو ميدان جنگ ۾

گهوڙن تان لهي، پيادا ٿي، تلوار هٿ ۾ ۽ چپ وات ۾ ڪري نعرا هڻندا، ڊوڙندا بي تحاشا ٽڪريءَ ڏانهن رخ ٿي رکيائون ۽ چوٽيءَ تي رسڻ ڪان اڳ مخالفن جي تير ۽ تفنگ جو نشان بنجي پنهنجيون زندگيون پئي ضايع ڪيائون." ظاهر آهي ته ويچارو افغان مؤلف ۽ منشي، وطن جي حب جي بي پناه جذبي ۽ سنڌ جي سورهين جي قومي غيرت ۽ مردانگيءَ جو پورو اندازو نه ڪري سگهيو آهي. دنيا ۾ اهڙي سورهيائيءَ جا ڪي ٿورا مثال ٿا ملن! سنڌ جا پهلوان ٿورا هئا، مگر ان هوندي به حياتين بچائڻ جي ڪٿ ئي ڪانه ڪيائون ۽ مرد ٿي منهن ڏئي، موت سان مقابلا ڪيائون. 'تازه نواي معارڪ' جو مصنف به ايترو مڃي ٿو ته، "ميان غلام مرتضيٰ شاه، عاليجاه سيد محمد ڪاظم شاه، عالم خان مريءَ ۽ شجاعت نشان جهان خان مريءَ جهڙا دلير ۽ بهادر مڙس هن جنگ ۾ ائين مرڻ جا ڪين هئا، پر تقدير ائين هئي."

(2) مير رستم خان جي درباري ۽ همعصر شاعر ملا محمد عالم پنهور خيرپوريءَ هن جنگ بابت هڪ فارسي مثنوي "شاهنامه عالم يعني وقائع جنگ ڪرڙي" [1] نالي لکي آهي، جنهن جو خلاصو هن طرح آهي:

"عجب اهو جو شاه شجاع بادشاه، جو خانه جنگيءَ سببان پنهنجي ملڪ مان تڙجي چڪو هو، تنهن سمندر جي سپهه سالاريءَ هيٺ روهيلن جي بي انداز فوج چاڙهي موڪلي، جا درياءَ جي پريان اچي صف آرا ٿي. ساٺن توبون هيون ۽ ٻي گهوڙي سوار فوج هئي، جن ٽڪريءَ مٿان اوچتو حملو ڪيو. هتان مير نامدار مير رستم خان مقابلي لاءِ فوج موڪلي.

خونخوار جنگ لڳي، جنهن ۾ جڏهن سيد ڪاظم علي شاه صفون چيري ڇڏيون ته دشمن ڪانئس پٺي پري ڪان مٿس بندوقون ڇوڙيون ۽ ڪيس شهيد ڪيو. ان بعد سندس چاچو سيد ابوالحسن تلوار ڪٺي ميدان ۾ ڪڏي پيو ۽ بهادريءَ سان وڙهندي شهيد ٿيو. ابراهيم خان صفون چيري چوٽ ڪري توب هٽندڙن تي حملو ڪري وڃي ڪن کي ماريو. جهان خان پرواني مثل ميدان ۾ ٽپي پيو. جهڙو سندس پيءُ (عالم خان) جنگ جو جهونجهار هو، تهڙو ئي جهان خان ٿيو، جو سورهيائيءَ سان سر ڏئي سرهو ٿيو. ساڻس گڏ سندس رفيق ۽ خاصخيلين جو سردار هاشم شهيد ٿيو. پهلوان بهادر (خدمتگار) پڻ بهادريءَ سان وڙهندي ماريو. وزير مشير ۽ امير ڪبير دريا خان (نظاماڻي) درياءَ جي موجن وانگر پلٽ ڪئي ۽ پنهنجن رفيقن سان گڏ سر گهوري ميدان جنگ ۾ گهڙي پيو ۽ سيف الدين جي نيزي لڳڻ سان مري مانائتو ٿيو. پر آفرين هجي غلام مرتضيٰ شاه کي، جو پنهنجي پوري اتالي سميت ميدان ۾ شهيد ٿيو.

غلام مرتضيٰ شاه جي مارجڻ تي باقي لشڪر بي دليو ٿي پوئتي هٽيو. جي مقابلو جاري رکن ها ته فتح سندن ٿئي ها . جي پوئتي پيا، تن مان گهڻا درياءَ ۾ ٻڏا. هاڻي سندس فرزند ارجمند کي ڏٺي شل پنهنجي حفاظت ۾ رکي.... اي عالم! سنڌيءَ ۾ گهڻن شاعرن شعر چيا آهن، پر تنهنجو هيءُ شعر يادگار رهندو.

(3) اسان کي روهڙيءَ جي قاضين مان ڪنهن بزرگ جي بياض ۾ "ڪرڙيءَ جي جنگ" جا هيٺيان واقعا تاريخن سميت لکيل مليا. جن مان ظاهر آهي ته نواب عالم خان مري ۽ سندس ساٿي هفتو اڳ پهرئين حملي ۾ شهيد ٿيا ۽ خاص 'ڪرڙيءَ واري جنگ' تاريخ 27- شعبان، اربع ڏينهن، سنه ۱۲۴۹ھ تي لڳي، جنهن ۾ سنڌ جا سورهيه سپه سالار بهادريءَ سان حملو ڪري مَتي ٽَڪر [2] تي چڙهي وڃي دشمن تي ڪڙڪيا ۽ اتي ئي وڙهندي شهيد ٿيا.

---

[1] هي قلمي نسخو اسان کي محترم عطا محمد صاحب حاميءَ (خيرپور) جي مهربانيءَ سان مليو، جنهن جي آخر ۾ ڪتابت جي تاريخ هن طرح ڄاڻايل آهي: از يد حقير پر تقصير آثم فتح چند ولد ديوان ٺهلرام سيوستاني نانواني واقع خيربور جناب مير صاحب بهادر بتاريخ 29 ماه رمضان سنه1286ھ. بروز يکشنبه تمام شد."

[2] غالبا شهر لڳ موجوده واٽر ورڪس واري ٽڪري.

"20 ماه شعبان روز چهار شنبه سنہ1249ھ: عالم خان مري، چاڪر خان جسڪاني، رحيم خان ڪوسه، و ديگر بلوچان در مقابله جنگ از آخوند زاده الهداد در لشڪر شاه شجاع الملڪ شهيد شدند.

27 ماه شعبان روز چهار شنبه سنہ 1249ھ: ديگر مقابلہ- امير الامراءِ العظام أسود الڪبار الفخام، عالي منصب، بهادر جنگ، شاه غلام مرتضيٰ و عاليجاه رفيع جايگاه عمدة امير العظام والاحشمت امير ڪاظم شاه وعمدة خوانين عظام بهادر جنگ جهان خان مري و دريا خان نظاماني و بهادر خدمتگار وغيرهم بلوچان در صف جنگ خان والا شان دارا شڪوه سڪندر حشمت سمندر خان و ديگر افغانانِ لشڪر شاه شجاع الملڪ بنزديڪي شهر بالاي ڪوه شهيد شدند- انا لله وانا اليه راجعون."

بياض جو لکندڙ، جو روهڙيءَ جي قاضين مان هو، ان جي آڏو اهي واقعات رونما ٿيا. سندس جذبات جو اندازو بياض ۾ ٻي جاءِ تي هڪ مسخ شده عبارت مان لڳائي سگهجي ٿو، جنهن جا هيٺيان الفاظ پڙهڻ ۾ آيا:

"باشجا[ع] سمندر خان افغان
سمندر ز آتشِ دوزخ نترسد."

## فصل - 1

[1] شجاع = اي شاه شجاع!

[2] نجهرا = جايون - جهوپڙا.

[3] راوت رند = اڻ موٽ مرد. قلعي ڪوڏئا = جنگ جا جهونجهار.

[4] مرتضيٰ = خيرپور جي مير علي مراد خان طرفان موڪليل فوج جو سپهہ سالار غلام مرتضيٰ شاه، گولي شاه جو پٽ هو، جنهن جو نالو فصل - 2 بيت [7] هيٺ آيل آهي. ميان گولو شاه، ڪهيري بلوچن جي قبيلي جو هڪ باهمت سردار ۽ مير سهراب خان جو وزير ۽ سپه سالار هو. انهيءَ عهدي ۽ عزت سببان کيس 'شاهي' جو لقب مليو ۽ ذاتي نالي 'گولي' جي بدران 'گولا شاه' جي خطاب سان مشهور ٿيو. اهو خطاب سندس اولاد ۾ پڻ پشت بہ پشت هلندو آيو، ۽ انهيءَ ڪري سندس اولاد 'شاهاڻي' سڏجڻ لڳو. سندس وفات تي کيس قبرستان 'قادر بخش جا قبا' (خيرپور ڪان اٺ ميل اوپر طرف) ۾ دفنايو ويو. قادر بخش فقير جي قبي ڪان اولهہ طرف وڏي قبي ۾ وچين قبر گولي شاه جي آهي، جنهن تي اسان (21- آڪٽوبر 1955ع) سندس وفات جي تاريخ هيٺينءَ طور ڪاري مس سان لکيل ڏٺي، "تربت مرحوم ميان گولہ شاه رحلتش 22- صفر 1237ھ."

ميان گولي شاه کي پنج پٽ ٿيا: غلام مرتضيٰ شاه وڏو هو، جو مير علي مراد جي دربار سان وابستہ رهيو، ۽ سندس خاص وزير ۽ سپه سالار ٿيو. غلام مرتضيٰ شاه ڪرڙيءَ واري جنگ ۾ شهيد ٿيو ۽ کيس پنهنجي پيءُ جي قبي ۾، پيءُ جي قبر سان لڳولڳ اوپر طرف دفن ڪيو ويو. اسان سندس قبر تي وفات جي تاريخ ڪاريءَ مس سان هن طرح لکيل ڏٺي: "تربت مرحوم مغفور جنت جايگاه ميان غلام مرتضيٰ شاه عليه رحمة- تاريخ شهادتش 28 ماه شعبان المبارڪ 1249 روز چهار شنبه شهيد شد" اها 28 تاريخ غلط آهي ۽ صحيح 27 ماه شعبان اربع ڏينهن ٿي آهي. غلام مرتضيٰ شاه پويان ٻہ پٽ ڇڏيا، گولو شاه ثاني ۽ غلام شاه، جن جو اولاد اڃا تائين خيرپور ۾ موجود آهي.[1]

[1] هن پوئين وقت ۾ منجهائن ميان شاه مردان (پٽ نور شاه پٽ حسين شاه پٽ غلام شاه پٽ غلام مرتضيٰ شاه) سان اسان جي 1955ع ۾ ملاقات ٿي، جو نهايت مهمان نواز، خوش خلق ۽ هڪ همت پريو پهلوان مڙس هو، جنهن کي ڏسي قدري سندس وڏي ڏاڏي غلام مرتضيٰ شاه جو خيال دل تي تري ٿي آيو. ٿي سال کن ٿيا، جو ميان شاه مردان ڪنهن منصوبي سببان بي گناه قتل ٿي ويو.

[5] ڪرڙي = ’ڪرڙي‘ جي ميدان واري جنگ.
[7] دَنگ ٻُڌي = جنگ جي سختيءَ جو سُٽي.
[8] ڪونڌ = ڪونڌر - پهلوان. نونڌ = سسيءَ ڪان سواءِ ڏڙ - لوٽون. نونڌ نچندا پس = لوٽون لچنديون ڏس.
[9] ڪانئين = ڪيپائڻ واري ڳالهه - هيٺائيءَ واري پچار. مٿان تن = بدن تان - سر تان.
[10] عَلم طوق = سهڻا شاندار جهنڊا. لوٽون لچن = سسين لٽل ڏڙ ڦٽڪن.
[11] پوه = پهه - ارادو. ماڻ = ماپو (ان پرڻ جو) يعني همت ۽ حوصلو. راه پرڻ = اَن جي راه ڪي ماڻ (توئي وغيره) سان مئڻ. راه پريندو رڪ جي = تلوارين (رڪ) سان جنگ (راه) ڪي توريندو.
[12] آرڻ = جنگ. پيٺُو = ڪانئر = گيدي. سائُو = صبر وارا سورهيه.
[13] پڙ ۾ = ميدان ۾. پوڙيءَ رنگ = ’پوڙي رنگ‘، جو واڍا ڪٽن جي پاڳن ڪي ڏين- ڪهنبو رنگ: هت معنيٰ ڳاڙهو رنگ (رت سان پريل زخميل مٿا). مانجهين = سورهين. مولهيا = پٽڪا. ترنگ = گهوڙا (سهڻا ۽ طاقتور). راماٺا = سِراڙا- جُلهه وارا تکا حملا.
[14] مُڇائيا = وڍائيا.

## فصل - 2

[3] سپجي = پيدا ٿئي. حاصل ٿئي.
[4] لوپ = ڪٽيو- نفعو.
[6] اگهوري = وڏا پهلوان ۽ سورهيه. پسماند = ضعيف - هيٺو. پاسي ٿي پسماند = اي هيٺا ضعيف تون پڇي پري ٿيءُ. سرواهيون = ترارين.
[7] گولو شاه = مرتضيٰ شاهه جو پيءُ. ’هيءُ گل گولي شاه، پرڪا ڪارڻ پوڪيو‘. = يعني گولي شاه جي گهر سندس پٽ مرتضيٰ شاه جڻ پرڪا واسطي پيدا ٿيو هو.
[8] مُنير = روشن بخت وارو
[9] ڪيڪاڻ = گهوڙو
[10] رت پڪليا = رت سان پريل. دس = بندوقن ۽ توبن جا فَير
[12] آگرا = عضوا
[17] تو سيگا = تو جيڏا
[21] چٽ چٽائي مانگ = عورتن وانگر سينڌ ويهي سينگار.

## فصل - 3

[1] مادر زاد = مائن جا پٽ- يعني هيٺا ۽ ڊڄڻا. رانئيا = يعني جنگ قبولي شهيد ٿيا. (رت ۾ ڳاڙها ٿيا) سرفروشن = سر ويچن. شجاعي = شاه شجاع جا ماڻهو.
[2] مامري = مِعاملي. مٿان آئي مامري- الخ. = ڪا تڪليف مٿي تي اچي وئي ته مڙڻ واري وائي نه ڪندا. ڪونئر = شهزادا- نوجوان.
[4] ترنگ = گهوڙو (سهڻو ۽ طاقتور). پڙ = ميدان (جنگ جو). پاهورو = توبرو. پاهورو ڪرڻ = (توبري مان) داڻو کائڻ- قُوت ڪرڻ. رت جُهپيلون = رت سان پسيل ۽ پريل. سُرنگ = رنگدار (ڳاڙهي رت

سببان سنجن جو رنگا رنگي ٿيڻ). درنگ = دورنگا- دغاباز. هن بيت ۾ خليفي صاحب جنگجو پهلوان کي طاقتور گهوڙي سان تشبيهه ڏني آهي، جو جنگ جي ميدان ۾ جوش مان تير ڪرڻي پيو ڪائي ۽ رت سان پنهنجا سنج پيو رڱي.

[5] مُڙي ذات مريءَ جي- الخ = مَري بلوچ قبيلي جو سردار (جهان خان مري) انهيءَ جنگ جي ميدان واري ڳليءَ ۾ پلا ڪيئن پوئتي موٽي يا ڊڄي! چينه = سوري. ڪلنگيون جن ڪپار ۾ = جنگ جا اڳواڻ شهزادا.

[6] پائي تن پرک = انهن کي نظر ۾ رکي (متن حملو ڪري).

[8] پاکر = زرهه.

[9] تن توکل پاکرئو = اي سورهيه تنهنجو جسم توڪل جي زرهه سان ڍڪيل آهي.

[10] رڻ = جنگ جو ميدان. راوت = جنگجو پهلوان. رک = ترار. سيف = ترار. تيموري ترک = تيمور شاهي پناڻ.

## سر سسئي

**مقصد:** 1- پنهونءَ سان منهنجو ازل جو انگ لکيل هو. سهڻا سات ڏٺي آيا، جي منهنجو سڄڻ ساڻ وٺي ويا. منهنجي پنهونءَ جهڙو جڳ ۾ بيو ڪو پيدا ڪونه ٿيو، بلڪ "پيدا ٿيو پنهونءَ جي، منجهان جوت جهان." 2- منهنجا ڏير ڪيچان سنيري آيا، ۽ جيڪا من ۾ هين، سا پوري ڪري هليا. پر ڏيرن تي ڪهڙي ميار! آءٌ ويسري ستيس، تڏهن منهنجو ور ونئي ويا: "سورن ڪارڻ سيڻ، قاسم ڪيڙا سسئي". 3- مُنيءَ سان مهمان، هاجو ڪري هليا: اياڳيءَ جو اڄ، لالڻ لڏي هليو." هاٿي مون کي سو ڏيهه ڏورڻ آيو. جو اڳ اکين نه ڏٺو. آءٌ صبر ۽ شڪر ترڪ ڪري سندن پنيءَ وينديس، ۽ "جان هونديس پون هيٺ، جان قاسم پيڙي سڄڻين." 4- اي سسئي! ورجي مَ ويهه، پنڌ نه وسار. وک وڌاءِ ۽ "مري منڌ ميار، لوچي لاهه لکن ۾". سر تان سانگو ڪڻ ته جيئري ملين جت ڪي. 5- سسئي آڏيءَ جو پنيور ڇڏي، انن واري واٽ ونئي روه ڏانهن رواني ٿي. رات وهامي ڏينهن ٿيو، اُڀ تتو، ۽ پونءِ تامڻي هنئي، پر سسئي ورجي نه ويٺي. چئي: "مهند مَ مرڻ هوءِ، پوءِ مَ جيان پرينءَ ري." 6- سسئي واٽ وارن وٽن کان پئي پنهونءَ جو ڏس پڇي. ڦوڙائو ۽ فراق ورونهن تي آيس. جهنگ جا جانور پڻ سندس سورن سڄهائي ڇڏيا. لڪ لتاڙي، آخر 'سنگهر' جي جُوءِ ۾ وجي پونءِ پيڙي ٿي. 7- بيشڪ نينهن شينهن کان به اڳرو آهي، شينهن هڪ پيرو ماري، سڪ ساعت ۾ سؤ پيرا ماري. "سسئي سک مٽائيا، ڏکن تي ڏيئي." اي طالب حق جا! سسئيءَ وانگر ارادو محڪم ڪر. توکل پڌ ته منزل کي پهچين. سسئي سِڪ جو نالو آهي ۽ سڪ صفت جي سونهن آهي. ذات ۽ صفت بنهي جي حد ساڳي آهي.

**پس منظر:** هن سُرَ جو پس منظر سسئي- پنهونءَ جو مشهور داستان آهي. پهرين ڇهن فصلن ۾ خليفي صاحب هن داستان جا مکيه پهلو نفسياتي نگاه کان بيان ڪيا آهن، ۽ آخر ستين فصل ۾ حق جي طالب لاءِ حقيقت جي راه روشن ڪئي آهي.

### فصل -1

[1] پريون ساڪن = پرديس جو رهاڪو. سرئوم = پلئه پيوم. لوح = ازل جي پٽي - مقدر.

[2] ڪن = 'کُن فيکون' (خلقت جي ابتدا ڏانهن اشارو). طير = پکي.

[4] رتا مولهہ = سهڻا رنگين پٽڪا.

[5] انب ورن = انب جي لال رنگ وانگر سهڻا. سروان سوڏا = قد ۾ سروَ جي وڻ کان وڏيڪ سوڏا سنوان. سهسين سنبل موهيا- الخ = کيچين جي کارن وارن، سنبل جي گلن جي ڪارائڻ کي سهمائي ڇڏيو.

[7] پڳ جهيڻا - الخ = ڪاڇي اُنن جي سونهن جو بيان تہ: سندن پير ننڍڙا، ڳچي سهڻي، ڳول ۽ ڪن ڪُنڊا.

[8] مغيليون يا موغليون = رنگارنگي پرت سان ڪنگرن واريون جهالردار پٽيون. مينا رنگ مغيليون = انن جي جُهلن جي وصف تہ، اهي ميناڪاري رنگ تي پرت پريل ڪنگرن دار جهالر سان آهن. مقيس - مقيش = سون ۽ چاندي جي تندن سان اُٽيل ڪپڙو - زربفت. سونهريون = سوني منيي ۽ سونهري مياڻ سان تراريون. جنبيو ۽ جنبيا = ڪاتيءَ جهڙو هڪ اوزار، پنهي پاسن کان تکو ۽ وهندڙ، چوٽي وريل، ۽ مٺ تلوار جهڙي مگر بنا ڪَرڙيي (يعني منئي جي پوئينءَ ڪنگڻيءَ بنا).

[9] نعم الجمل = واهہ جي سهڻا اُٺ! راڪب = سوار.

[11] نعم = سهڻو. پيارو.

[12] وما ارسلناک الا رحمة للعالمين (آيت) = (محمد ﷺ کي) اسان اوهان ڏانهن جهانن جي رحمت ئي ڪري موڪليو.

**وائي-1:** ڳر وينڙي سور = واٽ ونيو پئي هل. پور = ڪاٺ جو نيو. جنهن سان چنين تي چٽ نقش ڪجن.

**وائي-2:** ائڙو = سيعڙو. ڳاج = ڳاچ- ڳيچ. سهاڳي = سهاڳ جا. خاصي پت = چڱيءَ طرح. رائئي = راضي ڪري.

## فصل - 2

[1] پوُ پوارئون = خوف وارو- هيبت وارو.

[2] ٻئي ورن = ٻئي رنگ وارا- دو رنگا.

[3] دوري دس = ڏوراهين ڏيهہ.

[4] ڪرهہ لڏيندي = ڪرهن پلاڻيندي - اُنن لڏيندي.

[5] جيتي = جيڪر - جي هوند. چائيان = چوائيان.

[6] اساري = ويسري.

[8] مولدان = [بلوچڪي. = بانهيون (جمع)] بانهي.

[9] چمان = [بل.] اکيون. جان = [بل.] حَلقو - ماڳ. روان = [بل.] وجان. هلڪ روان = انهيءَ ماڳ وجان- انهيءَ ساٿ سان وجان. گوانڪان = [بل. سڏڻ. گوانڪ = سڏ] سڏ. گُنڏا = [بل.] پويان. ورناهي وريام = نسخن جي پڙهٽي ائين آهي، پر غالباً اصل صحيح پڙهٽي 'ورنائي وريام'.

[10] نند = [بل.] ويهہ. ايذا = [بل.] هتي - هيڏانهن. بيا = [بل.] اچ. مَئي گرا = [بل.] اسان وٽ. نند ايذا بيا مئي گرا = هتي اچي اسان وٽ ويهہ.

[11] بہ پوت = بہ ڏر - بہ ياگا.

[12] بل = [بل.] ڇڏ. تؤ = تون. بل تؤ = تون ڇڏ. قمچي = [ترڪي.] چهوڪ - چابڪ. ڪوچ = پلڻ - پاڪڙو. لوچ = ڳولا.

[13] ٻالوپڻ ٻنڌان = ٻالاپڻ جو نينهن - ننڍي هوندي جو ناتو.

[14] ڦاڌا = [بل.] اٿ. اٿڻ. بل تؤ ڦاڌا ٻاتڙي = 1- اٿڻ يا وڃڻ جي تون وائي ڇڏ. 2- تون ٻي وائي ڇڏ ۽ اُٿي هل. دوشي = [بل.] گذريل رات. دوس = دوست. ڪيا = ڪيئن. ٻانگوا = [بل.] صبح جو سوير - پرهه ڦٽي.

[15] مَ ڪنون = [بل.] مَ ڪر- نه ڪر. رمر = هل - وڃ. مروشي = [بل. مروچي] اڄ. روش = [بل. روچ] ڏينهن. مَ ڪنون ٻانگوا ٻاتڙي - الخ. = سياڻي صبح جي وائي ڇڏ، اڄوڪي ڏينهن هل.

[16] برو ڦاڌا = [بل.] هل اٿ.

**وائي-1:** هٿ پڳڙين = پيرن تي هٿ. مَيَنِ = مين کي - اُنن کي. قلات = ڪلات = قلعو. ڪيچ قلات = ڪيچ جو قلعو.

**وائي-2:** سندي ڏونگر ڏور = جبل جو پنڌ ۽ ڳولا. اتور = سهٽا (سپرين). هور = ڊپ. سڪ اتور = گهٽي حب.

**وائي-3:** پيزار = جُتي. انهن جي = اوهان جي. ڪه = پنڌ جي منزل. ڪارڻي = ڪارڻ ڪندڙ- وسيلا.

**وائي-4:** اي تون پينر - الخ. = اي ادي تون ڳهلڙي ۽ اويسري ٿئين، تڏهن هينئر پرينءَ آڏو پلئه پائي پئي آزيون ڪرين. ٻنيان تو نه ٻري = مُنڊيان توکي اڻ تڻ نه ٿي.

## فصل - 3

[2] پهائيان = سمجهايان ۽ مڃايان.

[3] سنيوڙا = سنيريا. سرواڻ = ساٿ ڏٺي. پَٽُ پلاڻو = ساٿ سنياهيو. انهيءَ پوه پرياڻ = انهيءَ پهه ۽ سوڻ سان.

[8] هيڪاند = گڏ.

[9] ڪاڪل = وار. ٻگ ٻري ٻوتا = ٻَر جا ٻگا اٿ. ڪلاني = ڪيچ ڪلات جا رهاڪو. پيجو = گذاريو.

[11] ات = انت راز. ڪرم = نصيب. نوم = ننڊ.

[12] امارو = پڪو پهه ۽ پوري تياري (اشارو)

[14] ڪُنڊئو = جانچيو

[17] سافرن کي = سفر وارن کي. مهند = اڳتي

[18] هاٺو = ڌاڙيوال

[19] آيل = اي ماءُ. آنهن = اوهان کي

[20] ڪان تان = جان تان. پيڙي پون = مَري، زمين اندر مدفون ٿيندس.

**وائي-1:** درد ڏوٿيس ديهي = سور ڏيل ڏڪايس. ديهه = جسم

**وائي-2:** مارڳ = واٽ. ڏوري = ڳولائو

**وائي-3:** ڪري ڪيسريا = ڪيسر- رتا ڪپڙا پائي.

## فصل - 4

[2] لـُڏ مـَ = ڊڃ نـہ. سڏان = سڏ جي آواز کان.

[3] ورڃي = ٽڪي. وراند = موٽ. ماند = ماندگي. تڪليف. پهڻ = جبل.

[4] ساڏڻ = پوڇڻ. ورائي ورائي سارڻ يا پڙهڻ ('جهاڙُون ساڏبيون آهن'). سور ساڏي = سور سُاري- سور سهي ۽ پنڌ جو ڪشالو ڪري.

[5] سورن واڳيون = سورن پيڙيون.

[6] ڏک نہ ڏڏڙيون = ڏک کين مهميز نہ ڏني.

[7] تين = تڏهن. تنهن ڪري. ڏي مَ پر = پروسو نہ ڪر. پاڇياٽين پر = خادمن واري ريت.

[9] ڏوريان ڏور = پري کان پري

[10] مڇڻ = متان. ورهہ وِهائيين = نينهن خريد ڪرين. اتوري = اڻ توري- گهٽي. اُلٽ = اُتل.

[12] لس = گهٽا - بي انت. هبس = 1- سوڙهہ - گُهٽ - مونجهہ. 2- هنبس - واويلا.

[13] مـُنهان = مون کان. مقادي = مقاطعي تي - نيڪي تي.

[14] سول = (سور - سورج) سج. لٿي سول = سج لهڻ بعد

[15] اڏيو چڏي = اجهو چڏي - گهر چڏي.

[16] ڏِک = شاديءَ وقت ڪنوار جو سينگار. ڏک چڙهڻ. ڏک ويهڻ = ڪنوار تي سينگارجڻ. ڏِڪئُون چڙهندينءَ ڏِک = ڏکن کان پوءِ سهاڳ جا سک ماڻيندينءَ.

[17] اليوم = اڄ.

[18] ڪرهہ پلاٽيا = ڪرها پلاٽيا- اُٺ پلاٽيا. قد قبي = قبي جي قد جيڏا- وڏا قداور.

[19] جپ = جمعيت - ماٺ

[21] مـُلا = وٺان

[22] مرڻ سيئن = موت تائين

[23] ميڙائي جي = وصال جي. سمن = مقرر جاءِ تي هڪ ٻئي سان ملڻ جو وعدو. سنگهر = پـَـٻـُـوٽيءَ جي لـَـڪ کان پريان ۽ 'مـُنهار' جي ڏوري جي اوريان هڪ جُوءِ يا ايراضيءَ جو نالو، جتي سسئيءَ جي قبر آهي. سنگهر پـَـٽيين = 'سنگهر' واري ماڳ تي.

[24] ووءِ ووءِ = واويلا. وڙن = نِڪارن. ماند = نـِسـَت- ڪمزور.

**وائي-1:** پوت = ٻہ اڌ- اڌواڌ.

**وائي-2:** ڏيـئـي تـن تـُڪـڙا = ڏيـل ڪي ڏنپ ڏئـي- جـان ڪـي ڏک ۽ سـور ڏئـي. چارا سپ چڪڙا = سپ حيلا رد ٿيا.

**وائي-3:** وڃي پاهہ پرينءَ کي = سڄڻن کي وڃي منٿون ڪري مڃاءِ.

**وائي-4:** مـَيان ڏوهہ نہ ڪـوئـي = انـن جـو ڪـوبـہ قـصـور ڪونهي. ڏاگهان آڇ نہ ڏوئي = ڏاگهن کي پٽ پاراتو نہ ڏي.

## فصل - 5

[1] اُڏاٽي = قصد ڪري اُٿي. سگر = واٽ.

[2] مارڳ = واٽ. رومن = ذرا ساه کڻڻ ۾ ترسن: اولاٽي = اُنن تان بار لاهي.

[6] سانگ = آسانگو - لڳ لاڳاپو. ٻڌي ٻوٽ = يڪيءَ سَٽ - ٻنا ساهيءَ. ٻڙانگ = ٻيرانگ = وڏي وک. لانچيو = جانچيو. لڪن لانگ = لڪن جا لنگهه. گڙانگ = اُٺ. ماري = مارينڊڙ.

[7] ڏڪندو = بلا- مصيبت. ڪور = انڌا. هور = ڏک ڏاڪڙو. اڳي جي نہ ائين ٿيو = جي ازل جو انگ ائين لکيل نہ هجي ها.

[11] ڏيل گُدازو = جسم ڳارينڊڙ - سخت گرم.

[12] پرنيا = سپرد ڪيا - حوالي ڪيا.

[14] ڏڪاڪن = آڏو جهلون ڪن. نهارن = ٻگهڙن - مروئن (مِرُن).

[15] داڙو = مددگار - وسيلا.

## فصل - 6

[1] گِهرنديءَ مس = سونهاريءَ جي ريهہ سان - سهڻو جوان.

[5] ساٽس توڏ تهو = ساٽس اهڙو سات. سِهو = سنگت. سَنو.

[9] اوجل = اوجر. زيب. مونگهٽ = موڙ. ڍِڪ. حجاب.

[10] ڏائي = ڏائي پاسي کان ٻوليندڙ تتر (جو پهرئين پهر ٻولي تہ بد سوڻ آهي). جيٽا = اي سڄي پاسي کان ٻوليندڙ تتر (جو پوئين پهر ٻولي تہ چڱو سوڻ آهي). مرگهہ مالارو ٿئي = مرگهہ ۾ مالارو ٿئي (يعني هرڻ ۾ مالاري پکي جو ڪُسَوڻ ڏيرن کي ٿئي، جيئن اڳتي وڌي نہ سگهن). نديءَ پاٽي پور = آڏو نئن پريل هجي، جيئن اُڪري نہ سگهن. دائي ان دستور = 1- هي ٻانهي انهيءَ طرح. 2- ان طرح من ڪا ڏائي پوي. (آڏو رنڊڪ يا تڪليف پيدا ٿئي).

[14] ساوج = ٻيلاٽي شينهن.

[15] بورائو = سونهون. پنهونءَ پرني پاڻ = پنهونءَ کي پاڻ سونپي.

[16] راڳا = مرون. ٻيلاٽي شينهن. موم ڪيا مهميز - الخ = سورن جي سَٽ (مهميز) پوري طرح (سِجهائي) هيٽا ڪيا (موم ڪيا).

[17] ٻبر = ڪيهر شينهن. ڏيپلا = چيتا (شينهن).

[19] روڏ = جبل جا وڏا ڪارا ڪانءَ.

[21] پڳ جهيٽا = پير آهستي (ٽڪ وچان)- آهستي وکون. جنبور = جهنگلي ڪتا.

[22] فوقل سنگ = (فوق = مٿان. سنگ = پٿر) پٿرن مان. رِجل = پير. راف = نرم- هيٺا. قاف = جبل. ستي سنگهر پٽيين = 'سنگهر' جي جوءِ ۾ وڃي زمين داخل ٿي.

**وائي-1:** سونهريون = تراريون. بيٺ = چيلهہ وارو سندرو.

## فصل -7

[2] لَهُہ = ناتو

[3] سانديئي = پاليُـئي

[7] ڪور = انڌو

[12] لايموت فيها ولا يحييٰ (آيت) = نڪي تو اُن ۾ مري، نڪي جيئي.

[13] ڪڙمَ = (پير ڪڙڻ = پيرن ڪڻن وقت پيرن جي نشانن جي چوڏاري ليڪ ڪيڻ) ليڪ نہ.
ڪُپير = ڪپيري- ڪُوات.

[14] طالب المولىٰ مذڪر = موليٰ جو طالب مرد (باهمت) آهي.

[15] فليضحڪوا قليلا- الخ (آيت) = پوءِ مر تہ تورو کلن، ۽ مر تہ گهڻو رئن.

[16] چيهہ نہ چِـتو = انت نہ لڌو.

[17] آڙون = آهڙون (پير ڪڻڻ وقت، جنهن طرف پيرو وجي، ان طرف آڏو وجي پير جانچڻ) پيرَ آهوڙڻ.

[19] من عرف نفسه - الخ = جنهن پنهنجو پاڻ سڃاتو، تنهن بيشڪ پنهنجي رب کي سڃاتو. نـٿان = پاٽيءَ جي هيناهين وهندي. ڪڙج پيرڙا = پيرن جي نشانن کي چوڏاري ليڪا ڏج.

[21] رايت ربي بربي = مون پنهنجي رب کي ڏٺو پنهنجي رب جي وسيلي. سري صمٌ بڪمٌ = مون کي ٻوڙاڻ ۽ گونگائي پلئہ پيئي.

[22] قلزم ڪُـن ۾ = اونهي ساموندي ڪُـن ۾. ٻيو = ٻيائي.

**وائي-2:** حماتي = حمايتي - مددگار. ڪنيزڪ = ٻانهي.

# سر سورٺ

**مقصد:** 1- وڏي گـن وارو سـاز وڃـائيندڙ منگتـو اوچتـو اچـي جهونـا ڳڙهـہ ۾ سـهڙيو، ۽ پنهنجـي گـن گيـان سان اهڙو تہ سرندو وڃايائين، جو سندس تند جي تنـوار راءِ ڪنگهـار کـي موهـي وڌو ۽ چيـائين تـہ جـو سـر تـو گهريو، سوئي توتـان گهورينـدس. سـورٺ گهٽيـون آزيـون ڪيـون، مـگر منگتـي چيـو تـہ، متـي ڏاران ٻيـو ڪـي بہ ڪيـن قبولينـدس. 2- راجـا، منگتـي کـي ڪـوٺ تـي متـي سڏايو ۽ ڪيـس سـِـرُ ڪـاتي ڏنـائين: "ڪـاتي، ڪنڌ، ڪماچ، تيئـي پرتـا پـاڻ ۾."

**پس منظر:** هن سُرَ جو پس منظر راءِ ڪنگهار، منگتي ۽ سورٺ جو مشهور داستان آهي.

## فصل-1

[1] گن گويو = وڏي گن وارو ڳائيندڙ.

[4] پيرم راڳ = يعني پَـيروَ يا پيرون راڳ، جو جهـن راڳـن مـان هـڪ مکيـہ راڳ آهي. ٻباس يا پياس = پيرون ٺاٽ جي راڳڻي: پيرون جا بہ سُـر (نـڪاد ۽ مَـدم) ڪتبا تہ پياس راڳڻي نهندي، جا صبح جي راڳڻي آهي، ۽ 'صبح جي سوال' جي لحاظ سان موزون آهي. پيرم راڳ ٻباس = پيرون ٺاٽ جي ٻباس راڳڻي.

[9] تُـسين = تحفو.

[10] سرو سنگ سبحان = ڏٽيءَ (سبحان) لڳ سر گهوري ڏي.

## فصل - 2

[1] توشو = تحفو.
[2] پٽون = ذرو (ذرا ذرا).
[6] سندائين = ستائين. مچائين.
[8] ڪوٽي = ڪُنڊ - خاص جاءِ. طير = پکي
**وائي:** مرجان ڪَرڪجن = پل نہ رقيب سور سهن. سيئي ڪاڄ سجن = سڀ ڪم سهٽا ٿين.

# سر بيراڳ هندي

**مقصد:** هن سر جو مول مقصد هڪ ڏٽيءَ جي طلب ۽ سچي سڄڻ جي تلاش آهي.
**پس منظر:** هن سر ۾ ’رام ڀڳتيءَ‘ جي اوائلي موحدانہ تحريڪ جو عڪس نمايان آهي، جنهن موجب ’رام‘ جو تخيل، ’رام پٽ دسرت‘ نہ، بلڪ هڪ ڏٽي آهي.

[1] پان = پڻ. رام رمي هر چند = هر وقت ’رامُ‘ (ڏٽي) سمايل آهي. ڪلي آپ ڪلاري هووي = پاڻ ڪيڏي تو ۽ پاڻ ڪيڏاري آهي.
[2] دهائي = پڪار- سڏ. رام دهائي = ڏٽيءَ جي نالي جي تنوار- ڏٽيءَ جي وائي.
[5] پان، قول- الخ = پڻ توڙي گل پاٽيءَ جي پيدائش آهن، ۽ ڏاندي خود پاٽي آهي. پيدڪي = راز جي. قل لڪڙي ڪا باپ = ميوو (ٻج) ٿڙ جو پيءُ آهي.
[6] سپنا! = اي خواب! پيو = پرين. اب = هينئر.
[7] سو گندهي = قسم آهي. پي = پرين. تم پر وارون جي = توتان جند قربان ڪريان.
[8] من ڪي ڪولون گانٺ = من جي ڳنڍ ڪوليان- دل جو راز ظاهر ڪريان. سؤ من شڪر- الخ = سؤ مڻ ڪنڊ پيير جي مجتا طور يڪدم ورهائي ڏيندس.
**وائي-1:** جام جام = ڄام ڄام - سردار. تَج دي = ڦٽي ڪر. ڇڏي ڏي.
**وائي-2:** جوبنان = جوبن - جواني. رمت رمت = گهمڻ ڦرڻ. دنڙا = ڏينهن. رين گمائي سو = رات سمهي وڃائي.

# سر جوڳ

**مقصد:** محبت ۽ مجاز هن سر جو مکيہ مقصد آهي.
**پس منظر:** هن سر جو پس منظر هير- رانجهي جي محبت جو داستان آهي.

## فصل - 1

[1] جوڳ = جوڳ جي راڳڻي، جنهن جو مضمون محبت ۽ مجاز آهي. پيرين = پوڙهن ڪي.
[4] مِلينداا = ملائي تو.
[5] دردي = (محبت جي) درد وارو. محبت ٻاجهون = محبت کان سواءِ.
[6] لڳي لڙهہ تيڏي = تنهنجي دامن لڳي.

**وائي - 1:** پيڙان دا = سورن جو.
**وائي - 2:** تَيان = تي آهيان- سَڏِي آهيان.، دنِ رينون = رات ڏينهن.
**وائي - 3:** اين ٻيلي وسدا = هن ٻيلي ۾ رهي ٿو.
**وائي - 4:** موڇيان والي = جُتي - پادر.
**وائي - 7:** ڀاوي = پسند اچي - وڻي. منجهين دا = مينهن وارو.

## فصل - 2

[1] منهن مسڙيانرا = منهن تي ڏاڙهيءَ جي نئين ريهه وارو.
[2] کيڙا تروڙ پتل دا پيڙا = کيڙي کي، جو پتل جي ڪوڙي ڪنڍي آهي، ٽوڙي. ويرا = پاءَ.
[3] مراد ميڏي شه ماهي = منهنجي من جي مراد ماهي سردار آهي. ڪوءِ تلي ڀيا = ڪوهه جي تري ۾ پوي.
[5] سڀ سيالي = ذات جا سيئي سيال. لک واري نت وارون = لک ڀيرا سدائين قربان ڪريون.
[6] چتا ڪبيرئون = ڪبيري (وڏي) گناهه کان آزاد ٿيو.
[8] ڪٿ شهر ڀپل مَلڪاٽا = ڪٿي مَلڪن يعني ڪيڙن سردارن جو 'ڀِپل' شهر.

**وائي-1:** نِتي = واسطي. راهه پلينڊي = واٽ نهاري ٿو. چاڙهه پلا ڪجهه چتي = پلا ڪجهه چِت لاءِ. لوڪ پٺيي پٽ لِتي = لِتل پَٽ، ماڻهن اکيڙيا (ڍکيل عيب ماڻهن پڌرا ڪيا). مول نه پوون پتي = دل تي بلڪل اثر ئي ڪين ٿا ڪن.
**وائي-3:** جهيڙيان = جهيڙو ڪيائون. ڪول اساڏي = اسان وٽ. ڏُتيان دا ويڙا = ڏوتين جو پاڙو. منجهين وال = مينهن واري. سر اساڏي - الخ = رنون طعني وارو تار اسان جي سِر تي اچي ٿيون چُڪائين. بديان چايان = تهمتون مڙهيون.
**وائي-5:** لهه پئي هول = ڊپ ڊاءَ لهي پيا. گردول = ڪُن. ڍول = ڍهل.
**وائي-6:** برهه پڙهايم باني = نينهن مون کي وظيفو پڙهايو. ويکڻ سيتي = ڏسڻ سان.

# سر جهنگلو

**مقصد:** دوست جي دلاسي سان غم ويو ۽ خوشي آئي، دوست آيو ته مبارڪون مليون ۽ خوشيءَ جون محفلون مچي ويون. مردانگيءَ وارو فقير آهي اهو، جو پنهنجو پاڻ ترڪ ڪري ۽ دنيا جي پرواهه نه ڪري، نڪي سوال ڪري ۽ نڪي مال ميڙي، عشق کي پنهنجو رهنما بنائي ۽ مراد ميسر نه ٿيڻ ۾ ئي پنهنجي خوشي سمجهي ۽ جو توڪل جي تند وڄائي ۽ ڏٺي ريجهائي.

**پس منظر:** حقيقي دوست جي طلب، تن ۽ طمع کي ترڪ ۽ ڏٺيءَ تي توڪل وارا رندانه خيال هن سر جا مکيه سرچشما آهن.

[1] مُتا = موڪليو.
[2] پيڙ = درد.
[3] گهليا = موڪليو.
[4] درون پـه آيا = اندر گهڙيو آيو. مطرب = ساز وڄائيندڙ.

[5] رن دا = دنيا جو.

[6] عشق رکي هٿ عاصا = عشق جي عصا هٿ ۾ رکي.

[7] عالم خوش مرادين دي وچ = ماڻهو مرادن پڄڻ ۾ خوش. زاغ زغن اشيان زمين تي = ڪانون جو آکيرو زمين تي.

**وائي -1:** ڏتي ڪنهن پرمائي =ڪنهن ڏوتپٽي ڪندڙ ڪيس برغلايو. رک بينا ڪٽ رائي = ڪتي دل لائي وينو آهي. ڊولڻ ٻاجهون = دوست کان سواءِ.

**وائي -3:** بشهير = ڪارو زهري نانگ. اُڪاٽي = ختم ٿئي.

**وائي -5:** سمنان ڪون = رکيل وعدن کي.

# سر بروو سنڌي

**مقصد:** 1- سڄڻ سونهن جي هٽيارن سان مشتاقن کي ماري منزل تي پهچائي ٿو. اي سڄڻ! مون کي تنهنجي تات طلب آهي، آءُ تہ پرچون پاڻ ۾. سڄڻ پرتا ۽ عيد ٿي، ڏجهڻ ويا ۽ ڏک لٿو: "جانب جو جمال، ڏني ڏک لهي ويا." 2- اي ڪتا! تون ڪرهہ ڪري پونڪ نہ. جو آءُ سڄڻ جي وصال لاءِ آسائتي آهيان. تون اونايون ڪري بين ڪي نہ اُٿار ۽ مون کي رتيءَ جي رهاڻ کان نہ رنداءِ. ڪتو گس جهليو وينو آهي ۽ ساڻس ٻي ڪُتي پڻ جوڙيوال آهي، پر پرين ٻاجهہ پٽي ٻنهي کي پَليو، ڪتن جو ٻلا ڪهڙو ڏوهہ، جو ڏٽين پاڻ ڏاريا آهن. بالاخر سڄڻ صلح واريو ۽ ڪتن جي ڪاڻ لٿي. 3- سڄڻن جي سونهن سج چنڊ سلامي ڪيا: چنڊ ۾ تہ ڪاراڻ آهي، پر پرينءَ جو پرتوو سج کان بہ سرس آهي: "جڳ ۾ جوت جهون، پسان ڪونہ پرينءَ جي." حقيقي محبوب يعني ڏٽيءَ کي جو سڏي ٿو تہ هو سڏ سٽي ٿو، پر "سُٽي جي نہ سُٽي، تہ پڻ ساعت سڏ نہ لاهيان." اي ڪانگل! سڄڻن کي وڃي سنيهو پهچاءِ، ۽ "جي سڄڻ وئڙا سانگ، اڄ اڏائي آڻ تون."

**پس منظر:** هن سر جو پس منظر محبت ۽ مجاز آهي.

## فصل -1

[1] ٻڙودائي بان = ٻڙودي شهر جو نهيل تير. رونسيو رڳي هٽڙا = زخمن سان سلهيو سٽيو. رت مان پنهنجا هٿ لال ڪري (رونسڻ = [سنڌي ٻوليءَ جو ڪڇي محاورو] ڪيرائڻ- پڇاڙڻ - گهٽو مارڻ ۽ رت ۾ ٻاڙهو ڪرڻ).

[2] واڍوڙيا = زخمي ٿيا.

[3] ونجهل = جهوري. چتر ساڻ = 1- چيٺ سان- حيلي سان. 2- قرب ۽ محبت سان. نجيب = اي عالي نسب!

[6] لکمڻ ساڙي سِيت = لڇمڻ سيتا کي ساڙيو.

[8] تاب توڏ = دڙکو ۽ آکڙ.

[10] گهڙي سات = گهڙي ساعت.

[12] لٿي مون تان لک = مون تان سختي ۽ تکليف لٿي. ڏجهڻ پاسي ڏک - الخ = ڏکن اچي رقيب وٽ ديرو دمايو.

[13] وڍيوسون وسواس = شڪ گمان پليوسون.

[14] ڏيهي = هم وطن دوست.

[16] ڇڏي ڪر ڪپت = رقيب جهيڙو ڇڏيو.

[17] تغير ڪيا = بدلايا- دفع ڪيا.

**وائـي -1:** سانگ ويا = سانگ تي ويا- اصل جاءِ رهائش ڇڏي ڪنهن سانگي سان ٻيءَ جاءِ ويا. وهلڙي = سگهي. وراڻ = موٽ.

**وائي - 2:** پِري = خوش تي - راضي تي.

## فصل - 2

[1] پڇر جون باهون = ڪُتي جون ٻَهڪون. ڪڏي تو ڪرڙن ۾- الخ. ڪتو چاري تي، محبوبن جي گهر جي چوڪيداري ڪڙن ۾ پيو ڦري. ڪَرڙج = ڪاوڙ مان ڀونڪون نہ ڪج.

[2] راڳا! = اي راڳي (ڳاڙهيرڙي) رنگ جا ڪتا! ڪر مَ باه = ٻهڪ نہ ڪر. لوڪ لڪ پئي = ماڻهن ڪي خبر پوي.

[4] پان ورني = پان جي رنگ جهڙي ڳاڙهي.

[5] پسي پچ لڏائيين = مون ڪي ڏسي سجاڻي، خوشيءَ مان پڇ لوڏين. ڪري پئين پاڏ ۾ = ڪنهن وڏيءَ ڪڏ ۾ ڪري پئين (جتان نڪري نہ سگهين).

[6] ڏجهڻ پئي م ڏاءَ = دشمن ڪي خبر نہ پئي. رمان رات رهاڻ ۾ = سڄڻ سان ڪچهريءَ ۾ رات پوري ڪريان.

[7] پرنون = پارتون.

[8] ڏوتي = ڏتاري.

[9] روازي = بي لڇڻو - لوسي. مجازي = محبت وارو سڄڻ.

[10] رُوڙ = ڪاه (رُومڙ). سوڙ ڪڍي = سوڙهہ ڪري. جُلهہ ڪري. ڪارايل = ڪارو ڪتو.

[11] ٻَهڙو جهليو ٻنپ = ٻهڙي رنگ جو (ڪمرو) ڪتو گهر جو در جهليو وينو آهي. لنب = بي لحاظ - ڪميڻو.

[12] پونچي = ڪُتيءَ جو نالو.

[14] ڪجڻ ٻڌو ڪاه = جهيڙاڪار اڃي جهيڙو ٻڌو. ڪنهن ڏجهڻ وڌو ڏاهہ = ڪنهن دشمن (رقيب) منهنجي اچڻ جي خبر سڻائي. وڳي ويچارن تي = مسڪينن تي تو ٻَهي ۾ ڪَنڪيون ڪري.

[15] راڳي ملا - الخ = رات جو هن راڳي ڪتي ڪان ڪنهن حيلي بہ لِڪي نتو سگهي.

[16] ڳوٽ ڳري = ڳوٽ جي گهٽي.

[17] سو لهہ لڏائون = محبوبن اهڙو بلو ڪيو. خوف خزان ٿيو = ڊپ دفعي ٿيو. ڪڙنو = لوهو گول ڇلو.

[20] پڇر خچر خارجي = ڪرڙو ڏاريو ڪتو (شيطان ڏانهن اشارو). واڻي در وحي = جبرئيل در جهلي بينو. سهو = سونهون - مددگار.

[21] سينڌو = واقف، دوست.

[24] گير نہ ڪن = گِرن نہ. توڏ = آڪڙ. سگن سين = ڪتن سان.

## فصل - 3

[2] سونهن ملار = سارنگ جي بادلن جي رنگارنگي سونهن وارو.

[3] موهن روپ مهاءِ - الخ = سهڻي سجڻ جي وات جي پڪ کان ماکيءَ کي ميناج مليو.

[4] پونم = چوڏهينءَ جو چنڊ. ميٺي ويچ وِري = طبيب (سجڻ) ڦٽ جي وِرَ کي ختم ڪيو.

[5] پونم پاچويون = چوڏهينءَ جي چنڊ ۾ تہ چانيون (ڪاراڻ) آهن (پاڇا وان آهن). جوت جهون = سندن سونهن جي لالائيءَ جهڙو.

[7] ڏٽيءَ ڏٺا جي = جيڪي ڏٽيءَ جا چونڊيل ٻانها آهن، جن تي ڏٽيءَ جي مهر آهي.

[11] سر ٻڙانگ = ٻيسانگ تي - ٻن انگهن واري ٽوٽيءَ تي.

**وائي - 1:** بيراڳڻ = ويراڳ واري - درد فراق واري.

**وائي - 2:** دکي جا من ڏون = جا (درد جي) دونهين دل ۾ دکيل آهي.

# سر راڻو

**مقصد:** 1- مومل جي حسن جي هاڪ سڻي ڪئين مشتاق آيا، پر ڪي انهيءَ ماڳ مئا، ڪي گوندر گاڏوان موٽيا. هڪ سامي، جو سور پرائي موٽيو هو، تنهن راڻي مينڌري ۾ سندس ساٿين سان حال اوريو تہ "گجر سپ گنوائيا، لوڏي لک هزار". 2- مومل هڪ پري ذات پدمڻي آهي، پر سندس ملڻ مهانگو آهي: "راڻا پانءَ مَ راند، هيءَ سگَ سورن گاڏئون". پر راڻو ۽ سندس ساٿي ڪهي اچي ڪاڪ تي پهتا، ۽ سوڍي سڀ طلسماتي تال معلوم ڪري وجي مومل ماڻي: "مومل ۽ مشتاق، هر دوئي هيڪ ٿيا". 2- سوڍي کي ڪو جو شڪ پيو، جو ڪاڪ تان آسرو پلي ويو: راڻو رُسي چڻ مومل کي ماري ويو. مومل پڻ راڻي جي سڪ ۾ فنا ڪائي خود مينڌرو بنجي وئي.

**پس منظر:** هن سر جو پس منظر مومل ۽ راڻي جو مشهور داستان آهي، جنهن جا ٿاڻا خليفي صاحب هن طرح ڏنا آهن تہ: مومل 'نادول' شهر جي گجر شهزادي هئي، جتان پنهنجون پيڻون ساڻ ڪري اچي ڪاڪ ڪنڌيءَ تي هڪ طلسماتي محل تيار ڪرايائين. سامي، جنهن راڻي ۽ سندس ساٿين کي مومل جي خبر سڻائي، سو گرنار (جهونا ڳڙهہ) جو هڪ جهان ديده جوڳي هو، جو مومل جي هاڪ هالار (ڄام نگر رياست واري ايراضي) مان سڻي، ڪهي اچي ڪاڪ تي پهتو، پر اُتي سندس هنر حيلو ڪونہ هليو ۽ هي گودڙيو گوندر پِرائي پوئتي موٽيو. راڻو (جنهن جو نالو 'مينڌرو' هو) سوڍو (ذات جو) ٿر جي ڍٽ واري ايراضيءَ جو سردار هو ۽ مڙني سوڍن (ساڏورن، ماڏن، موڏورن وغيره) جي مٿس پڳ هئي.

## فصل - 1

[1] وڄ ورنيون = سونهن ۾ ڪنوڻ جي تجلن جهڙيون. نگيون نادولا = 'نادول' شهر مان روانيون ٿيون.، سر چيرا = مٿن تي پٽ جا 'چيرا' (روا)، ڳل پيپنيون = ڳچيءَ ۾ پيپني رنگ جا رومال.

[3] زنده طعامون - الخ = مومل ۽ سندس سٺ کي بازن وانگر، گهوٽن شهزادن جو ماه تازي طعامي (قوت) طور گهرجي.

[4] سَوَ سينهاڻين اڳرو = (هيبت ۾) هڪ سؤ شينهن کان بہ وڌيڪ آهي. تني چاڙهي چيڻ = تن کي سُوريءَ تي لٽڪائي.

[5] کهڪ - دوال = ڪاڪ جي محلات جي ديوار.

[7] ڪُوار = گـلا.

[10] سوس = خيال. آسرو. لوڏي = شڪار ڪندڙ.

[13] خدنگ = تير.

[15] ساوج گير = شينهن جهليندڙ.

[19] ناني = ’ناني‘ جبل ۾ جوڳين جو تڪيو ’هنگلاج‘.

[22] اونچي روه = اُچي جبل (گرنار) تي.

[23] ٻـرڙي منجهه ٻهڪ = بينڪ يا ديرو ’ٻـرڙي‘ جبل ۾ آهي.

## فصل - 2

[1] ڪوڪبان = سينڌ. حمال = تائٹ.

[2] مير مواس = مهمير - همت ڀريا شهزادا.

[3] جاءِ - نماءَ = قطب نما مثل. ماڳ ڏيکاريندڙ اوزار.

[13] دئي درڪ = روشني ۽ ڀرڪ.

[14] ڪعبي پوش = (ڪارو) غلاف.

[15] فڪان قاب قوسين او ادنيٰ (آيت) = معراج وقت، نبي ﷺ جي ذات حق سان ويجهڙائيءَ ڏانهن اشارو تہ: ’ٻن ڪمانن جي وٿيءَ جيترو، بلڪ اجا بہ ويجهو هو.‘

[17] ملام = ملامت - گـلا.

[18] ساڏور، ماڏا ۽ موڏور = ٽيئي سوڍن جا پاڙا. موکي = عزت ڏئي چوندي.

[19] ڪُنار = وڏيون ديڳون. چڙهيا ڪالهہ ڪُـنار = مومل ۽ راڻي جي ملڻ جي خوشيءَ ۾ ڪاڄ ٿيا ۽ ديڳيون چڙهيون. سليدار = (اسلح + دار = هٿيارن وارو) سپہ سالار. بهادر مڙس. ويراڳيـن جا وارثا، جي اڳ مومل ماريا هئا، تن جا وير ورتائين.

**وائي:** ڳـاج = ڳيچ. ڳائـون ڏيئي = ڳاوڻ ڳـائي. (ڳاهوي، ڳـائي) مون گهر لايو = منهنجي گهر ونـي اچو. سائڙو = سعيڙو.

## فصل - 3

[2] ڪڄ = ڪڊ. پائي ڇاڻ ۾ ڇڄ = مدي ميري پڏري نہ ڪر (ڇڄ ۾ ان ڪـِلڪائي متي ڪچرو جدا ڪرڻ ڏانهن اشارو)

[5] لٿو سهو سجود = سهو جو سجدو معاف ٿيو- پـُل چـُڪ جو حساب ئي ختم ٿي ويو.

[7] نينهن نهو = محبت جو بنياد.

# سر ڪاهوڙي

**مقصد:** ڏوٿين جو ڏنڌو ئي آهي ڪشالا ڪري ڏٽ ڏورڻ. اهي اڻ ورچ ڪاهوڙي بـُک، لـُک ۽ اُڄ کان بيپرواهہ آهن ۽ جهر جهنگ جهاڳي اهڙين ويڙهين ۾ وڃي ٿا وڻ چوندين، جتي جيتن ۽ جانورن جو جيئڻ بہ مشڪل آهي.

مقصد تہ حق جا طالب سڀ آسانگا ڀَلي، پنهنجي جان کي جفا ڏئي حق جي ڳولا ۾ مشغول آهن.

**پس منظر:** آڳاٽي دور ۾ جڏهن ملڪ ۾ آبادي گهٽ هئي ۽ اناج جي ڪمي هئي، تڏهن غريبن جو گذر ڏٽ (گاهن جي ٻج، پڪن، پيرن وغيره جهنگلي ميون) تي هو. هو ڪَها (يا ڪاها = ننڍيون ڪوڏريون) ڪٽي صبح جو ڏٽ ميڙڻ خاطر نڪرندا هئا ۽ جهر جهنگ ووڙي ٻچن جو قوت آڻيندا هئا. اهڙا اڻ ورچ، 'ڪاهوڙي' (ڪهن يا ڪاهن وارا) سڏجڻ لڳا، جن کي اُڃ، بک ۽ لک جي پرواهہ ئي ڪانہ هئي ۽ ڏٽ ڏورڻ سندن روزمره جو ڌنڌو هو. سالڪن ۽ شاعرن حق جي طالبن کي ڪاهوڙين سان تشبيهہ ڏئي، سنڌي شاعريءَ لاءِ هي نئون مضمون نروار ڪيو.

[2] ڏڏوڙيا = ستايا. ڏوم ڌهوڙيا = گهٽو هلاڪ ڪيا. سنبر = اوزار (ڏٽ ميڙڻ جا). سُپ = ڇڄ.

[3] ڏوريندڙا ڏور ٿيا = ڏٽ جي تلاش ۾ پري هليا ويا.

[4] ڪونڌر = ساندرا (پاڻيءَ جا). ڪور = وهندڙ ڪڙيو يا ڪسي.

[5] ڪرڪڻ = ڪکن يا چمڙ جا سادا سکل جوتا. پڇيو = ڪٽيو. ڪوڙَ = گهٽيون. (ڪروڙ)

[6] ٻٽ = گاهہ جا تلها ٻُوڙا. (گاهہ جي پاڙن وارو مٿو. جنهن جا پن، تاندورا ۽ ڏاريون مال چري ويندو آهي).

[7] سميٽيو = گڏ ڪيو. الڪ = ڏٽي. اماڻ = امانت.

[8] ماءَ = پاڻي. سونو = چِتايو. ڏٽ ڪريندا = ڏٽ گڏ ڪندا، ميڙيندا.

[11] توڻ لڏائون تن مان = پنهنجو قوت پنهنجي جسم مان هٽ ڪيائون.

[12] سپ نہ سڀجي = نانگ بلا بہ پيدا نہ ٿئي- جي نہ سگهي. ويڙ = وٽن ۽ ٻُوڙن واري ايراضي.

[13] راڳا = ٻيلاٽي شينهن. ڏاهہ نہ سڃي ڏيپلين = ڇيتن جي وائي ڪانہ ٻُڌجي.

[15] ڇپر ڇڳا ڇاٽيا = جبلن ۽ پهاڙن مان جهنگلي ميون ۽ ڦلن جا ڇڳا ڇاٽيا.

[16] الا ان اولياءَ الله- الخ = بيشڪ الله جي دوستن تي نڪي ڪو خوف آهي ۽ نڪي ڪو ڏک ڏسندا.

**وائي:** تنگون ڪيڙم تي = انهيءَ ڪري آهون پڪارون ڪيم. ڪونڌر جن سان = پاڻيءَ جا ساندارا جن سان ساڻ آهن.

# سر رامڪلي

**مقصد:** 1- 'رامڪلي' جي سامين بنا هرگز نہ سري، ۽ هوءَ جوڳياڻي ٿي ساڻن گڏجي وڃي گرو گور کنات کي ملي. 2- اهي جوڳي حق جا طالب آهن، هنن دنيا جا سڀ آسانگا ترڪ ڪري پنهنجي حقيقي محبوب کي ڳولي لڌو.

**پس منظر:** 'هَٺ يوگين' جي تحريڪ 13 يا 14 صدي عيسويءَ ۾ اسلام جي توحيد واري نظريي جي زير اثر هندوستان ۾ شروع ٿي. چون ٿا تہ گرو مڇندرنات ان جو باني مباني هو، پر سندس چيلي گرو گورکنات جي رهنمائيءَ هيٺ هن تحريڪ زور ورتو. 'هٺ جوڳي' پنٿ جي فقيرن جو ويساهہ هڪ خلقڻهار ۾ هو، ۽ سندن عملي زندگي مجردانہ ۽ سير سفر واري هئي. سنڌ طرف بہ هي جوڳي فقير آيا ۽ هنگلاج (لس ٻيلي ۾، هڱور نديءَ لڳ 'ناني' جي جبل ۾) کي پنهنجو تڪيو بنايائون. گرو ۽ چيلي جا آداب ۽ 'جوڳ' يعني جان کي جفا وارو تخيل هنن سيلاني فقيرن ذريعي سنڌ وارن کي معلوم ٿيا، ۽ سنڌ جي بلند خيال شاعرن، 'سچن طالبن جي حقيقي مطلوب (هڪ ڏٽي) لاءِ تلاش' واري مضمون کي جوڳي پنٿ جي سچن فقيرن جي عملي ڪاوشن ۽ عادتن اطوارن

ذريعي ورجايو. ميين شاهه عنات جي ڪلام ۽ شاهه عبداللطيف جي رسالي وانگر، خليفي صاحب جي هن ’سر رامڪلي‘ ۾ ’جوڳي پنٿ‘ توڙي ’رام پڳتي‘ وارين ٻنهي تحريڪن جو پسمنظر سمايل آهي. فصل پهرين ۾ ’رامڪلي‘ نالي عورت جي سچي گروءَ لاءِ تلاش جو مضمون سٽيل آهي. اهو مضمون صرف خليفي صاحب ئي آندو آهي، جنهن جو بنياد ڪنهن عوامي روايت تي آهي، جا شايد خليفي صاحب گجرات ۽ ڪاٺياواڙ طرف ٻڌي. ٻئي فصل ۾ سچن جوڳين فقيرن جي حقيقي گرو (هڪ ڏڻي) لاءِ تلاش، توڙي سچن سامين ۽ سناسين جي حقيقي ’رام‘ (هڪ ڏڻي) لاءِ ڳولا وارا ٻئي مضمون گڏوگڏ ورجايل آهن.

## فصل - 1

[1] رام ڪلي = حقيقي يا فرضي عورت جو نالو. چو = چوي.

## فصل - 2

[1] فاينما تولوا- الخ = جيڏانهن منهن ڪندؤ تہ ڏڻي کي سامهون ڏسندؤ. جاتون ڪن = زيارتون ڪن. نچن اقرب اليه - الخ = (ڏڻي تعاليٰ جو قول تہ) بنديءَ کي اسين سندس ساهه ڪٽڻ واري رڳ کان بہ ويجها آهيون. ناني گڏي نجهري = ٻيبي ناني (هنگلاج جي سانئڻ) گهر ويني ملي.

[3] تڪبر تارڪي = هٺ کي ترڪ ڪندڙ.

[4] ذالک فضل الله - الخ = اهو الله جو فضل آهي، جنهن کي گهري، تنهن کي عطا ڪري. من لہ المولیٰ - الخ = جنهن جو الله آهي، تنهن جو سڀ ڪي آهي. سرئون = حاصل ٿيون.

[5] جهليندي جڳ = ساري لوڪ پٺي ڪين جهليو (تہ نہ وڃو). نڱئا = روانا ٿيا. منجهان ناٹ نرڳ - الخ = انهن ڪاپڙين کي ڏٺيءَ (ناٿ) دوزخ مان ڪڍيو.

[6] هئڻ جي حد = پاڻ پڃاڻڻ يا هستيءَ وارو ڏنگ. اوڏهين = ڏٺيءَ ڏي. من عرف نفسہ - الخ = جنهن پنهنجو پاڻ کي سڃاتو، تنهن تحقيق پنهنجي رب کي سڃاتو. من طلب شيئاً - الخ = جنهن ڪا شيءِ چاهي ۽ پوءِ ان لاءِ ڪوشش ڪيائين تہ اها ڪيس ملي.

[7] مَليندي = مڪيندي - ٻت کي لائيندي. روز ميثاق = وعدي وارو ڏينهن، جڏهن روحن رب کي مڃيو- ازل ڪان.

[9] ذڪر خفي = اندر جي هڪ مخفي ذڪر جو نالو. جهر جاڳايو = (خفي، يا جلي ذڪر) وڏي آواز سان ڪيو. 2- (خفي ذڪر کان سواءِ) آواز وارو ظاهر جلي ذڪر پڻ جاري ڪيو. چڏي اب اخي = پيءُ ۽ ڀاءُ چڏي- سڀ سڱ سياڪا سٽي.

[10] موءَ = وار.

[11] العشق نار الله= عشق الله جي آگ آهي. موتوا قبل ان تموتوا = مرڻ کان اڳي مرو.

[12] ترڪ تڪيا تن تارڪين = تن تارڪن تڪيا ۽ آسڻ ترڪ ڪيا. سياگر سڪاج = سوڏا سالم پوڃاري.

[13] الانسان سري - الخ = (ڏٺيءَ جو قول تہ) انسان منهنجو راز آهي ۽ آءٌ سندس راز آهيان.

[14] والله مع الصابرين = الله صبر ڪندڙن ساڻ آهي. مونا = گوڏا. نائين = نمائين.

[15] فاقة الفقر - الخ = فقر جي بک فقيرن جو معراج آهي.

[16] الا ان اولياءَ الله لا يموتون = تحقيق الله جا دوست ڪين تا مرن (هميشہ حيات آهن). خضر خوءِ سندن = سندن طور طريقو سدا حيات خضر وارو آهي.

[17] فتحنا الجهاد- الخ = اسان ننڍي جنگ فتح ڪئي ۽ وڏي جنگ ڏانهن ورياسون.

[18] لَمر يلد ولمر يُولد (آيت) = نہ ڪنهن کي ڄڻيائين، نہ ڪنهن جو ڄڻيو آهي. (يعني ڏٺيءَ جي ذات والدين خواه اولاد کان پاڪ آهي). ماڪان محمد ابا احد (آيت) = محمد (ﷺ) ڪنهن جو پيءُ ڪونہ هو.

[19] سيني سنيون - الخ = ڏٺي تعاليٰ انهن بندن کي هر ڪم ۾ سنئون رستو ڏيکاريو.

[20] وما ارسلناڪ الا رحمة للعالمين (آيت) = اي نبي! اسان توکي محض جهانن جي رحمت ڪري موڪليو.

[21] اعملوا ما شئتم - الخ = جيڪي وڻيوَ سو ڪريو، بيشڪ اوهان کي سڀ معاف آهي. حسنات الابرار- الخ = ڀلن جون نيڪيون، قرب وارن ويجهن جي عمل جي پيٽ ۾ مديون آهن. مول = اصل - اصليت. وترو = وڏيڪ، سولو.

[22] انا من نور الله - الخ = معنيٰ لاءِ ڏسو مٿي سر سسئي فصل پيو بيت [2]. ارگ اتل = اڻ مئي خوشبوءِ.

[23] لانگوٽئان ڏار = لانگوٽيءَ کان سواءِ. ان اوليائي - الخ = بيشڪ منهنجا دوست منهنجي دامن هيٺ آهن، ۽ ڪين مون کان سواءِ ٻيا نٿا سڃاڻن.

[26] منجهہ = اندر ۾.

[28] لڪياري پير = جناب حضرت محمد راشد (رحہ) عرف ’روضي ڏٺيءَ‘ ڏانهن اشارو.

[30] الفقير لا يحتاج الا الي الله= (سچو) فقير الله پاڪ جو ئي محتاج آهي.

**وائي:** سگڙين سامين = سامين جي سگڙين.

## سر رپ

**مقصد:** سڄڻ جي سڪ ۽ فراق وارو وقت سڄو سورن گاڏئون آهي. سڄڻ ملي تہ صحت سَري ۽ سور لهن.

**پس منظر:** هن سر جو پس منظر درد ۽ فراق، سڪ ۽ وصال وارو سچي محبت جو سمان آهي.

[1] سوا سير = گهٽا - ڳورا. گهٽ ۾ = اندر ۾ - دل ۾. سڄيندو = ڏيندو.

[3] وماس = ڳڻتي - فڪر.

[4] ڪنير نهائينءَ جان = ڪنير جي نهائينءَ يا آويءَ وانگر.

**وائي:** سانگ = وڇوڙو. (واسطو، ڪم)

## سر ليلان چنيسر

**مقصد:** ليلان ونئي گهڻو ستائڻ لڳي، ۽ ياڻيائين تہ سندس سيئي خطائون چنيسر کي معلوم نہ آهن. جڏهن چنيسر ڪيس سندس ڪيل ڏوهہ پڌرا ڪري ٻڌايا، تڏهن ماٺ ڪري ڏهاڳ قبوليائين.

**پس منظر:** هن سر جو پس منظر ليلان ۽ چنيسر جو مشهور داستان آهي، جنهن جو اهم نُڪتو اهو آهي تہ چنيسر ليلان کان انهيءَ ڪري رُنو، جو ڪيس ليلان جون مڙيئي مسلسل خطائون معلوم ٿي چڪيون هيون.

[1] ڪين = ڪي ڪجهہ. ٻجهان = آءٌ سمجهان ٿو - ياڻيان ٿو. ڪن پيوس = ليلان جي ڪن پيو. ليلان کي معلوم ٿيو.

**وائي:** رب ارني = اي رب! مون کي پنهنجو پاڻ ڏيکار. لن تراني = (رب کان آواز آيو تہ) مون کي تون هرگز ڏسي نہ سگهندين. ڏاري = خطاوار- گنهگار. پاڻان پاسي = پاڻ کان پاسي ڪري. تاري = اَڇهو - آسرو.

# سر بلاول

**مقصد:** جو سخي ڏاتار آهي، تنهن کي بُخل آهي ئي ڪونه: "انئي پهر عام تي، وسي مينهن مثال". اي مڱڻا! ـ تون ٻئي در مَ وڃ ۽ انهيءَ هڪ ڏاتار کان جيڪي گهرين سو گُهر.

**پس منظر:** سنڌ جي سخي مردن ۽ ڏاتارن جا منگتن ۽ محتاجن کي دل کولي ڏان ڏيڻ ۽ خصوصاً لس ٻيلي جي والي ڄام سپڙ رونجهي جي سخاوت اڪثر رسالن ۾ 'سر بلاول' جو خصوصي پس منظر آهي، جنهن سان گڏ هيءَ حقيقي نُڪتو نروار ڪيل آهي تہ ڏيهن جو ڏاتار، خلقڻهار ۽ پالڻهار هڪ ڌڻي تعاليٰ آهي، ۽ ٻندي کي جڳائي تہ انهيءَ سائين در سوال ڪري تہ ڪيس مالا مال ڪري ڇڏي. هن سر ۾ خليفي صاحب پنهنجي مرشد حضرت پير صاحب پاڳاري جي ظاهري سخا توڙي روحاني فيض ڏانهن اشارو ڪيو آهي.

[1] منگ = گُهر. لِڪَ ۾ = گهڙيءَ ۾.

[2] ڏند پيڙڻو = شوم- بخيل.

[4] پاڳارو پير = حضرت پير صاحب پاڳارو.

[5] ڏوليءَ چاڙهيا = گهڻو سکيا سهنجا ڪيا.

[6] حاتم = يعني (تلميح طور) پير صاحب پاڳارو. پَتَ = پيالا - خيرات ونڊ لاءِ تانوَ.

# سُر ڏهر

**مقصد:** 1- لاکو ۽ سندس ساٿي جاڙيجا جوان پانچاواڙي گهوڙن تي سوار تي، ريٻارين جا وڳ پيا هڻن: ڪنهن کي مجال ڪانہ هئي، جو ساڻن سامهون تي مقابلو ڪري. جڏهن لاکي لوڙون هڻڻ ڇڏيون، تڏهن ريٻارين کي امن واري زندگي نصيب ٿي. 2- بهادر همت سان مال ملڪيتون هٿ ڪن، ۽ واٽيا هٿن تي ويهي خلق ٺرين. بهادرن حملو ڪري هٿ واٽين (ڪيمن ۽ ڪمن) جو مال ڦري سندن وياج خوريءَ جي خوشيءَ کي ختم ڪري ڇڏيو. 3- ويچاري ڪونج شال ماريءَ جي منهن نہ پئي، ڪيس ڪان مَ لڳي، ۽ پنهنجي ولر مان نہ ڇڄي. مارين اڇي پنهنجا ڊِپ اڏيا ۽ ڪونج ڪڇ ۾ ٻچا ڇڏي روه ڏي رواني ٿي. شال سلامت وڃي پنهنجي وڳر ساڻ ملي. 4- ڪيهر شينهن هاٿي ماري: گدڙ اُن سان ڪهڙو مقابلو ڪندو! 5- مال وارا سنگهار نہ معلوم ڪهڙي طرف سانگ خاطر مال ڪاهي روانا ٿيا، جو اڄ انهن پيٽين تي سندن پڪا نظر ئي نٿا اچن! مينهون، ڪچي ۾ درياءَ جي ڪنڌين تي سونهن. پر اي ميهار! ڪچي ۾ ڪين ڇيهو گاهہ نہ چار، جو متان مرض وگهي مري وڃن! شال سانوڻ ٿين ۽ منهنجا ساٿي ميهار سکيا ساوا هجن!

**پس منظر:** فصل - 1 جو پس منظر لاکي ڦلاڻيءَ جي سورهيائي ۽ سوڀ آهي. فصل - 2 جو پس منظر غالباً ڪن ڏاڙيوالن جو ڪيمن ۽ ڪمن نالي وياج خور ڪراڙن تي حملو آهي. فصل - 3 جو پس منظر ڪونج آهي، جا سياري جي موسم ۾ سنڌ (خصوصاً لاڙ ۽ ڪڇ واري ايراضيءَ) ۾ قوت خاطر اچي ٿي، ۽ مارين جي منهن پوي ٿي. فصل - 4 جو پس منظر شينهن جي ڏک ۽ ڏيا آهي، جو وڙهي تہ وڏن جانورن کي ماري ۽ ننڍن کي نہ ستائي. فصل - 5 جو پس منظر مالدار پاڳيا (سُکي جا سنگهار ۽ ڪچي جا ميهار) آهن.

## فصل - 1

[1] جاڙيجاڻي = ڄام لاکي ۽ سندس ساٿين جاڙيجن (ڪڇ جي سمن) جي فوج جي. اونار = جن وٽ انن جا وڳ آهن. (خصوصاً سنڌ ۽ ڪڇ جي سرحد تي رهندڙ 'ربباري' قبيلي جا اونار). لوڙائو = مال (اُنن، مينهن وغيره) جا ڌاڙا هڻندڙ - هاڻُو. ٻني = ڪڇ جي الهندين پاڳي وارو هڪ علائقو (جو 'ڌاڌي آدم جي ٻني' سڏجي). لڳو لوڙائن جو- الخ = هاڻن کي خصوصاً ٻنيءَ واري علائقي مان (مال هڻڻ جو) پورو وجهه لڳو. گورا = ننڍا ڪنوات (نر). توڏ = مادي ڪنوات. گڙنگ = وڏا اُٺ. هڻيو هيڪاندا ڪري = زوريءَ ڦُري ڪاهي گڏ ڪري.

[2] لاکاين = ڄام لاکي جي ساٿين. واڏين = گهوڙين. ات نہ لڌو عام - الخ. = لاکي ۽ سندس لوڙون هڻندڙ ساٿين جو راز عوام کي معلوم نہ ٿي سگهيو.

[3] سڳڻ ٿين سُواءِ = سولا سوڻ ٿين- چڱا سوڻ ٿين. جمڻو ٻوليو = ساڄي پاسي کان تتر ٻولي ڪئي.

[4] سلهيو = سٽيو - چُٽيو. واگهہ = شينهن (سورهيہ ڄام لاکو). پلي تو واهرو = واهر (مال ورائڻ) لاءِ پويان ايندڙ ماڻهن کي ماري موٽائي ٿو.

[5] ڪيڪان = گهوڙا. پاڇاواڙي = پانچاواڙ جا گهوڙا. غنيم = دشمن. ماريو ڪن مساڻ = ماري مات ڪن. باپڙا = سردار.

[6] لاکائي = ڄام لاکي ۽ سندس ساٿين جا طاقتور گهوڙا. لکيا = سجاتا.

[7] وسواس = اُلڪو - ڳڻتي. لوڙائن جو = لوڙن هڻندڙن جو- مال جي ڌاڙي هڻندڙن جو.

[8] لوڙو = مال جو ڌاڙو.

**وائي:** وانديءَ وانديون = پکن يا ڪرڙ ڪتين سان اڏيل گهرن واري عارضي بستي [مالوَند ماڻهو، ساوڻ جي موسم ۾، مَهي مچر کان بچڻ لاءِ، ڳوٺ ڇڏي مال ڪاهي وڃي گاهہ وارين پيٽين ۾ پونن يا پٽن تي واسري (واءَ واري هنڌ) تي ڪجهہ وقت لاءِ پکن يا ڪرڙ ڪتين سان گهرڙا ناهي ڪجهہ عرصي لاءِ ويهندا آهن. سندن اهڙي بستيءَ کي 'وانڍ' چئبو.]

## فصل - 2

[1] هاڻو = ڌاڙيوال. هڻي پاس = ڳوٺ کان پاسي پسگردائيءَ ۾ ڌاڙا هڻي. لاڏڪا = (ڪڇ جي اصطلاح موجب 'مسلمان واپاري' مگر هت معنيٰ) سورهيہ گهوٽ. رزق کيائون راس = پنهنجو وقت پورو ڪيائون. وسواس = اُلڪو. اٿهوند = سجائي. ڪراڙ = (تر طرف هندن جي هڪ خاص ذات، ۽ هت معنيٰ) وياج خور واڻيو. ساڳاين جا = ڌاڙو هڻندڙ بهادرن جا. گهوڙا پسيو = ڌاڙيوالن جا گهوڙا ايندي ڏسيو. جهنگ ٻراڙ = جهنگ ٻلو. سندو سود سهج = وياُج جي خوشي.

## فصل - 3

[1] ماري = شڪاري.

[3] مچڻ ملا ماءَ = متن ماءَ کان.

[4] ڏور اڏيائون ڏيڙا = ڏورن (هيناهين نَمندين) ۾ ڪونجن کي ڦاسائڻ لاءِ ڏڀ اڏيائون.

[8] پَرني = سونپي - حوالي ڪري.

### فصل - 4

[1] جنبو = گدڙ.

### فصل - 5

[4] سانڊايون = 1- مينهن جا وٿاڻ 2- ڪير سان ڀريل اوهن واريون (اڻ ڏڌل) مينهون. تڙين ٻنهي ڪنڌيـن = درياءَ جي ٻنهي ڪپن جي گهاٽن تي. ڪُـنڌيون = مينهون. جن جا سڱَ ڪُـنڍا (گول وريـل) هجن. ڪُونهن = پاڏن (مينهن جا نر ڍڳ).

[5] ڪُهري = درياءَ جي ڪنڌيءَ لڳ. ڍنڍ مثل پاڻي سان ڀريـل اونهي ڪڌ (جا آب ڪلاٽيءَ ۾ درياءَ اٿلي پاڻيءَ سان ڀري ڇڏي هجي). چيهو = ڪچي جو هڪ گاهه [جنهـن جي ڪائڻ سـان خصوصاً مينهـن جي جيري ۾ جاڙون (بيماري جا جيت) پون.] هور پرائي هليا = ڏک ڏسي روانا ٿيا. نقصان پرائي ويا.

[6] سنگهار = مالوند ڀاڳيا. جنب = حياتي. گورس = (ڳئون + رس) کير يا مَـهي. پهيڙا = ساٿي سڄڻ.

## سر ڪاپائتي

**مقصد:** چرخو ڪتيندي سي ساهيڙيون ياد پيون، جن مون کي ڪتڻ سيکاريو ۽ جن سان آتڻ ۾ گڏ ويهي ڪتيو هئم. سندن جدائيءَ بعد نڪي تو ارٽ اولاٽجي تـه نڪا تي تڪ تي تند ڪـڍي. اڻ چاٽن سـان گڏ ويهي آتـڻ ۾ ڪتڻ ئي نٿو اُجهي.

**پس منظر:** هن سر جو پس منظر ڪپڙي جي ڪارخانن کان اڳ واري دور جو آتڻ وارو سمـان آهي. جڏهن ڀـاڙي واريون چرخا کڻي آتڻ (گڏجي چرخا ڪتڻ واري جاءِ) ۾ گڏجي ويهي سٽ ڪتينديون هيـون. جنهـن مـان گهـر وارن جا ڪپڙا اُٽبا هئا ۽ وڏيڪ سُٽ واپاري وٺندا هئا.

[1] اوريندي ارٽ = چرخي سان وروٽهن ڪندي- چرخو ڪتيندي. پهو = ڪپهـه جي پُـوڻيءَ جو بـاقي رهيـل ذرو.

[3] وٺي وڏم - الخ = جي واڙا وٺي ڇڄ ۾ وڌم، سي واءَ کڻي ويو.

[5] ويا اولاٽي اوهري = سي ڪَـتي حياتي پوري ڪري ويا.

## سر گهاتو

**مقصد:** ملاحن مڇ کي مارڻ جو پهه ڪيو ۽ اونهي پاڻيءَ ۾ گهڙيا، پر وڙهي نـه ڇاتـائون ۽ مڇ ڪيـن گهيـري ويو. گهڻا گهاتو مڇ کي مارڻ لاءِ ڪلاچيءَ جي ڪُن تي آيا، پـر پوري نـه پيـا. آخرڪـار مورڙي پهلـوان اڇي مـڇ کي ماريو. اها سوڀ مورڙي کي ئي نصيب ٿي.

**پس منظر:** هن سر جو پس منظر 'مورڙي ۽ مڇ' وارو مشهور قصو آهي.

### فصل - 1

[1] اڄ هين = اڄ ئي.

[2] تانگهو گُـهوريو گهاتئين = ملاحن تانگهي پاڻيءَ ۾ گهڙي گهمرا ڏنا.

[3] سندي پاڻيءَ پيچ = تمام ننڍو پاڻي. تني سندا رڇ- الخ = تن جي ڄارين ڏيڏرين جا ننڍا ٻچا (پونئرا) ۽ بيا پاڻيءَ جا ننڍڙا جيت جهليا.

[6] رپ = آفت (مانگر مڇ).
[7] سير = واڻون.
[10] ڏئيت = ديو (مانگر مڇ)
[11] مل مهائين = وڏو هنر مند ۽ هوشيار پهلوان. دڳو = پروانو (جاگير وغيره جو).
[12] دَل = گهٽا.

## فصل - 2

[1] لاٽي آڳ اڳين جي = اڳين کي آيل شڪست جي تلافي ڪئي- اڳين جا وير ورتا.
[3] قلعي جو ڪوڏيو = جنگ جو جهونجهار.
[5] مور = مورڙي. تتي مانگر تڪيو - الخ = مانگر مڇ جي رهڻ جي جاءِ اتي آهي، جتي پاڻي اٿاهه آهي.
[6] مزار = شينهن (مڙس). تانگهه نه تارئين = جيڪي تارو آهن. تن جي به پڇڻ پيٽي ڪانهي.
[13] ڏاڻي جيٺي = ڪبي سچي.
[14] ڏجهڻ = دشمن.

# سر ڍولو مارو

**مقصد:** عاشق ۽ معشوق جي هڪ ٻئي کان جدائي، درد ۽ فراق ۽ آخر ۾ وصال هن سر جو مکيه مضمون آهن.

**پس منظر:** هن سر جو پس منظر ڍول- مارو جو مشهور عشقيه داستان آهي. خليفي صاحب جي روايت موجب ڍولو 'نرور' شهر جو رهاڪو هو ۽ مارو 'ٿر' جي هئي.

[1] نرور = مارواڙ جي اُپرندين علائقي 'نرور' جو مکيه شهر. نرور سيريين = 'نرور' شهر جي گهٽين ۽ واٽن (۾ پيو گهمي). ٿر ٻاٻڙا = ٿر جا ٻاٻيها (ڳيري جي قسم جا) پکي. آڙهر پياس مرين = آرهڙ جي لک ۽ جهولي ۾ اُڃ وگهي پيا مرن. گوري جوئي باٽڙي = ڳوري (مارو) واٽون پئي نهاري.
[2] مارو ماٽي ميڊيون = ماروءَ جي مٽي ۾ ميڊيون ڳتل آهن. اوپي ماٽي لڪ = پِٽ جي لنگهه تي بيٺي.
[3] سون سريڪا = سون جي رنگ جهڙا. سوچ = اُرهه.
[4] مول = مولهيو - پٽڪو. ٿاري = تنهنجي. ڦول سريکي تور = گل جيتري تور اٿس.
[5] مرگڙا = هرڻ.
[7] بيڙلو = پان جو بيڙو.
[8] کوڏ ۽ پُرنٽ = گاهن جا نالا. جن جو ٻج ڏٽ طور کائجي. کڙ = پس.
[9] پانا جيسي پاتلي = پنن جهڙي باريک سنهي. آنگڻ = اگڻ. جيم = جيئن. جُوئي = نهاري. اوپي آنگڻ تڙڦڙي - الخ = آگڻ تي بيٺي ڪر موڙي ۽ انتظار ڪري، ڇڻ ڪاريهر نانگ (وارن سان تشبيهه) ڦڻ ڪڍيو پيو نهاري.
[10] گر گر پائي گونگهرا = ڇم ڇم ڇيرون ٻڌي (پئي ٽلي). جان النيو گيند(؟)= 1- ڇڻ هاٿي پيو هلي (سهڻي ٿور سان تشبيهه). جيم پني بادر چند = جيئن پڳل (وسنڌڙ) ڪڪر مان چنڊ چمڪي.
[11] اوتا اوتري = اگڻ تان لٿي. ڪڙيين لاوي ڪيس = وار چيلهه تي پيا لڳنس (سهڻن ۽ ڊگهن وارن ڏانهن

اشارو). چتر پتي راجيو = راجا 'چتر پتي'. مارڻ چليو ديس = ڪنهن ملڪ تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ سنيريو.

[13] ڪاڳد = ڪاغذ - خط. لاک سريکي لاج = لکن جهڙي لڄ - لاثاني وَني.

[14] وانچتي = پڙهندي. لاگو باڻ = نينهن لڳو.

[15] گڙتي مانجم رات = ڳرندي يعني گذرندي پوئين رات.

[16] اڪنديا تنگ تاڻيا = اڪنديي (سکايل) ڍولي (اُٺ جو) تنگ ڪشيو (تہ چڙهي ماروءَ ڏانهن روانو ٿئي)

[17] ڪاڪر ڪاڍلي = (جڻ اُٺ تو ڍولي کي چئي تہ منهنجي) پيرن مان ڪکر ڪڍ. (هڪ مالهڻ، ڍولي کي پنهنجي دام ۾ گرفتار ڪيو هو. پوءِ جڏهن ڏٺائين تہ ڍولو نٿو رهي ۽ پنهنجي ماروءَ کي ملڻ لاءِ اُٺ پلاڻيو اٿس، تڏهن اٺ جي پيرن ۾ ڪليون هنيائين تہ جيئن ڪيس منزل مقصود تي نہ پهچائي). ڏي مهارين ڍيل = مهارون ڍريون ڇڏ. ڪين سوڪ لڳايا ڪيل = ڪنهن ڪشي ڪليون هنيون آهن. هن ساڳي معنيٰ ۾ هن داستان جو هڪ دوهو آهي تہ:

ڪڍ پڳان ري ڪاڪرين، ڍيلي ڇڏ مهار
هلان ڍولي ري ساسري، گهر گهر ڏيان جُهار.

[18] پڳلين ڪاڍي ڪاڪري = (ڍولي اُٺ جي) پيرن مان ڪکريون ڪڍيون. ڪرهي لاگي ڪام =اُٺ کي لڪڻ لڳو. گڙتي مانجم رات - الخ = گذرندي، پوئين رات وجي ماروءَ جي ڳوٺ کي نظر ۾ ڪيائين.

[19] ڏيڌي تڻ مهار = مهار کي ڇڪ ڏنائين. پڳ پَوَن سي مل گئي = اُٺ جا پير هوا سان هم قدم ٿي ويا.

[20] ڪرهي باڍي ڪوسڙي = اُٺ (پنڌ جا) ڪوه وڍيا. ارڙي ياگي ايس = (ماروئي جيئن ئي ڏٺي اُٺي تہ) گهر (اورڙي) جي (ڪٽ جي) ايس پيچي پئي.

[21] روم روم سيتل پئي = جسم جي رڳ رڳ ٺري پئي. جو امني ڏيڌو باپ = جو مون کي پنهنجي پيءَ (مڙس طور) ڏنو.

[22] ڍاڙيو ڍولئو = ڪٽ تي ليٽيو. ڍريو.

[23] جن ڪي جوئي باٽ = جنهن جي مون واٽ نهاري. ڪلن لاگي ڪاٽ = ڪٽ بہ ڪلڻ لڳي.

**وائي:** ڪيسريا = اي لال (ڪيسري رنگ جي ڪپڙن وارا يا لال ڳوري رنگ وارا). ريساٽي = رنا آهيو. پيروا = اي پرين! اي پيارا.

# سر مارئي

**مقصد:** 1- جن مارن جا مون تي ڪوڙين ڪرم آهن، تن جي وچوڙي ماري آهيان ۽ تن کي ملڻ لاءِ ماندي آهيان. مارن جا غريباڻا ڪل ۽ پٽ، محلن ۽ پلنگن کان پلاتي پانيان. هُت مارو سانوڻ جي وس ۾ سرها آهن ۽ آءٌ هت سندن سک ۾ ويڳاڻي آهيان. 2- ڪٽ سانگين جو ساٿيهه ۽ سندن پکن جون سٿائون، ڪٽ آءٌ بنديکاڻي بند ۾! آءٌ پنهنجي ڪانڌ بنا ٻيو ڪين قبوليندس. ڏٺي ائين ڪري، جو پنهنجن مارن سين وچي منداڻتي ملار ماٽيان! 3- 'جهڙو قيد ڪمند، تهڙو بند نہ ڪو ٻئو.' ڏٺي شال ڪنهن کي وچوڙو نصيب نہ ڪري! مون کي هر ويل ۽ هر وقت پنهنجن سانگين جون ڳڻ ۽ ڳالهيون هنيين ۾ پيون هُرن. منهنجي ڪايا هت، پر من ماروءَ سين واڳيل آهن.

’سو ڪو وري واءِ، جينءَ موٽي ميڙائو ٿئي‘. 4- مون پرهه ڦٽندي ويڙهيچن جي وصال لاءِ فال وڌي ۽ ڏٽيءَ طرفان اُميد پريو آسرو مليو. مون خواب ۾ پنهنجن مارن کي ڏٺو. اي عمر! مون کي لائِين آچ مَر آچ، متان سياٽي سرتين آڏو لڇي ٿيان. اجهي ماروئڙن مون ڏي سينها سلام موڪليا، ۽ ”اِجهي آيم آجڙوال، تاريلا تر ڏٽي: سٽي سڌ سوال، موهر ڏٽي مونٽا.“

پس منظر: هن سر جو پس منظر مارئي ۽ عمر جو مشهور داستان آهي.

## فصل - 1

[1] پتين پتين = قسمين قسمين. پال = ٿورا. مهربانيون. ڪونين کي = ٻنهي جهانن کي (يعني جملي دنيائن جي مال اسباب کي).

[2] ڏورا = ڪنن جا سڳا. سانيي = ساٿي.

[3] وجهل = جهوري.

[4] ويني سوريان سير = واڻون ويني نهاريان.

[5] فليضحڪوا قليلا - الخ (آيت) = پوءِ مر تہ ٿورو کلن ۽ گهڻو روئن.

[7] سونَئون پلا سپ = (عمر جي) سون (جي سڳن ۽ واڳين) ڪان نانگ پلا آهن. هميراٽي هٿ سان- الخ = همير گهراٽي (= عمر) جي هٿ لڳڻ سان جسم تي تپ چڙهي ٿو.

[9] جهروڪن = واحد. جهروڪ، جهروڪو = بادشاهي محل جي سامهين ديوار ۾ ننڍڙي برج هينانِ بادشاه جي ويهڻ واري جاءِ.

## فصل - 2

[1] ملار = سانوڻ جي وس.

[2] پلر = مينهن جو تازو پاڻي.

[3] ڪاٺڙ = ڇاڇري تعلقي جو سرحدي علائقو، هت معنيٰ ’ماروئڙن جو ملڪ‘. پائر = يا ’پاور‘، ننگر پارڪر تعلقي جي سرحد پريان ڏکڻ اوير طرف وارو آباد علائقو، هت معنيٰ ’ماروئڙن جو ملڪ‘.

[4] ساڏوهيون = چارين (ڪبڙين) جو هڪ قسم، (جن جا ڏار ڏنگا ٿيندا آهن) سيڙڪا يا سيڙهڪا = پيرُن جو قسم. پهون = ٻڪريون. ڪوڊير = 1- ’ڪوڊير‘ جي ول. 2- ’ڪوڊير‘ جي ول جي پاڙ ۾ زمين اندر ننڍو بصر جهڙو ۽ جيڏو ڦر، جو ڪچو توڙي رڌي کائجي. ڦاندي = بندخاني. ڪبير = ڪبيرا گناه - وڏا گناه.

[5] موهر = مُهراٽو (ڪيري ۽ عمر ڪوٽ تعلقن ۾، سنڌ جي آباد خطي ۽ ٿر جي پٽن واري ڪَس جي سرحدي ايراضي).

[6] سائيءَ ريل = دڙن ۽ پٽن لڳ گاهه واري سبز، سنئين ۽ ڊگهي ايراضي. پاروڙي ع پاروڙيون = ننڍي قد واريون ٿر جون رڊون (هڪڙيون ’گـليون‘ جن جي اُن صاف اَچي، ٻيون ’ڪار ڪنڌيون‘ وغيره) سيل = سيلهه ڪندا.

[7] لوير = ليڙون ٿيل ڦاٽل ڪپڙا.

[8] ڪارڙا = هڪ ننڍڙي سنهي جيت جو قسم، (جو ڪپڙن اندر جسم تي خارش جهڙو سرڪات ڪري).

[9] موگر = 'مگر' ول جو ڦر. تليين = تلين ۾ - پٽن جي وچ وارين هيناهين تراين ۾. پپون = ڏگهيون ڪاريون ڪٽيون ڏانديون (جي سانوڻ جي وس ۾ اڪثر ڪرڻ ۽ بين ٻوڙن جي وچ ۾ (پاڙن وٽ مـُچا تي نڪرن) جي مارو ماڙهو کائين.

[10] مارن ماڱ مٿائيا - الخ = مال وارا ماڙهو گاه جي سانگي وڃي ڪنهن پيٽيءَ ويهندا ۽ اتي پاٽيءَ خاطر ڪچيون کوهيون کٽندا. جڏهن مال اُتي جو گاه چري پورو ڪندو، تڏهن اُتان لڏو کڻي ٻئي گاه واري جوءِ ۾ ويندا. وڃڻ وقت، کوهين جا منهن مٿان ڪانين سان واٽي، گاه وجهي، مٿيءَ سان ڍڪي (ڍڪي) ڇڏيندا، ۽ وري ٻئي سال جڏهن اُنهيءَ جوءِ ۾ ايندا تہ ان ڪچي تڙ جو مـُنهن کوليندا. تڙڪوليون = پـٽ جو اهو پاسو، جنهن تي سج اُڀرڻ سان تڙڪو پوي. گوچر = پٽ جي مـُنڍي هيٺ تري ۾ چانءَ واري اراضي، جا اڪثر آباد ۽ وَسَئن واري (ٿئي، جتي ڳئون چرن). سمن = ملڻ واري جاءِ ۽ وقت جو وعدو.

**وائي:** آمان = انب. ڪارٽي = واهرو- مددگار. هام = هٺ- هوڏ.

## فصل - 3

[5] ڇپر ڪٽ = وڏي ڪٽ، جنهن جي مٿان چٽني پاڳن تي ڏگهين تيڪن سان تختي مثل هڪ ڇت ٻيٺل هجي - ڇـَتر واري ڪٽ.

[7] ايڌا = اوپرا- اجنبي ماڙهو. سيڌا = واقف ۽ سڃاڻو.

[9] اسير = قيدي.

[10] ماني ڪَن = مانيءَ جي ڪِـن يا ننڍو ٽڪر- مانيءَ ڀُڀو.

[11] ابر = سـُئي

[12] ڳمر = ڳمر جو ٻج (جو پيهين اَن جي تُوري اٿي سان ملائي ماني پچائي کائجي). راڇڙين = رَڇن ۾ = تانون (ڪـُنن) ۾. گندم (فارسي) = ڪڻڪ.

[13] نہ سي ڏنڍ ڏرن = اهي ڏنڍن ۾ (وهنجڻ يا مال پيارڻ لاءِ) ڪين اچن. آڙين هيروان = اهي آنَـهنِ (تڙن ۽ کوهن لڳ ٻـَنن ٻـَڌل پاٽيءَ جي نندڙن حوضن، جـن ۾ مال پيارڻ لاءِ کوه مان پاٽي ڪڍي وجهجي) جا هيراڪ آهن. گـُندا = مال جي نندڙن ڦرن جا واڙا. جـُهرن = واحد جـُهر = واريءَ ۾ کوٽيل وڏي چـُر، جنهن ۾ مال جا ڦر واڙجن (ان کي 'جـُهر' توڙي 'جهرپ' چون.)

[16] ڪايا = جسم. ڪڙن = بندن.

**وائي:** اُست = لسي. لوٽ = لوٽو. جوٽ = گوڏو ۽ سٿر.

## فصل - 4

[1] پيڙا = پهيڙا - پانڌي - قاصد.

[5] سـُهڻي ۾ = خواب ۾. جيـَس = (اهو سڏ ٻڌي) جي پيس - نئين حياتي اچي ويم - خوش ٿي پيس.

[6] تجارن = شاهوڪارن. سيڻ = مائٽ.

[9] ايندو عالم پانئيں = سڄو جهان اجنبي يا ڌاريو ٿي ڄاڻان. ڪوماٽا يا ڪـُماٽا = پهرينءَ وس جا ڪچا

گاه (جنهن کي ’ٻاڦ‘ پڻ چون).

[10] ٽر ممولا = ننڍڙا نيرڙي رنگ جا ’کٽياٽيون‘ پکي (جي سياري جي اوائل ۾ اچن).

[11] مارو = سڄڻ. منهن ۾ = وات ۾. مک = کچا پيرون. لوهيڙو = ٽر ۽ جبل جو هڪ پکي ڪاٺ وارو وڻ، جنهن ۾ سهڻا ڳاڙها گل ٿين.

[12] ڪاڪاٽا = چاچاٽا، يعني مائٽاٽا.

[14] وڍئو وسواسو = ڳڻتي ختم ٿي وئي.

[15] اجڙوال = ٻڪرار - مارو ماڻهو. ٻبال = وبال - مصيبت.

# سر پورب

**مقصد:** سچا جوڳي حق جي تلاش ۾ هلندڙ آهن: هنن تن جي سک کي من جي مراد خاطر قربان ڪري ڇڏيو آهي.

**پس منظر:** هن سر جو پس منظر ’هٺ يوگين‘ واري عملي زندگي آهي، جنهن جو بيان مٿي سر رامڪليءَ هيٺ (ص290) ٿي چڪو آهي.

## فصل - 1

[1] ڀڳائون = ڪَنياٽون.

[2] جا ٿي آڏيائون = يعني عارضي منزل واري جيڪا جهوپڙي ٿي آڏيائون. ڪابول = ڪابل.

[4] مڙهه = مڙهي- عارضي منزل وارو آستان. جاڻ = زيارت وارو تڪيو.

[5] عقبيٰ = آخرت.

[6] اد = ادو - ڀاءُ. سامين لاءِ سبب - الخ = انهن سڄڻن سامين لاءِ، مُسبب الاسباب (ڏٿي تعاليٰ) طرفان سبب (مقصد لاءِ ذريعو) ئي خود ’معبود‘ (ڏٿي تعاليٰ) بنيوَ.

[7] لاخير في العبيد = ’ٻانهي‘ مان چڱائي نه ٿيندي. اُتو = چيو. احمد شاه = نبي ﷺ.

**وائي - 1:** تيرٿ ويا مڙهه تاڙي = مڙهيءَ کي تاڙي ڏئي (بند ڪري) هو حقيقي تڪيي ڏي روانا ٿيا. جاڳر = مجلسون. ڳل ڳاڙي = ڳوڙها ڳاڙي - روئي.

**وائي - 2:** نيهي = باهمت ۽ پختي ارادي وارا. ديهي = جسم.

## فصل - 2

[1] چڱيءَ جوڙ = سهڻيءَ سٿاءَ وارا. لَهه لڳو = عشق لڳو.

[2] جامير = جامن وارا. ڀڳاو پير = ڀڳوي (گيڙو) رنگ جا ڪپڙا پهريندڙ.

[6] آسڻ جن عنبير = جن جو تڪيو عنبر جي خوشبوءَ سان واسيل آهي.

[7] سليدار = ٽڳن، ڏاڳن، نادن وغيره وارا - فاقيرن ٽڳن وارا.

**وائي:** جلو = آڳ. جهاريا = پيٽيا - زيارت ڪئي.

# سر آسا

**مقصد:** 1- سڄڻ جو ديدار اکين لاءِ نعمت ۽ خوشي آهي. سڄڻ ڏاران ٻيو ڪو ڏسڻ نہ جڳائي. هر جاءِ ۽ هر رنگ ۾ حقيقي محبوب جو جلوو موجود آهي: سوچي سمجهي چڪجي تہ هر شيءِ ۾ 'محبوب' جو ميناج سمايل آهي، ڪڙي شيءِ ڪابہ ڪانهي. 2- اي سڄاڻ مرد! جونءِ (هر گندي شيءِ) کي پنهنجي جان ڪان جدا ڪري اڇو اجرو ڪيءِ. 3- بہ ڇٽا ساڳئي پيالي مان پين، ائين آهي جيئن بہ ترارون ساڳيءَ مياڻ ۾ وجهجن: حقيقي عشق ۾ ٻيائيءَ لاءِ جڳهہ ئي ڪانهي. 4- اي حق جا طالب! ذات ۾ پنهنجو پاڻ وڃاءِ ۽ صفات تي نہ پل. ذات ئي اصل حقيقت آهي ۽ صفتون سڀ اُن جا مظهر آهن.

**پس منظر:** هن سر جو پس منظر ذات حق متعلق 'وحدت الوجود' ۽ 'وحدت الشهود' جا تخيل آهن.

## فصل - 1

[5] عين = بنا نقطي نِرو حرف 'ع' (يعني حق جي 'ذات'). غين = نقطي سان شامل حرف 'غ' (يعني غير گاڏئين صورت). سيوئي سلطان = هر مظهر حق آهي.

[7] فاينما تولوا - الخ = جيڏانهن بہ منهن ڦيرائيندؤ تہ يقيني طور 'الله' جو جلوه ڏسندؤ. نور نبار = نج نور. ڪوار = ڪَچائي- عيب.

## فصل - 2

[2] هاريا = پورا = وِسُوڙل. هڏ = هرگز. منڊي ويني مڏ = تان ڪري ويني.

[5] آهي جينءَ الک = ذرڙي جيتري آهي.

[6] نظر تيز نگاهڙي - الخ = (جونئن ڪيائڻ لاءِ) ان (عورت) جي گهر وڃ، جا نظر جي تمام چٽي هجي. جُون ڪياري = جونئن ڪڍڻ ۾ نهايت هوشيار.

## فصل - 3

[1] تُڪو = اهو ٿانو، جنهن ۾ ٽڪون اُجلجن. ريزالي = گندي. نفاقين = اٽيٽت سان (جا هڪ ڪان وڌيڪ ٻن يا گهڻن ۾ ٿيندي).

[4] اوائي = بيڪار.

[5] جدال = جهيڙو.

## فصل - 4

[1] آسا ڇڏ 'الله' جي = اِها اُميد ڏي تہ 'الله' هتان يا هُتان ملندو (پنهنجو پاڻ سڃاڻ تہ حق حاصل ٿئيئي). سيني قلمي نسخن جي اها پڙهٽي آهي. البت فقير هيءُ بيت هن طرح پڙهندا آهن تہ: "آسا ڪر الله جي - الخ". گولپ جو گمان- الخ = بنده هئڻ (يعني موليٰ ڪان جدا پنهنجي ٻي هستيءَ جو وجود تسليم ڪرڻ) وارو گمان ائين آهي جيئن اک (عين) ۾ غير.

[2] سپجي = پيدا ٿئي.

[3] ڪانو ابن ڪَڻ جو = ٻاجهري، جوئر وغيره جو ڪٽو پوڪجي ٿو، جنهن مان سلو ڦٽي وڏو ٿي ڪانو

بنجي ٿو. (ڪانو پٽ ڪٽي جو) ڪانو والد ڪرڻ = ڪاني مان سنگ ٿئي، جنهن ۾ ڪڻ پيدا ٿئي.
(ڪاني ڪي پيءُ ڪرڻ)

[4] مَـد = رَس - پاٽيٺ، مَدُّ

[9] مور = مول - منڍ - اصل. آب = پاڻي. حُباب = پاڻيءَ جو ڦوٽو - بوڙيو. قصور = نقص - گهٽتائي.

[11] پريونءِ = پري - بيءَ پيٺيءَ - بيءَ جاءِ.

[12] مطلق = بي وجود - 'وجود' جي حد بنديءَ کان آزاد. موجود = 'وجود' وارو.

# سُر ڪارايل

مقصد: 1- اي ڪارائڙا سما سورهيه سردار! تنهنجون ڳالهيون ۽ ڳڻ پئي ساريان. 2- ويچارو هنجهه پنهنجي وچڙيل وڳر کي پيو ساري. پکين جون ڪيئي ذاتيون آهن، پر هنجن جو ڪو مٽ ڪونهي. ماڻهن ۾ پڻ ڏٽيءَ جي صالح بانهن جي منزل متي آهي ۽ سندن صحبت مان سڀ ڪي سَرندو.

پس منظر: فصل - 1 جو پس منظر ڪارائڙي سمي جي سرگذشت آهي. 'ڪارائڙو' سمو هڪ سورهيه سردار هو، جنهن ڪڇ ۾ پنهنجي خاندان جي وڃايل طاقت وري هٿ ڪرڻ تي چاهي ۽ وقت جي مخالف والي، يعني ڪڇ جي حاڪم سان چوٽون ڪاڏائين. ڪڇ جي حاڪم (جو پڻ سمو هو) ڪيس چور ۽ ڌاڙيل قرار ڏنو ۽ عوام ۾ پڻ اها ڳالهه هُلي وئي، پر ڪارائڙي سمي جي دليري ۽ سورهيائي، ڳڻن ۽ ڳالهين کان متاثر ٿي ڪيس سورهيه ۽ سرهو ڌاڙيل قرار ڏنائون.[1] آخرڪار ڪڇ جي والي، ڪارائڙي کي دوه سان پنهنجي شاهي محل ۾ آڻائي گهيرو ڪرايو. ان وقت سندس پٽ ساڻس گڏ هو، جنهن کي چيائين، 'منهنجو سر وڍي ڪٽي وڃ، متان دشمن ان جي بيعزتي ڪن.' ان صدمي کان متاثر ٿي سندس پيڻ يا زال ڪارائڙي جي وڍيل سر کي پينگهي ۾ لوڏي نهايت ئي رقت آميز اوسارا ڇيا، مثلاً:

ڪارايل جي ڪوڏ، مون ننگر سڀ نهاريا
تہ نڪي ڪارايل جهڙو، نڪي ڪارايل لوڏ
پٽ ڪڍي پيءُ جي، سري منجهان گوڏ
پينگهي پائي لوڏ، سر سمي ڇام جو.

سندس مرڻ کان پوءِ ويتر ڪارائڙي سمي جون ڳالهيون ڳائجڻ لڳيون ۽ فصل - 1 هيٺ خليفي صاحب جي چيل بن بيتن ۾ پڻ اهوئي مضمون شامل آهي. فصل - 2 جو پس منظر هنجهن (پکين) جو مذڪور آهي. پکين ۾ سهڻائي، صفائي ۽ بين عادتن اطوارن ۾ هنجهن جو مٽ ڪونهي، ۽ سالڪن شاعرن پڻ انسان جي اخلاق کي بلند ڪرڻ خاطر انهيءَ نڪتي کي ورجايو آهي.

## فصل - 1

[1] ڪارايل = اي ڪارائڙا سما!

[1] ڏسو لوڪ ادب سلسلي جو ڪتاب نمبر 27: "ڳاهن سان ڳالهيون". مقدمو ص11 ۽ متن ص146-148 (پراڻو ڇاپو) ۽ مقدمو ص (ڪ) ۽ متن ص107 - 108 (نئون ڇاپو 2004ع)

## فصل - 2

[1] هنياري = هينين جي حب.

[2] جيءَ ٻانڌاڻ = دلي ناتو. آنهري = پکين جي ويهڻ واري ماڳ تي. سر = تلاءُ.

[3] وماس = ڳٽتي- اوسيئڙو.

[4] منجهه = اندر اونهي پاڻيءَ ۾. تانگهار = تانگهو پاڻي.

[8] چار پير = زاهدن جي سلسلي جا چار امام: (1) حضرت علي ڪرم الله وجهه (2) امام حسن رضي الله عنه (3) حسن بصري قدس سره ۽ (4) مڪيل ابن زياد رحه. انهن مان چوڏهن خانوادن جو سلسلو هليو.

چوڏهن خانوادا = (1) عبدالواحد بن زيد (2) حبيب عجمي (3) فُضيل بن عياض (4) ابراهيم ادهم (5) هُبيره بصري (6) خواجه اسحاق (7) بايزيد بسطامي (8) معروف ڪرخي (9) سري سقطي (10) جنيد بغدادي (11) ابو اسحاق گاذروني (12) علاءُ الدين طوسي (13) ابو نجيب سهروردي (14) نجم الدين سهروردي.

زاهد = پرهيز ۽ تقويٰ وارا عابد ٻانها. علماءَ = علم جا ماهر. ڪشف القبور = جن کي اهل مماتيءَ جي حال جي خبر پئجي سگهي. ڪشف القلوب = جن کي دلين جو راز معلوم ٿي سگهي. قطب = وڏو ولي (ولين ۾ جو قطب جي درجي تي پهتل هجي). اوتاد = چار الله وارا، جن تي عالم جو مدار آهي. غوث = وڏو وليءَ جو سوال سُٽي مدد ڪري. مُلا = وٽان. موڙيين = گهٽا- هيڪاندا.

**وائي -1:** لَلا = هنجهن جو هڪ قسم (للو هنجهه سيني ۾ سهڻو). لِها = هڪ ماري پکي جو قسم. ڪانيرن = ڪانئرن - ڪارن ڪنگن.

# سر ڪاموڏ

**مقصد:** نوريءَ جي نماڻائيءَ ۽ نهنائي ڄام تماچيءَ کي موهي وڌو. سمي سلطان جي اچڻ سان ڪينجهر جي ڪنڌين تي رنگ رونق لڳي وئي، جڏهن ڄام نوريءَ جي پکي ۾ پير پاتا تہ "ڇنيءَ ڇارئي پاند، ويچاريءَ وڃائيا".

**پس منظر:** هن سر جو پس منظر نوري ۽ ڄام تماچيءَ جو مشهور داستان آهي.

[1] لوڙهي = لوڙه، جا ٻهہ وانگر ڪوٺيءَ جي پاڙ ۾ سرجي. لک وڪاءَ = لکن ۾ وڪامي. ڪُـر = ڪُوٺي (مِنال توڙي ڪَڙال) جي ڏاندين ۾ ٻج وارو گولو. گيرب = هٺ - وڏائي. سجيائين = پيش ڪيائين. سوڪڙي = يعني نهنائي ۽ نماڻائيءَ جو تحفو.

[2] منجر = پاڻيءَ جي وڏي سهٽي ڇر - ڍنڍ (ڪينجهر).

**وائي -1:** تنهنجڙي ساءَ = (اي نوري!) تنهنجي سڪ ۽ ساءَ ۾.